# حق موجود

## تاريخ جو ڪيڏارو

يوسف شاهين



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.
1996ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ ڇهه

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — ذڪي پرنٽنگ پريس ڪراچي.

پهريون ايڊيشن — نومبر 1996ع

قيمت — 150/- رپيا



---

HAQ MOJOOD 'Tareekh Jo Kedaro' (Truth untold- Elegy on History) Written by YOUSIF SHAHEEN. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad, Sindh. Pakistan. First Edition November 1996. Price per Copy Rs. 150/-
Book No. 206

او خدا

مونکي محمد صلعم جي سُنت تي

هلڻ جي ساڄاه ڏي

مونکي بہ اها سَگهہ عطا ڪر جو آئون

تي سؤ سٺ خُدائن کي مُنهن تي

اهو چئي سگهان تہ

اوهان ڪُوڙا آهيو

ڪُوڙا آهيو

ڪُوڙا آهيو

-يوسف



طورسينا جبل تي
نيٺ،
مون اهو هَنڌُ ڳولي لڌو
جتي خداوندتعاليٰ حضرت موسيٰ کي
پنهنجو جلوو ڏيکاريو هو
اها جاءِ سڄَ جيان چمڪي رهي هئي
جنهن مان ٿڌي، اڇين نارَ روشني نڪري رهي هئي.
مون وڌي ان جاءِ تي
ڏاڍي عقيدت ۽ احترام وچان هَٿَ ڦيريا
منهنجي هٿن ڦيرڻ شرط
ان جاءِ ۾ ڏارَ پئجي ويا
جن مان ڪي آواز پڙڪا ڏيئي نڪرڻ لڳا
سمجهه ۾ نہ ايندڙ آواز
گونگا آواز
جيڪي صدين کان اتي بند هئا
اهي آواز سڄي واديءَ ۾ پکڙجي ويا
آهستي آهستي ايئن لڳو ڄڻ تہ
اهي آواز سڄي ڪائنات ۾ پکڙجي ويا هجن
مون انهن آوازن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي
ڏاڍي دير ڪانپوءِ
مونکي اهي آواز سمجهہ ۾ آيا:

"آئون تنهنجو ربُ آهيان"
"آئون تنهنجو ربُ آهيان"
اهو ٻڌي آئون سجدي ۾ هليو ويس
۽ اقرار ڪيم تہ
"ها، تون ئي منهنجو ربُ آهين"
"تون ئي منهنجو ربُ آهين"
آئون سجدي مان اٿيس
پر، آواز بند نہ ٿيا، لڳاتار وڌندا ويا
مون وري ڏاڍي زور سان رڙيون ڪري
هڪ ڀيرو ٻيهر اهو اقرار ڪيو تہ
"ها، تون ئي منهنجو رب آهين"
"تون ئي منهنجو رب آهين"
منهنجي رڙين سبب سڄي وادي گونجڻ لڳي
پر، آواز بند نہ ٿيا، وڌندا ويا، پکڙبا ويا.
پوءِ مونکي احساس ٿيو تہ
جيستائين دنيا جو هر انسان
اهو اقرار نہ ڪري تہ
ها، تون ئي منهنجو رب آهين
تون ئي منهنجو رب آهين
تيستائين، اهي آواز بند نہ ٿيندا!

# انتساب

فرعون اخنتون جي نالي

جنهن فرعونيت کي رد ڪيو ۽

اعلان ڪيائين تہ خدا واحد لاشريڪ آهي.

گذريل پنج هزار سالن جي تاريخ ۾، اخنتون دنيا جو پهريون حاڪم هو، جنهن فوجي ڪاهن ۽ فتوحات کي "ناجائز عمل" قرار ڏنو ۽ ٻڌايو تہ سڀني ملڪن جون سرحدون "مقدس" آهن. اُن وقت شام، فلسطين، فونيشيا [لبنان] نيوبيا [سوڊان]، ٽيونس ۽ لبيا جي موجوده علائقن تي مصر جون فوجون قابض هيون. اخنتون پنهنجي فوجن کي حڪم ڏنو تہ هو قبضي هيٺ سمورا ملڪ ڇڏي هڪدم مصرُ ڏانهن موٽي اچن. جڏهن فوجون موٽي آيون تڏهن اخنتون پنهنجي ملڪ جو "فوجي ادارو" بہ ختم ڪري ڇڏيو. ان فيصلي بابت وضاحت ڪندي چيائين تہ فتوحات جو عمل بند ڪرڻ سبب مصر کي هاڻ فوجن جي ڪابہ ضرورت نہ رهي آهي

-يوسف شاهين

# فهرست

جڏهن فاتحن پهريون ڀيرو مونکي تلوار جي زور تي حڪم ڏنو تہ آئون سندن مذهب، ٻولي ۽ خدائن کي قبول ڪيان، تڏهن مون ان جبر خلاف جنگ جوتي ۽ هنڌين ماڳين "حق موجود-سدا موجود" جي هاڪار هنئي.

2380 قبل مسيح ۾، منهنجي وطن "سمير" [موجوده عراق] تي سارگن اعظم جي اڳواٽيءَ هيٺ اڪادي قبيلي جي ماڻهن قبضو ڪيو ۽ سمير جو نالو ڦيرائي "سمير ۽ اڪاد" رکي ڇڏيو. اڪادي فاتحن اسان تي سندن مذهب ۽ اڪادي ٻولي مڙهي ڇڏي ۽ حڪم ڏنو تہ اسان هنن جي خدائن ۽ ديوي ديوتائن جي عبادت ڪيون.

ان وقت، منهنجا اباڻا "اين" [An] خدا تي ايمان رکندا هئا، جيڪو قادرِ مطلق، خدائن جو خدا، سڀني ديوي ديوتائن جو سردار، بادشاهن جو بادشاه، زمين ۽ آسمان جو خالق ۽ مالڪ هو. اسانجو اهو خدا اين، سزا ۽ جزا ڏيڻ وارو، شر ۽ خير جي قوتن تي قادر، ذوالقرنين، رحيم، ڪريم، قهار ۽ جبار پڻ هو. زمين تي ان خدا جو گهر ارڪ [Uruk] ۾ هو، . يڪو سمير جو مقدس، وسيع ۽ خوبصورت شهر هو، جتي ٻ ،، پري کان ماڻهو خدا اين جي عبادت ڪرڻ ايندا هئا.

مونکي منهنجي اباڻن اهو بہ ٻڌايو تہ خداوند اين جو هڪ پٽ اين لل [Enlil] ۽ ڏيءَ اينڪي [Enki] هئا. خدا جو اولاد هئڻ ؛ سبب، انهن کي خود خدا اين جهڙو خدائي درجو حاصل هو. هي ٽئي خدا ٽمورتيءَ جي صورت ۾ ملڻ سان "وحدانيت" ۾ تبديل ٿي ويندا هئا. هنن جي قوت فقط هڪ لفظ "آئون" ۾ سمايل هئي. هنن خدائن کي

جڏهن بہ ڪا شئي تخليق ڪرڻ جي ضرورت پوندي هئي تہ هي فقط "ٿي پؤ" چوندا هئا، اهڙيءَ ريت گهربل شئي وجود ۾ اچي ويندي هئي.

منهنجي اباڻن مونکي ٻڌايو هو تہ هيءَ ڌرتي ويڪري ٿاليءَ وانگر آهي، جنهنجا ڪنارا جبلن سان ڳاهيل آهن. اها ٿالي مٺي پاڻيءَ تي ترندي رهي ٿي. اهڙي طرح هي نيرو آسمان ڌرتيءَ جي ڇت آهي جنهن تي تارا گردش ڪندا رهن ٿا. زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ فضا قائم آهي جا هنن کي هڪ ٻئي کان ڌار رکي ٿي. چون ٿا تہ هڪ پيري سمنڊ جي ديوي "نامو" [Nammu] زمين ۽ آسمان جي شادي ڪرائي. شاديءَ ڪانپوءِ زمين ۽ آسمان جو جڏهن پاڻ ۾ ميلاپ ٿيو، تڏهن اهو منظر اين خدا جي پُٽ اين لل کان ڏٺو نہ ٿيو. هن سخت ڪاوڙ ۾ ايڏو تہ زور سان جهٽڪو ڏيئي هنن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪيو جو زمين ڇِڀي ٿي پيئي. پر، ميلاپ ٿيڻ سبب زمين کي حمل ٿي پيو. نتيجي طور ان تي پيدائش ۽ زندگيءَ جو عمل شروع ٿي ويو جيڪو اڄ تائين جاري آهي.

منهنجا اباڻا ان ڳالهہ تي بہ ايمان رکندا هئا تہ خداوند اين انسان کي چيڪي مٽيءَ مان پيدا ڪيو تہ جيئن هو زمين تي خدا لاءِ گهر اڏين ۽ انجي عبادت ڪن.

جڏهن پهريون انسان پيدا ڪيو ٿي ويو، تڏهن خد اين چيڪي مٽيءَ کي ڳوهڻ لاءِ شيطاني قوت جي ديوتا "ڪنگو" [Kingu] جو رت استعمال ڪيو. جنهن سبب انسان ۾ شر جو عنصر پيدا ٿي پيو.

مونکي "عظيم طوفان" بابت بہ ٻڌايو ويو، جنهن سبب دنيا جا سمورا سمنڊ اُٿلي پيا ۽ سڀ ساهوارا پاڻيءَ ۾ ٻُڏي مري ويا. مونکي اهو بہ ٻڌايو ويو تہ جنهن وقت خداوند اين اهو عظيم طوفان آندو ٿي، ان وقت باقي سڀ خدا ۽ ديوي ديوتا بارگاهہ خداونديءَ ۾ رحم لاءِ ٻاڏائيندا رهيا تہ جيئن طوفان کي روڪيو وڃي. پر طوفان اچڻو هو سو

آيو. طوفان اچڻ کان اڳ اين خدا جي ڌيءَ اينڪي ڌرتيءَ تي رهندڙ هڪ شخص ”اوتا نپشتم [Uta-Napishtim] کي ان اٿئر طوفان بابت ڄاڻ ڏني ۽ هڪ ٻيڙي ناهڻ جي هدايت ڪئي. ڪيس اهو بہ چيائين تہ هو ان ٻيڙيءَ ۾ جاندار ۽ نباتات جو هڪ هڪ جوڙو پاڻ سان کڻي تہ جيئن زندگي ۽ پيدائش جو عمل ۽ تسلسل جاري رهي سگهي. اوتانپشتم هدايت تي عمل ڪيو ۽ پوءِ جڏهن طوفان آيو ۽ هر طرف سمونڊن جو پاڻي ڪاهي پيو، تڏهن اوتانپشتم ۽ هن جا ساٿي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي طوفان جو مقابلو ڪندا رهيا. اهو طوفان ڇهہ ڏينهن ڇهہ راتيون هليو. ستين ڏينهن جڏهن طوفان موٽ ڪاڏي تڏهن هنن جي ٻيڙي هڪ جبل ”نائسر“ [Nisir] وٽ بهي رهي. اتي اوتانپشتم خدا اين جي راهہ ۾ قرباني ڏني جيڪا قبول ڪئي ويئي. خدا اين خوش ٿي اوتانپشتم کي امر زندگي عطا ڪري ڇڏي.

منهنجي اباڻن جو ان ڳالهہ تي بہ پڪو ايمان هو تہ خداوند اين نيڪ انسانن کي نوازي ۽ گنهگارن کي سخت سزائون ڏي ٿو. ان ڪري هو مرڻ وارن جي مغفرت لاءِ دعائون گهرندا هئا ۽ کين دفنائڻ وقت، هنن جي قبرن ۾ قيمتي سامان ۽ کاڌي پيتي جون شيون رکندا هئا تہ جيئن ٻي دنيا ۾ اُتڻ وقت کين ڪنهن شئي جي کوٽ محسوس نہ ٿئي. اها ٻي دنيا هن ڌرتيءَ جي اندر پاتال ۾ هئي، جيڪا تمام وسيع ۽ پوائتي هئي. جتان ڪوبہ موٽي نٿي اچي سگهيو. مري ويل ماڻهن جا روح، ان هيٺئين دنيا ۾ رهندا هئا. ديوي ”عرش ڪگال“ [Eresh Kigal] کي ان زيرِ زمين دنيا تي حاڪميت حاصل هئي، جا هڪ شاندار محل ۾ پنهنجي مڙس سان گڏ رهندي هئي. ان محل تائين، مري ويل سيني ماڻهن جي روحن کي هڪ خوفناڪ دريا پار ڪري، پهچڻ لازمي هو، جيڪو ڏاڍو ڏکيو ۽ اٽانگو ڪم هو. صرف نيڪ روح سولائيءَ سان دريا پار ڪري محل تائين پهچي ويندا هئا، باقي بدروح دريا ۾ غرق ٿي

مسلسل عذاب ڀوڳيندا رهندا هئا.

هي انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن سمير جا سمورا شهر آزاد ۽ خودمختيار "شهري رياستن" جي حيثيت رکندا هئا. انهن شهرن جو انتظام هلائڻ لاءِ عام ماڻهن مان ڪنهن مخلص، ايماندار ۽ سمجهه ڀرئي شخص کي، بطور منتظم "چونڊيو" ويندو هو. اهو جمهوري نظام اسان "سنڌ" کان سکيو، جيڪو ان وقت دنيا جو پهريون جمهوري ۽ انتهائي ترقي يافته ملڪ هو. سنڌ جا ماڻهو خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندا هئا ۽ فقط هڪ خدا "ورونا" [Varuna] جي عبادت ڪندا هئا. سنڌ ۾ بت پرستيءَ جي منع ٿيل هئي.

منهنجا ڏاڏاڻا سنڌي هئا. اهي ڪنهن سبب ڪري، سنڌ مان هجرت ڪري اچي سمير ۾ آباد ٿيا. سمير ڏانهن ٻين ڪيترن ئي علائقن کان به هجرتون ٿيون. خاص طور عرب جا بدو، وڏي تعداد ۾ ريگستانن ۽ جابلو علائقن مان نڪري هتي جي مختلف شهرن ۾ آباد ٿيندا ويا. انهن مهاجرن جو هڪ گروهه، جيڪو پاڻکي "اڪادي" سڏائيندو هو، آهستي آهستي سمير جي شهرن تي ڇانئجي ويو. اڪادي مهاجرن جو تعداد ڏينهان ڏينهن وڌندو ويو. ايتري قدر جو هو اڪثريت ۾ ٿي ويا ۽ سمير جي شهرن جا منتظم چونڊجڻ لڳا. اهي مهاجر "شمس" تي ايمان رکندا هئا، جيڪو اڪادي قبيلي جو خدا هو. انهن مهاجرن، سمير ۾ آباد ٿيڻ کانپوءِ اسانجي خدائن کي به ڪنهن حد تائين قبول ڪيو.

تقريباً 2500 ق م ۾ شهر "ڪش" [Kish] جي هڪ منتظم "اٽانا" [Etanna]، جيڪو اڪادي مهاجر هو، بادشاهت جو اعلان ڪري ڇڏيو. ان واقعي کان اڳ، شايد دنيا ۾ ڪنهن به ٻي شخص بادشاهه ٿيڻ جي دعوا نه ڪئي هئي، ان ڪري اٽانا دنيا جو پهريون بادشاهه سڏجڻ لڳو. اٽانا جي بادشاهه ٿيڻ سبب، ٻين شهرن جا

منتظم بہ آهستي آهستي پاڻکي بادشاهہ ڪوٺائڻ لڳا. ان صورتحال سبب، جڏهن اٿانا جي اقتدار لاءِ خطرا وڌڻ لڳا تہ هن "فوجي" ڀرتي ڪرڻ شروع ڪيا تہ جيئن طاقت ڪي طاقت سان ٽوڙي سگهجي. اهڙيءَ ريت انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو "فوجي ادارو" وجود ۾ آيو. فوجي قوت حاصل ٿيڻ سبب، اٿانا نہ فقط لامحدود اختيارن جو مالڪ ٿي پيو بلڪ طاقت جو محور، مرڪز ۽ سرچشمو بڻجي ويو.

بادشاهہ جي حيثيت ۾، لامحدود اختيارن سبب اٿانا، عام ماڻهن جي ملڪيت، زندگي ۽ موت تي بہ قادر ڪوٺائڻ لڳو. اهو انساني تاريخ جو سڀ کان وڏو حادثو هو جنهن تحت عوام جي بجاءِ هڪ بادشاهہ طاقت جو سرچشمو بڻجي پيو. ان بدعت جي حفاظت ۽ نگرانيءَ جو ڪم فوجي اداري جي حوالي ڪيو ويو.

فوجي ادارو ناهڻ سبب، اٿانا فتوحا ت جو سلسلو بہ شروع ڪري ڏنو ۽ سمير جي ڪبترن ئي آزاد ۽ خودمختيار شهرن تي قبضو ڪري ورتو. ڪجهہ عرصي بعد، اٿانا "خدا" هئڻ جي بہ دعوا ڪئي ۽ عوام کي حڪم ڏنو تہ هو هنجي عبادت ڪن. اهڙيءَ ريت انساني تاريخ ۾ ٻي "بدعت" جنم ورتو. خدا ڪوٺائڻ سبب، بادشاهہ جو هر حڪم خدا جو حڪم بڻجي پيو. ان ريت آسماني اختيارات Divine rights رکندڙ بادشاهن جي شروعات ٿي.

اٿانا عام ماڻهن کي ٻُڌايو تہ آسمانيَ خدائن هنکي زمين تي حڪومت ڪرڻ لاءِ چونڊيو آهي. اٿانا اهو بہ ٻڌايو تہ شمس خدا هنئي بيحد مهربان آهي، جنهن سان ملاقات جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ هو آسمان تي ويو، جتي هنکي جنت جو بہ ديدار ڪرايو ويو. اٿانا کي آسمان تائين پهچائڻ جو ڪم هڪ پکي شهباز [Eagle] ڪيو، جيڪو هڪ خاص منزل تي پُڄڻ ڪانپوءِ ٻهي رهيو. اڳتي وڌڻ سان هنجا پَرَ سڙڻ جو خطرو هو.

اتانا کانپوءِ، سمير ۾ بادشاهت ۽ فوجي اداري مضبوط ۽ مستحڪم حيثيت اختيار ڪري ورتي. هر ايندڙ بادشاهه لاءِ لازمي ٿي پيو تہ هو فوجي اداري کي وڌ کان وڌ طاقتور بڻائي تہ جيئن نہ فقط اقتدار قائم ۽ دائم رکي سگهجي بلڪ ٻين کان اقتدار، سرحدون ۽ دولت ڦري طاقتور، مالدار ۽ وڏو بادشاهه ٿي سگهجي.

اُرڪ [Uruk] جي بادشاهه گلگامش [Gilgamesh] فوجي حملن کان بچڻ لاءِ پنهنجي شهر جي چوگرد وڏي ڀت ڪٽائي. هي حاڪم اڪادي مهاجر هو، جنهن خدا هئڻ جي دعوا پڻ ڪئي ۽ فوجي قوت سان ماڻهن کي دٻائي، هيسائي مجبور ڪيو تہ هو هنجي عبادت ڪن. هن بادشاهه اهو بہ حڪم جاري ڪيو تہ شاديءَ واري پهرين رات هر ڪنوار کي هن جي بستر تي آندو وڃي.

2350 ق م ۾ هڪ ش ٠ي رياست ڪش [Kish] جو بادشاهه اُر زبابا [Ur-Zababa] ىو، جيڪو پاٽڪي خدا سڏائيندو هو. هن بادشاهه کي سندس محل ۾ ڪم ڪندڙ هڪ نوڪر "سارگن" [Sargon] يا شا رڪن [Sh a-Rrukin] قتل ڪري بادشاهت تي قبضو ڪري ورتو. سارگن اڪادي مهاجر هو. چون ٿا تہ قتل جي ان سازش ۾ بادشاهه جي زال "اشتر" [Ishtar] سارگن سان جُٽ هئي، جنهنکي خدا جي زال بلڪ هڪ ديوي هئڻ جو درجو بہ حاصل هو. ۾ اشتر سارگن جي زال ۽ راڻي ٿي وئي.

روايت مطابق، سارگن اقتدار تي قبضو ڪرڻ کان اڳ بادشاهه جي محل ۾ پخالي هو ۽ پاڻي ڀريندو هو. بعد ۾ هنکي شاهي باغ جو مالي ناهيو ويو، جتي هنجي ملاقات راڻي اشتر سان ٿي. اڳتي هلي اها ملاقات دوستيءَ ۾ بدلجي وئي.

سارگن، رياست ڪش جي اقتدار تي قبضو ڄمائڻ کانپوءِ، ارڪ [Uruk] شهر جي بادشاهه "لوگل ذگيسي" [Lugal Zagesi] تي

ڪاهي ويو، جيڪو سمير جي ڪيترن ئي شهري رياستن تي اڳ ۾ ئي قابض ٿي چڪو هو ۽ پاڻکي طاقتور بادشاهه سڏائيندو هو. زبردست جنگ ڪانپوءِ بادشاهه لوگل ذگيسي گرفتار ٿي پيو. سارگن، هنکي ڪتي جو پٽو وجهي، محل کان ٻاهر زنجيرن سان ٻڌي ٻهاري چڙيو. ڪيترن ئي ڏينهن ڪانپوءِ هنکي ڪتي وانگر ڳهلي، مقدس شهر "نيپور" آندو ويو، جتي خدا اين لل جي وڏي عبادتگاه سان لڳ قربانگاه ۾ لوگل ذگيسيءَ کي خدا جي راهَ ۾ ڪُٺو ويو. اهڙيءَ ريت، سارگن سمير جي ڪيترن ئي شهري رياستن تي قابض ٿي ويو ۽ پاڻکي شهنشاهه سڏائڻ لڳو. سارگن جي وڌندڙ قوت سبب، سمير جون باقي شهري رياستون خوف ڪائڻ لڳيون. رياست اُر، لگاش ۽ اما [Umma] گڏجي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو "ڪنفيڊريشن" قائم ڪئي ته جيئن سارگن جو مقابلو ڪري سگهجي. هنن زبردست فوجي تياريون شروع ڪري ڏنيون. جڏهن سارگن کي اها خبر پيئي ته هو پنهنجي فوجن سميت مٿي چاڙهيل شهرن تي ڪاهي ويو ۽ اتي اينتري ته تباهي مچايائين جو انجو مثال هن کان اڳ ڪٿي به نٿو ملي. شهرن کي باهيون ڏيئي، ماڻهن جو قتلِ عام ڪرايائين. سارگن جي انهن ظالمانه ڪارروائين سبب سمير جون سڀ رياستون دهلجي ويون. هنن سڀني گڏجي سارگن جي اطاعت قبول ڪئي ۽ کيس پنهنجو شهنشاهه مڃيو. جيئن ته سارگن کان اڳ دنيا ۾ ڪنهن به شخص شهنشاهه هئڻ جي دعوا نه ڪئي هئي، ان ڪري سارگن دنيا جو پهريون شهنشاهه بڻجي ويو. ان وقت سارگن جي سلطنت جو دارالحڪومت اُرڪ شهر هو، جتان هو دارلحڪومت کي "اگاد" شهر ڏانهن ڪٽائي ويو، جتي هنجي هم نسل اڪادي مهاجرن جي اڪثريت آباد هئي.

هاڻ سارگن، سمير جي مذهب کي تبديل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اعلان ڪيائين ته عظيم خدا "اين" تي هنجي پُٽ اين لل کي فتح

حاصل ٿي ويئي آهي. خدا اين جا سمورا اختيار ۽ قدرت هاڻ اين لل کي حاصل ٿي ويئي آهي. ان ڪري سمير جا سڀ ماڻهو خدا اين بدران فقط هنجي پُٽ اين لل جي عبادت ڪن، جيڪو خدائن جو خدا، بادشاهن جو بادشاهه ۽ انساني تقدير تي قادر ٿي چڪو آهي.

سميري مذهب ۾ بنيادي فرق آڻڻ کانپوءِ سارگن اهو به اعلان ڪيو ته هاڻ فقط خدا اين لل کي اهو اختيار حاصل آهي ته هو جنهنکي به چاهي دنيا ۾ بادشاهت عطا ڪري. هن کان اڳ دنيا ۾ بادشاهت ڏيڻ جو اختيار خدا اين کي حاصل هو ۽ هنجي پُٽ اين لل کي فقط هوائن ۽ طوفانن جو خدا سمجهيو ويندو هو.

سمير جي سيني رياستن تي قابض ٿيڻ کانپوءِ سارگن سڄي دنيا تي قبضو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هنجون فوجون سمير کان هزارين ميل پري تائين علائقا فتح ڪنديون اڳتي وڌنديون ويون. جيڪي به آباد علائقا، هنن کي معلوم ٿي سگهيا، انهن تي سارگن جي فوجن قبضو ڪري ورتو. اهي جنگيون مجموعي طور دنيا جي پهرين "عالمي جنگ" برابر هيون، جنهن ۾ تقريباً دنيا جي سڀني قومن کي پنهنجي آزادي بچائڻ لاءِ سارگن جي فوجن سان وڙهڻو پيو. پر سڀ قومون هارائي ويون. نتيجي طور، سارگن جو اتر ۾ موجوده شام، ترڪي، لبنان کان وٺندي يونرچ سمنڊ، اولهه ۾ موجوده ايران، عمان ۽ فارس، مڪران جي ساحلي علائقن، پسني، گوادر کان سنڌ جي سرحدي علائقن تائين قبضو ٿي ويو. فتوحات جي ان عمل دوران، سارگن جي فوجن دنيا جا گهٽ ۾ گهٽ 65 شهر يا 65 شهري سلطنتون صفحه هستيءَ تان ميساري ڇڏيون.

ڪيترن ئي شهرن ۾ ماڻهن جو "قتلِ عام" ڪرايو ويو. چون ٿا ته ايراني نار جي علائقن ۾ ان حد تائين انساني خون وهايو ويو جو سمنڊ جو پاڻي ڳاڙهو ٿي پيو. سارگن، ان رت هاڻي پاڻيءَ ۾ پنهنجي

تلوار کي ٻوڙي دانهن ڪئي ۽ چيو تہ "اج منهنجي تلوار جي اُج لٿي آهي. دنيا کي ياد رکڻ گهرجي تہ سارگن جي تلوار ان وقت تائين نيام ۾ نہ ٿي ويجي، جيستائين انساني رت جا دريا وهي نہ ٿا هلن."

سارگن جي فوجن، فتح ڪيل علائقن جي ماڻهن کان مال دولت ڦري ۽ هزارين عورتون، ٻار ۽ نوجوان ڇوڪرا اغوا ڪيا. ڦر ڪيل مال دولت، عورتن، ٻارن ۽ نوجوانن کي ٻاڻيءَ جي جهازن ذريعي سارگن جي دارالحڪومت "اگاد" آندو ويو. اهڙي طرح انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو حڪومت، فوجي اداري جي معرفت، اغوا، قتل، ڦر، ڌاڙي ۽ ٻين ڏوهن ۾ ملوث ٿي. بلڪ اهي ڏوهہ معاشري جو لازمي حصو قرار ڏنا ويا. جيئن تہ عدالتي نظام حڪومت جي ماتحت هو، ان ڪري حڪومتي ڏوهہ، ناقابلِ سزا قرار ڏنا ويا. حاڪم طرفان ڪيل فوجي ڪارروائين، قتل، اغوا، ڦر، ڌاڙن ۽ ٻين ڏوهن لاءِ عدالتن جا دروازا بند ڪيا ويا. فوجي ادارو وجود ۾ اچڻ سبب طاقت جو توازن ٽُٽي پيو، عام معاشري ۾ باقي اهڙي ڪابہ قوت نہ بچي جا بادشاهن ۽ فوجي ادارن کي ڏوهہ ڪرڻ کان روڪي سگهي. اهڙيءَ ريت فوجي ادارو ۽ بادشاهت "بديءَ" جي علامت بڻجي پيا.

سارگن جي فتوحات ۽ مسلسل فوجي ڪارروائين سبب سڄي دنيا ۾ عام مُهذب زندگي، شهري سڪون، امن و امان، ۽ انساني رشتا ناتا، مِٽيون مائٽيون ٽُٽڻ لڳيون. اغوا جي ڪارروائين سبب جوان ڇوڪريون ۽ عورتون پنهنجي مائٽن ۽ وارثن کان وِڇڙڻ لڳيون. ڌيءَ ماءُ کان، پيءُ ٻارن کان ۽ زالون پنهنجي مڙسن کان جُدا ٿينديون ويون. مجبور ۽ بي سهارا ڇوڪريون ۽ عورتون، جيئڻ ڪاڻ جسم فروشيءَ لاءِ مجبور ڪيون ويون. ان صورتحال، اخلاقيات کي مفلوج ڪري "فحاشيءَ" کي جنم ڏنو ۽ تاريخ ۾ پهريون ڀيرو "چڪلا" وجود ۾ آيا. جيڪڏهن دنيا ۾ بادشاهت ۽ فوجي ادارا وجود ۾ نہ اچن ها ۽

فتوحات جا سلسلا شروع نہ ٿيا ها تہ هوند انسان ذات کي ايڏا ڏک ۽ اهنج ايذاءَ ڏسڻا نہ پون ها.

جڏهن سارگن جون فوجون سنڌ جي سرحدي علائقن تي قابض ٿيون ان وقت سنڌ، دنيا جو پهريون مُهذب، ترقي يافتہ ۽ امير ترين ملڪ هو. سنڌ جون سرحدون پنج لک چورس ميلن تائين پکڙيل هيون. علم و ادب، زراعت، صنعت، فنِ تعمير، شهري منصوبہ بندي ۽ ٻين ڪيترن ئي شعبن ۾ سنڌي قوم جو دنيا ۾ ڪوبہ ثاني نہ هو. سارگن جو ملڪ "سمير ۽ اڪاد" ان وقت، نيم قبائلي دؤر مان گذري رهيو هو. هتي جا ماڻهو اڃا ڪپڙا پائڻ بہ چڱيءَ طرح نہ سکيا هئا ۽ نہ هنن کي پڪا گهر اڏڻ ايندا هئا. جڏهن تہ سنڌ ۾ باقاعدي شهري منصوبہ بنديءَ هيٺ جديد شهر اڏيل هئا. ماڻهو پڪين سرن سان گهر ناهيندا هئا. ان وقت، سنڌ دنيا جو واحد ملڪ هو جنتي ڪپهہ جي پوک ڪئي ويندي هئي ۽ هتي ڪپهہ مان ڌاڳو ۽ ڪپڙو اُڻڻ لاءِ اَرٽ ۽ آڏاڻا ايجاد ٿي چڪا هئا. ڪپڙي کي رنگڻ ۽ ان تي ڇپائيءَ جو ڪم هتي عام هو. سنڌ جو ڪپڙو پري پري ڏورانهين ملڪن ڏانهن برآمد ڪيو ويندو هو. پرڏيهي ملڪن جا ماڻهو، سنڌ جي ڪپڙي کي وڏي فخر ۽ شان مان سان خريد ڪندا هئا. ان ڪپڙي ۾ ململ کي خاص اهميت حاصل هئي، جنهنکي "سنڌو" سڏيو ويندو هو.

سنڌ جا ماڻهو ڪيترائي ڌاتو ڳاري ان مان مختلف قسم جا اوزار، هٿيار ۽ ٻيون شيون ناهيندا هئا. اهڙو فن، دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ حصي تائين نہ پهتو هو. چيڪي مٽيءَ مان ٿانوَ ناهڻ، انهن تي نقش نگاري ۽ ڪاشي چاڙهڻ جو فن پڻ سنڌ ۾ عام هو. گهرَ جي ڇت ۾ ڪاٺ، پڪي سِر ۽ گاري جو استعمال بہ فقط سنڌ جا ماڻهو ڄاڻندا هئا. سارگن کي سنڌ جي علم، هنروفن بابت چڱي طرح ڄاڻ هئي ۽ هو سنڌ جي شاندار ۽ بي مثال ترقيءَ کان بيحد متاثر هو. هن پنهنجي

ملڪ ۾ سنڌ جهڙا شهر اَڏڻ جو فيصلو ڪيو. سنڌ جي سرحدي علائقن ڪان موٽ ڪائڻ وقت، سارگن سنڌ جا ڪيترا ئي هنرمند، ڪاريگر، عالم، اديب، هاري، معمار ۽ انجنيئر پاڻ سان گڏ ڪٺي ويو. انهن جي نگرانيءَ هيٺ سمير ۽ اڪاد ڪي نئين سر اَڏڻ جو حڪم ڏنائين. نتيجي طور، پهريون ڀيرو سمير ۾ پڪي سرن جا گهر تعمير ٿيڻ لڳا. مختلف خدائن، ديوي ديوتائن جون عبادتگاهون، ڪاشي ۽ شيشي جي ڪم سان تيار ڪرايون ويون. خاص طور "اگاد" شهر ڪي، نئين سر، جديد انداز ۾ اَڏيو ويو، جيڪو سارگن جي سلطنت جو دارالحڪومت هو.

سنڌ جي ماڻهن، سُمير ۽ اڪاد ۾ پهريون ڀيرو اها ڄاڻ ڏني ۽ تبليغ ڪئي تہ خدا واحدلاشريڪ آهي، جنهنجو ڪو ثاني ناهي. نتيجي طور، اڳتي هلي سُمير جو هڪ شهر "اُر" خدا جيٰ وحدانيت جي نظريہ جو مرڪز بڻجي ويو.

سنڌ جي ماڻهن، سمير ۽ اڪاد ۾ پهريون ڀيرو ڏڳي گاڏي، اُٺ گاڏي ۽ گهوڙا گاڏي متعارف ڪرائي. ان سان گڏ زيور، هار سينگهار جو سامان، چوڙيون، اٽو پيهڻ لاءِ جَنڊُ ۽ پيون شيون ناهڻ جو هنر، هتي جي ماڻهن کي سيکاريو. سنڌ جي ماهرن جي نگرانيءَ هيٺ، سمير ۽ اڪاد ۾ پهريون ڀيرو فني اسڪول قائم ٿيا جتي ماپ تور جو نظام، تجارتي ڪوڙا، اعشاري نظام، سٺ جي ڪوڙي جو نظام، هڪ ڪلاڪ ۾ سٺ منٽ، هڪ منٽ ۾ سٺ سيڪنڊ ۽ دنيا کي 360 جي زاوئي تي وَنڊَ ڪرڻ جو نظام، واڍڪو ۽ رازڪو ڪم سيکاريو ويو. ڪاٺ چيرڻ ۽ ڪاٺ مان فرنيچر ناهڻ جو ڪم خصوصي طور سيکاريو ويو جيڪو سنڌ ۾ عام هو. سنڌ جا ماڻهو پنهنجي مصنوعات تي، سڃاڻپ جي نشان طور ٽريڊ مارڪ هڻندا هئا. ان لاءِ هو پٿر ۽ ڪاٺ مان نهيل مُهرون استعمال ڪندا هئا. اهڙي قسم جون

مُهرون، پهريون پيرو سمير ۾ بہ متعارف ڪيون ويون. سارگن کي اهي مُهرون بيحد پسند هيون. هن پنهنجي لاءِ خاص قسم جون مُهرون سنڌ جي ڪاريگرن کان تيار ڪرايون جيڪي شاهي فرمان جاري ڪرڻ وقت استعمال ٿيڻ لڳيون.

سارگن، زراعت کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سنڌ جي زرعي ماهرن ۽ انجنيئرن جي نگرانيءَ هيٺ، سمير ۽ اڪاد ۾ نوان واهہ کوٽڻ جو حڪم ڏنو. کوٽائيءَ جو ڪم جنگي قيدين کان ورتو ويو. جڏهن کوٽائيءَ لاءِ جنگي قيدي پورا نہ پيا تڏهن سارگن حڪم ڏنو تہ مفتوحہ علائقن مان ماڻهن کي اغوا ڪري سمير ۽ اڪاد ۾ آندو وڃي تہ جيئن انهن کان بيگار وٺي سگهجي. انهن اغوا ڪري آندل ماڻهن کان نہ فقط واهہ کوٽايا ويا پر بادشاهہ لاءِ محلات، خدائن ۽ ديوي ديوتائن لاءِ عبادتگاهون ۽ شهرن جي چوگرد وڏيون پٽيون بہ ڪٽايون ويون. اهڙي طرح انساني تاريخ ۾ پهريون پيرو بيگار، جبري پورهيو ۽ ”غلامي“ جي ابتدا ٿي.

# خدا شمس جو دؤر

دنيا جو فاتح ٿيڻ کانپوءِ سارگن، سمير جو ٿيون پيرو مذهب، مڪمل طور تبديل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيئن تہ "شمس" اڪادي قبيلي جو خدا هو، ان ڪري سارگن پنهنجي معمولي درجي جي خدا شمس بابت اعلان ڪيو تہ هو دنيا جو سڀ کان وڏو خدا ٿي ويو آهي. شمس کي هاڻ سڀني خدائن تي فوقيت حاصل ٿي چڪي آهي. ان ڪري سارگن دنيا جي سڀني مفتوحہ قومن کي حڪم ڏنو تہ هو هاڻ شمس کي عظيم ترين خدا سمجهن ۽ انجي عبادت ڪن. سارگن، سمير جي خدا اين، اين لل ۽ اينڪيءَ جي ٺمورتي رد ڪري هڪ نئين ٺمورتي ظاهر ڪئي جنهن ۾ خدا شمس، انجي ڌيءَ اشتر [Isht?r] ۽ پٽ سِن [Sin] ڏيکاريا ويا.

نوان خدا ۽ نئون مذهب مڙهڻ سان گڏ، سارگن سميري ٻوليءَ جي جاءِ تي، پنهنجي قبائلي ٻولي "اڪادي" کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو. سارگن جي ان فيصلي سبب، سميري ٻوليءَ جو وجود خطري ۾ پئجي ويو، جيڪا ان وقت دنيا جي سڀ کان وڏي ٻولي هئي. سارگن جي ان عمل سبب، دنيا ۾ پهريون پيرو ٻولين جو عروج ۽ زوال فاتحن جي عروج ۽ زوال سان ڳنڍجي ويو. جيئن تہ اڪادي ٻوليءَ کي رسم الخط نہ هو، ان ڪري سميري رسم الخط "ڪيوني فارم" ۾ اڪادي ٻوليءَ کي لکڻ جو انتظام ڪرايو ويو.

سارگن، تقريباً 56 سال حڪومت ڪئي ۽ فوجي قوت سان پنهنجي مذهب ۽ اڪادي ٻوليءَ کي تمام پري پري ڏورانهن علائقن تائين پهچائي ڇڏيو. سارگن جي مرڻ کانپوءِ، هنجا ٻه پُٽ، هڪ ٻئي پٺيان سندس وسيع سلطنت جا شهنشاهه ٿيا.

جڏهن 2292 ق م ۾ سارگن جو پوٽو "نرم سن" [Naramsin] شهنشاهه ٿيو ته هن تخت تي وهڻ شرط خدا هئڻ جي دعوا ڪئي ۽ اعلان ڪيو ته خدا شمس هن کي شهنشاهت سان گڏ خدائي به عطا ڪئي آهي. ان ڪري زمين تي رهندڙ سڀئي ماڻهو خدا شمس سان گڏ هن جي به عبادت ۽ اطاعت ڪن. هن جي هر حڪم کي خدا جو حڪم بلڪ حرفِ آخر سمجهن.

نرم سن طرفان خدائي دعوا ڪرڻ سبب هن جي سلطنت ۾ ڏڦيڙ پئجي ويو. عام ماڻهو هڪ نئين خدا ۾ ڦاسي پيا. پر فوجي قوت، سخت سزائن، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ سبب، عام ماڻهن لاءِ ان کانسواءِ ٻيو ڪو چارو نه هو ته هو نرم سن کي خدا ڪري مڃين، هنجي عبادت ڪن ۽ هنجا حڪم، خدا جا حڪم سمجهي قبول ڪن. اها مذهب ۽ خدائن جي آڙ ۾ مفتوحه قومن کي مسلسل "روحاني غلاميءَ" ۾ جڪڙي رکڻ جي ابتدا هئي.

نرم سن لڳ ڀڳ چاليهه سال حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي دؤر ۾ اڪادي مذهب، ٻولي ۽ تهذيب و تمدن کي ڏاڍو زور ورتايو. هي خدا 2255 ق م ۾ قتل ڪيو ويو. هنجي قتل ٿيڻ سان، دنيا جي پهرين عظيم اڪادي سلطنت تمام تيزيءَ سان ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ لڳي. ڪيترن ئي قومن اڪادي غلاميءَ مان جان ڇڏائي آزاديءَ جو اعلان ڪيو. آزاديءَ جي انهن تحريڪن کي چٿڻ لاءِ اڪادي فوجون هر طرف ڪاهي پيون ۽ هنن ڏاڍا ڪِيس ڪيا. بيشمار بيگناهه ماڻهو بيدرديءَ سان ماريا ويا. ڪيترين ئي قومون، عزت ۽ زندگي بچائڻ خاطر پنهنجا اباڻا پَٽ ڇڏي

مختلف محفوظ علائقن ڏانهن لڏي ويون. انهن وڏين هجرتن سبب، ڪيترائي نوان نوان غير آباد علائقا پهريون ڀيرو آباد ٿيڻ لڳا جن مان اڳتي هلي نوان نوان شهر ۽ ملڪ وجود ۾ آيا.

فوجي قتل و غارت ۽ هجرتن جو عمل هڪ وڏي عرصي تائين اڪادي سلطنت ۾ جاري رهيو. اهڙين حالتن دوران، سمير جي هڪ شهر "اُر" [Ur] سان لڳ هڪ ننڍڙي ڳوٺ "اُر قاصدم" [Ur-Kasdim] ۾ هڪ عظيم هستي حضرت ابراهيم جو جنم ٿيو جنهن اڳتي هلي خدا واحدلاشريڪ ۽ خدا جي دين بابت تبليغ شروع ڪئي. مونکي ٻڌايو ويو ته حضرت ابراهيم بت پرستيءَ جي سخت خلاف هو ۽ هن اُر ۾ قائم خدا اين لل جي مندر ۾ رکيل ڪيترائي بُت ڀڃي ڇڏيا. چون ٿا ته ان عمل سبب کين باهه ۾ جيئرو ساڙڻ جي سزا ڏني ويئي. اهڙي ڏکي منزل پار پوڻ کانپوءِ حضرت ابراهيم هجرت ڪري هران [Haran] ڏانهن هليو ويو، جيڪو چنڊ جي خدا "سن" [Sin] جي نسبت سان هڪ مقدس ترين شهر سمجهيو ويندو هو. ان شهر ۾ حضرت ابراهيم خدا جي وحدانيت ۽ دينِ حق جي تبليغ ڪئي. پر ٿوري ئي عرصي ۾، هي شهر به کين ڇڏڻو پيو. پاڻ، پنهنجي گهر ڀاتين سميت مختلف علائقن کان ٿيندا مصر پهتا جتي فرعون جا سپاهي سندن زال "ساره" کي فرعون وٽ کڻي ويا. فرعون، حضرت ابراهيم کي سندس زال موٽائي ڏني. پاڻ مصر کي ڇڏي ڪنعان ۾ اچي آباد ٿيا. انهن مسلسل هجرتن سبب حضرت ابراهيم ۽ هنجي قبيلي تي اپرو [Apiru] بمعنيٰ "مهاجر" نالو پئجي ويو. ان نالي جي نسبت سان اڳتي هلي حضرت ابراهيم کي اپرو يا هبرو [Hebrew] سڏيو ويو. جيڪا ٻولي، حضرت ابراهيم ۽ هن جو قبيلو ڳالهائيندو هو، انکي به هبرو [عبراني] ڪوٺيو ويو.

ڪنعان جا رهاڪو، مصر جي عوام وانگر بعل [Baal] خدا تي

ايمان رکندا هئا. ماڻهن جي عقيدي مطابق، دنيا ۾ ٿيندڙ سموري پيداوار ۽ زرخيزي بعل خدا آڻي ٿو. ان ڪري پهرين پيداوار ڪي، خدا بعل جي راهہ ۾ ڏيڻ يا قربان ڪرڻ ضروري هو.

ماڻهو پهريون نَرُ اولاد پڻ بعل خدا جي راهَ ۾ قربان ڪندا هئا. چون ٿا تہ جڏهن حضرت ابراهيم خدا واحد جي حڪم سبب، ڪوهہ مروا [Moriah] تي پنهنجي وڏي پُٽ کي قربان ڪري رهيو هو تہ انجي جاءِ تي خداوندِ تعاليٰ دنبو نازل ڪيو. اهڙيءَ ريت، حضرت ابراهيم پُٽ جي بجاءِ دنبي جي قربانيءَ کي رائج ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾، مصر کان ڪنعان تائين ٻارن جو قتل بند ٿيڻ لڳو.

# خدا مردوڪ جو دؤر

ارڙهين صدي قبل مسيح جي وچ ڌاري، هڪ پيرو وري دنيا جا مذهب، ٻوليون ۽ تهذيبون خطري ۾ پئجي ويون جڏهن حمورابي طرفان فوجي فتوحات جا نوان ۽ وسيع سلسلا شروع ڪيا ويا. عرب ريگستان جي هن بدوءَ، جنهنجو تعلق آمور قبيلي سان هو، 1750 ق م ۾ سمير ۽ اڪاد تي قبضو ڪيو ۽ هن ملڪ جو نالو ٻيرائي بيبي لونيا (Babylonia) رکيو. شهر بابل کي حمورابيءَ پنهنجي سلطنت جو دارالحڪومت ناهيو.

حمورابيءَ فتوحات جا سلسلا جاري رکيا ۽ هو تمام تيزيءَ سان موجوده عراق، ايران، شام، لبنان، فلسطين کان وچ ايشيا تائين، ڪيترن ئي علائقن تي قابض ٿي ويو. انهن علائقن ۾ رهندڙ قومون، گذريل ڇهه سؤ سالن کان، گهڻي ڀاڱي سارگن جي مذهب جي خدائن تيْ ايمان رکنديون هيون. خاص طور شمس کي، سڀ کان وڏو ۽ طاقتور خدا سمجهي، انجي عبادت ڪنديون هيون. اهي قومون، سارگن جي اڪادي ٻولي ڳالهائينديون هيون. تمام ڊگهو عرصو گذرڻ سبب، اڪادي ٻولي انهن قومن جي مادري ٻولي ٿي چڪي هئي. هاڻ انهن علائقن جو نئون فاتح حمورابي جيئن تہ "مردوڪ" (Marduk) تي ايمان رکندو هو، جيڪو هنجي قبيلي جو خدا هو، ان ڪري سيني مفتوحہ قومن کي

حڪم ڏنو ويو تہ پنهنجا خدا ڇڏي فقط مردوڪ کي مڃين ۽ انجي عبادت ڪن. حمورابيءَ اعلان ڪيو تہ مردوڪ دنيا جي باقي سڀني خدائن کي شڪست ڏئي انهن تي فتح حاصل ڪئي آهي، ان ڪري هاڻ هو سڀني خدائن کان افضل ۽ ناقابلِ شڪست قوت بڻجي چڪو آهي. حمورابيءَ اهو بہ ٻڌايو تہ زمين تي بادشاهت ڏيڻ جي قوت هاڻ خدا مردوڪ کي حاصل ٿي چڪي آهي، جنهن هنکي روءِ زمين تي بادشاهت ڪرڻ لاءِ چونڊيو آهي. هن ڪان اڳ چيو ويندو هو تہ زمين تي بادشاهت عطا ڪرڻ جي قوت شمس ۽ اين لل خدائن کي حاصل هئي. حمورابيءَ پنهنجي اها ڳالهہ مڃرائڻ خاطر سمير ۽ اڪاد جي ٻن بادشاهن ”ابي سن“ ۽ ”ابي ارارا“ کي مقدس شهر نيپور ۾ اين لل خدا جي مندر ۾ ذبح ڪرائي ڇڏيو. اهي ٻئي بادشاهہ جيڪي هن وٽ قيدي هئا ۽ ان ڳالهہ جا دعويدار هئا تہ ڪين اين لل خدا بادشاهت عطا ڪئي هئي.

حمورابيءَ نيپور جي مندر مان اين لل خدا جو مجسمو ڪڍائي، انجي جاءِ تي مردوڪ خدا جو مجسمو لڳرائي ڇڏيو ۽ چيائين تہ تلوار جي زور تي جهاد ڪرڻ وارن کي مردوڪ خدا بيحد پسند ڪري ٿو. ان ڪري مردوڪ جي راهہَ ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ سڀ ماڻهو متحد ٿي وڃن تہ جيئن وڌ کان وڌ فتوحات ڪري سگهجن ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن کي مردوڪ جي راهِ حق تي آڻي سگهجي. حمورابيءَ پنهنجي دارالحڪومت بابل ۾ مردوڪ لاءِ هڪ مرڪزي عظيم الشان عبادتگاهہ تعمير ڪرائي ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو باقاعدگيءَ سان مردوڪ جي عبادت ڪن. ان ريت بابل ”خدا جو شهر“ پڻ بڻجي ويو.

حمورابيءَ پنهنجي قبائلي مذهبي نظرين کي مڪمل مذهب جو درجو ڏيڻ لاءِ ڪيترائي اهم فيصلا ڪيا. هن اڪادي مذهب جي ٽمورتي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو، جنهن ۾ شمس، اشتر ۽ سن خدا شامل هئا. انهن جي جاءِ تي مردوڪ هڪ نئين ٽمورتي پيش ڪئي

جنهن ۾ مردوڪ، هنجو پُٽ ”نبو“ [Nabu] ۽ زال ارورو [Aruru] شامل ڪيا ويا. نبو کي حڪمت، دانائي، دورانديشيءَ جو خدا ۽ زمين تي انسانن جي قسمت تي قادر ڄاڻايو ويو. هن کان اڳ اهڙا اختيارات اين خدا جي پُٽ اين لل کي حاصل هئا. مردوڪ جي زال ارورو کي زمين جي معاملن جي ديوي ظاهر ڪيو ويو.

حمورابيءَ جو چوڻ هو تہ زمين تي انسانن جي پيدائش مردوڪ خدا ۽ هنجي زال ارورو جي ميلاپ سبب ٿي. جنهن وقت مردوڪ ۽ ارورو ميلاپ ڪري رهيا هئا، ان وقت شيطاني قوت جو ديوتا ”ڪنگو“ پڻ ان عمل ۾ شريڪ ٿي ويو. نتيجي طور جيڪو پهريون انسان پيدا ٿيو، ان ۾ شيطانيت جو عنصر شامل ٿي ويو. حمورابيءَ اهو بہ چيو تہ مردوڪ خدا شيطاني قوت جي ديوي ”تيامت“ کي هڪ ئي ڌڪ سان ٻہ ٽڪر ڪري ڇڏيو. جنهن جي هڪ ٽڪر مان زمين ۽ ٻي مان آ..ان ٺهيو. ان واقعي کي ورجائڻ لاءِ هر سال هڪ مذهبي رسم ادا ڪئي ويندي هئي، ان تحت بادشاهہ پاڻ پنهنجن هٿن سان ڪنهن بہ هڪ عورت کي تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان ٻہ اڌ ڪندو هو.اها رسم سوين سالن تائين جاري رهي.

حمورابيءَ، زرخيزي ۽ پيداوار وڌائڻ لاءِ هڪ ٻي مذهبي رسم جو بنياد وڌو. هن جو خيال هو تہ هر شئي جنسي ميلاپ جي نتيجي ۾ پيدا ٿئي ٿي، ان ڪري پوري سلطنت ۾ هر سال ”جنسي ميلاپ جو جشن“ ملهائڻ لاءِ وڏي پيماني تي انتظام ڪيا ويندا هئا. اهو جشن ٻارنهن [12] ڏينهن هلندو هو. ان دوران، بادشاهہ مختلف عبادتگاهن ۾ اميرن ۽ وزيرن جي ڌيئرن ۽ زالن سان جنسي ميلاپ ڪندو هو. عام ماڻهن کي بہ اجازت هئي تہ هو عبادتگاهن جي ٻاهران، ميدانن ۾ من پسند عورتن سان جنسي ميلاپ ڪن تہ جيئن مردوڪ خدا خوش ٿي زرخيزي ۽ پيداوار ۾ اضافو ڪري.

حمورابيءَ عام ماڻهن کي انصاف مهيا ڪرڻ لاءِ انساني تاريخ ۾ پهريون ڀيرو وڏي پيماني تي قانون تيار ڪرايا ۽ انهن تي عمل ڪرائڻ لاءِ "عدالتون" قائم ڪيون. هن جو چوڻ هو ته اهي قانون هن کي مردوڪ خدا طرفان عطا ٿيا آهن. اهي خدا جا ناهيل قانون آهن، ان ڪري عوام تي لازم آهي ته هو انهن جي پابندي ڪن. جيڪي ائين نه ڪندا انهن کي هن دنيا ۽ زيرِ زمين دنيا ۾ سخت سزائون ڀوڳڻيون پونديون.

حمورابيءَ کانپوءِ سوين سالن تائين هنجي ڏنل مذهب ۽ قانونن تي مسلسل عمل ٿيندو رهيو. عام ماڻهو خدا اين، اين لل، اينڪي ۽ شمس کي ڇڏي، مردوڪ خدا جي عبادت ڪندا رهيا.

تقريباً 1600 ق م ۾ اناطوليا [موجوده ترڪي] جي جابلو علائقن مان جنگجو آريا قبيلي "هتائيٽس" [Hittites] بابل تي حملو ڪري، اتي زبردست ڦرلٽ ۽ قتلام ڪرڻ کانپوءِ، سڄي شهر کي برباد ڪري ڇڏيو. موٽ کائڻ وقت، هو پاڻ سان خدا مردوڪ جو مجسمو ۽ هنجي عبادتگاهه ۾ رکيل هيرا جواهر ۽ ٻيو قيمتي سامان کڻي ويا.

هتائيٽس، وچ ايشيا جا مهاجر هئا، جن اوڻهين صدي قبل مسيح کان اناطوليا جي علائقن ڏانهن هجرتون شروع ڪيون هيون. آهستي آهستي هي، ان خطي جا مالڪ بڻجي ويا. انهن آريا مهاجرن جي هڪ شاخ سنڌ ڏانهن هجرت ڪري ويئي، جتي هنن شهرن کان ٻاهر پسگردائيءَ ۾ آباد ٿيڻ شروع ڪيو. بهرحال، هتائيٽس جي ڦُرلٽ ۽ تباهيءَ سبب بيبي لونيا ۾ سخت انتشار، خوف ۽ بي وسي پيدا ٿي پيئي، جنهن ماڻهن کي ڏوڙي وڌو. ان ڏکوئيندڙ حالتن ۾، ڪسائيٽ (Kassite) قبيلي جي ماڻهن بيبي لونيا تي قبضو ڪري ورتو.

ڪسائيٽ قبيلي جا ماڻهو، موجوده ايران جي علائقن هاران ۽ ڪرمان شاهه جا رهاڪو هئا جيڪي خدا "شقامونا"

(Shuqamuna) تي ايمان رکندا هئا. جڏهن ڪسائيٽ قبيلي جي ماڻهن جو بيبي لونيا تي مڪمل قبضو ٿي ويو، تڏهن هنن جي بادشاهه آگم دوم (Agum-II) عام ماڻهن کي حڪم ڏنو ته هو خدا مردوڪ کي ڇڏي شقامونا جي عبادت ڪن، جيڪو حقيقي خدا، سڀني خدائن کان افضل، طاقتور ۽ بهادر آهي. ان خدا کي پنهي جهانن تي قوت حاصل آهي.

ڪسائيٽ جي بادشاهه آگم دوم اهو به اعلان ڪيو ته مردوڪ خدا انتهائي بزدل ۽ ڪمزور هو. جيڪو نه پنهنجي حفاظت ڪري سگهيو ۽ نه انهن ماڻهن جي، جيڪي هن تي ايمان رکندا هئا. جڏهن جابلو ڏاڙيل "هتائيٽس" هن جو مجسمو چوري ڪري کڻي ويا؛ تڏهن به هي خدا ڪجهه نه ڪري سگهيو.

بيبي لونيا جو عوام هڪدم هڪ نئين خدا شقامونا کي مڃڻ لاءِ تيار نه ٿيو، ان ڪري ملڪ ۾ فساد شروع ٿي ويا. اهڙيءَ ريت آگم دوم جو اقتدار خطري ۾ پئجي ويو. بادشاهه، اقتدار بچائڻ ۽ ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي نيٺ اها اجازت ڏيئي ڇڏي ته هو پلي مردوڪ خدا جي عبادت ڪن، پر شقامونا خدا کي به مڃين. آگم دوم، ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ، هتائيٽس کان مردوڪ خدا جو مجسمو خريد ڪري، پيهر بابل جي وڏي عبادتگاهه ۾ هٽائي ڇڏيو. جيئن ته ڪسائيٽ قبيلو وڏو فاتح نه ٿي سگهيو ان ڪري هنن جو خدا شقامونا به وڏو خدا نه ٿي سگهيو.

# پڳوان اندر جو دؤر

هوڏانهن، پندرهين صدي قبل مسيح جي وچ ڌاري آريا مهاجرن، زبردست قتل و غارت ڪانپوءِ سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. آريا مهاجرن اعلان ڪيو تہ "اندر، داسين [ديسي ماڻهن] کي ماري، آرين جو رنگ محفوظ رکيو." ان موقعي تي هنن ڳئون، ڍڳي ۽ گهوڙن جي قرباني ڏني.

آرين، سنڌ جي ماڻهن کي مذهبي بنيادن تي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪ داس [غلام] ۽ ٻيا آريا [بمعنيٰ شريف النفس]. اهڙي طرح شريف النفس آرين، سنڌ جي ماڻهن کي، مذهب جي آڙ ۾ "غلام" ڪري ڇڏيو. سنڌ تي قبضو ڪرڻ دوران، جيڪي شهر ۽ وسنديون تباهہ برباد ٿيون، انهن کي ٻيهر آباد ڪرڻ جي آرين اجازت نہ ڏني.

اڳتي هلي آرين، سنڌ ۾ اندر سان گڏ اگني [Agni] ۽ سوريا خدائن کي بہ متعارف ڪرايو. ان ريت آرين، سنڌ مان "خدا جي وحدانيت" جو نظريو ختم ڪري، هتي جي عوام تي پهريون ڀيرو هڪ "تمورتي" مڙهي ڇڏي، جنهن ۾ اندر، اگني ۽ سوريا خدائن کي گڏ ڏيکاريو ويو. ان تمورتيءَ جي اچڻ سان، سنڌ ۾ پهريون ڀيرو بت پرستي شروع ٿي.

آرين، اگنيءَ کي باهہ سان منشابهت ڏني. اها باهہ جا سڀ کان اول آسمان تي سج جي روپ ۾ ظاهر ٿي. پوءِ ڪڪرن ۾ وڄ ٻڻجي

آئي. بعد ۾ اها زمين تي لٿي، جيڪا اڄ تائين انسانن جي ڪم اچي رهي آهي. اها ٻاهه ڪنواري ڇوڪرين ۾ به موجود آهي.

آرين، ڀڳوان اندر بابت ڄاڻايو ته هو سڄي ڪائنات تي قادر ۽ هر هنڌ موجود آهي. ان خدا کي ڪوبه روپ ڌارڻ جي قوت حاصل آهي. سوم رس، هن خدا جو من پسند شربت آهي.

آرين سوريا کي "سچ جو خدا" قرار ڏنو.

آرين، پنهنجي قبائلي ٻوليءَ کي سنڌ جي عوام تي مڙهي ڇڏيو جنهن کي اڳتي هلي "سنسڪرت" [پاڪ ٻولي] ڪوٺيو ويو. اها ٻولي بعد ۾، فونيشي رسم الخط (Phoenician Alphabet) ۾ لکي وئي. آرين جو پهريون الهامي ڪتاب "رگ ويد" ان ئي ٻوليءَ ۾ سنڌ اندر مرتب ٿيو.

آريا، مسلسل پنج سؤ سالن تائين سنڌ تي حڪمراني ڪندا رهيا. ان عرصي دوران، هنن برصغير هندستان تي ڪيترين ئي ڪاهون ڪيون. نيٺ، 1000 قبل مسيح ۾ هو، گنگا ۽ جمنا جي علائقن تائين قابض ٿي ويا. انهن علائقن تي مڪمل قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ آرين، هندستاني عوام کي "شودر" [انتهائي نيچ ۽ ناپاڪ] ۽ اُر ڏنو ۽ ماڻهن کان سمورا شهري حق ڦري ورتا. دنيا ۾ ڪنهن به مذهب جي آڙ ۾ ان حد تائين ڪنهن مفتوحه قوم کي ذليل ۽ خوار نه ڪيو ويو.

آرين، هندستان جي عوام کي وڏيڪ ٽن طبقن ۾ به ورهائڻ جو اعلان ڪيو. جنهن تحت، هو پاڻ خدا برهما جي حوالي سان "برهمڻ" ڪوٺائڻ لڳا. برهمڻ- بمعنيٰ انتهائي مقدس ۽ اوچي ذات وارا ماڻهو، جن خدا برهما جي ساهه مان جنم ورتو. هنن کي مذهبي توڙي قانوني طور اهو حق ڏنو ويو ته هو ڪنهن به هندستانيءَ کي ڪتي ٻليءَ وانگر ماري سگهن ٿا. ان ڏوهه جو ڪوبه پُڇاڻو نه ٿيندو.

آرين پنهنجي فوج کي ٻيو درجو ڏنو ۽ کين "ڪشتري" سڏيو.

واپاري طبقي کي ”وِش“ چئي ٽئين درجي تي آندو ويو.

جڏهن، ماڻهن کي مختلف طبقن ۾ ورهايو ٿي ويو ان وقت هندستان ۾ عورتن کي معاشري ۾ تمام مٿاهون مقام حاصل هو. آرين، هندستاني عورتن کان سمورا حق ڦري، کين غلاميءَ جي حد تائين هيٺ آندو. عورتن کي فقط مرد جي خدمت لاءِ وقف ۽ محدود ڪيو ويو. پردي جو نظام ۽ ”ستي“ ٿيڻ جي رسم جاري ڪئي ويئي. جنهن تحت عورت کي، مڙس جي مرڻ وقت، سندس لاش سان گڏ جيئرو سڙي مرڻ لاءِ پابند ڪيو ويو. بيواهه عورتن کي ٻي شادي ڪرڻ کان مذهبي طور روڪيو ويو. ڳئون کي مقدس قرار ڏئي، انکي مارڻ گناهه بلڪ ڏوهه ناهيو ويو.

آرين، هندستان ۾ هڪ نئين ٽمورتي متعارف ڪرائي جنهن ۾ برهما، شو ۽ وشنو خدا شامل ڪيا ويا. برهما کي ڪائنات جو اصل روح ۽ سرچشمو قرار ڏنو ويو. جنهن مان سڀ شيون ڦُٽن ٿيون ۽ ڦٽنديون رهن ٿيون. اهي سڀ شيون، پنهنجو مدو پورو ڪرڻ کانپوءِ واپس پنهنجي اصليت ڏانهن موٽي وڃن ٿيون.

آرين ٻڌايو ته ڀڳوان برهما خودبخود وجود ۾ آيو، جيڪو لامحدود، نظر نه ايندڙ ۽ مادي ڪانسواءِ آهي. هو امر ۽ مڪمل آهي. هن ۾ ڪابه تبديلي نٿي اچي. هو خدائن جو خدا آهي جيڪو نه ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي ۽ نه ئي هن مان ڪو پيدا ٿيو آهي. هو ازل کان آهي ۽ ابد تائين رهندو. هو وڏي قوت، قدرت وارو ۽ بي پرواهه آهي. هو سڀ کان افضل ۽ هر شئي تي قادر آهي. هن کي پنهنجي مخلوق کان بندگيءَ جي ڪابه ضرورت ناهي، بلڪ مخلوق خود هن جي بندگي ڪرڻ لاءِ مجبور آهي ته جيئن فلاح حاصل ڪري سگهي.

ڀڳوان برهما، هيءَ ڪائنات فقط هڪ ڏينهن ۾ ناهي. اهو هڪ ڏينهن دنيا جي 2,160,000,000 سالن برابر آهي. برهما پنهنجي ڪمَ

۾ هٿ وندائڻ لاءِ ننڍا خدا بہ پيدا ڪيا.

برهما جو رنگ ڳاڙهو آهي ۽ هنجا چار مٿا آهن. ابتدا ۾ هنجا پنج مٿا هئا، جن مان هڪ سڙي خاڪ ٿي ويو. ان ڪري برهما کي چتر انانا يا چتر لک سڏيو ويندو آهي. هنجا چار هٿ آهن، جن ۾ هو آرين جا ويد، پاڻيءَ جو جڳ، تيرڪمان ۽ شاهي لٺ جهليو بيٺوآهي. سرسوتي هنجي زال آهي، جيڪا علم جي ديوي پڻ آهي. اها برهمي ۽ پارتي پڻ سڏجي ٿي، جنهنجي سواري هنج پکي آهي.

برهما جي باري ۾ آرين وڏيڪ ٻڌايو تہ دنيا جو پهريون انسان خود برهما هو، جيڪو خودبخود وجود ۾ آيو. انسان جي صورت ۾ جنم وٺڻ ڪانپوءِ، هن پاڻکي ٻن حصن ۾ ورهايو. هڪ حصو مرد ٿيو ۽ ٻيو عورت. انهن جي ميلاپ سبب پهرين "مانو" ويراج [Viraj] پيدا ٿيو. ستين نمبر تي ويواس وت [Vaivaswata] جو جنم ٿيو جيڪو موجوده زماني جو "مانو" آهي. جنهنکي "عظيم طوفان" بابت بشارت ڏني ويئي.

هڪ ڀيري جڏهن مانو هٿ مُنهن ڌوئي رهيو هو تہ ان وقت هنکي پاڻيءَ جي پيالي ۾ هڪ مڇي نظر آئي. مڇيءَ مانوءَ کي چيو تہ جيڪڏهن هو هنکي بچائيندو تہ هڪ ڏينهن هوءَ کيس بہ هڪ وڏي مصيبت کان بچائيندي. مانوءَ ان مڇيءَ کي پالي وڏو ڪيو ۽ پوءِ هنکي سمنڊ ۾ ڇڏي آيو. ان وقت مڇيءَ مانوءَ کي ٻڌايو تہ هڪ عظيم طوفان اچڻ وارو آهي، جنهن سبب دنيا جا سمونڊ آبادين ڏانهن ڪاهي پوندا ۽ پوري دنيا غرق ٿي ويندي. ڪوبہ ساهوارو نہ بچندو. مڇيءَ مانوءَ کي هڪ ٻيڙي ناهڻ جي هدايت ڪئي. مانوءَ هدايت تي عمل ڪيو. پوءِ جڏهن طوفان آيو تہ مانو ان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو، جنهنجي حفاظت اها مڇي ڪرڻ لڳي ۽ هنکي هماليہ جبل پار ڪرايائين. جڏهن طوفان ختم ٿيو تہ هڪ منزل تي مڇيءَ مانوءَ کي ٻيڙيءَ مان هيٺ لهڻ لاءِ چيو. ان

وقت سڄي دنيا تباهہ ٿي چڪي هئي. سواءِ مانوءَ جي، ٻيو ڪوبہ ساهوارو نہ بچيو هو. مانوءَ ڀڳوان برهما جي راهہ ۾ قرباني ڏني ۽ پنهنجي لاءِ هڪ عورت طلب ڪئي. هڪدم هڪ عورت پيدا ٿي پيئي. پوءِ هي ٻئي گڏ رهڻ لڳا. انهن جي اولاد مان انساني نسل جو نئون سلسلو ٻيهر هلي پيو.

آرين، هندستان ۾ نوان نوان خدا متعارف ڪرائڻ ڪانپوءِ، سنڌ ۾ سندن اولين خدا "اندر" جو درجو گهٽائي، انکي صرف موسميات جو خدا ناهي ڇڏيو، هن ڪان اڳ اندر، پوري ڪائنات جو سڀ ڪان وڏو خدا سمجهيو ويندو هو.

آرين، نوان نوان خدا، فقط ان ڪري متعارف ڪرايا تہ جيئن هندستاني عوام ڪان نون نون احڪامن تي خاموشيءَ سان عمل ڪرائي سگهن. آريا، هر حڪم، هر هدايت خدا جي نالي ۾ ڏيندا هئا تہ جيئن هندستاني عوام آريائي غلاميءَ ڪان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير نہ هڻي.

آرين، اڳتي هلي نوان نوان خدا پيدا ڪرڻ بدران، وشنو خدا جو وري وري انساني روپ ۾ جنم ڏيکاريو . ان ريت آريائي مذهب ۾ ٻي جنم (Incarnation) جو نظريو بہ پيدا ٿي پيو. اهو آريائي مذهب اڳتي هلي هندومت ڪوٺائڻ لڳو.

جڏهن هندستاني عوام، جنهنکي شودر، نيچ ۽ ناپاڪ سڏيو ويندو هو، آريائي غلاميءَ مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهن هڪ ڀيرو وري وشنو ڀڳوان جو جنم "ڪرشن ڀڳوان" جي صورت ۾ ڏيکاريو ويو. آرين، ڪرشن ڀڳوان جو رنگ هندستاني عوام جي رنگ وانگر سانورو ظاهر ڪيو ۽ چيائون تہ ڪرشن ڀڳوان شودرن تان پابنديون هٽائي، انهن جا شهري حق بحال ڪيا آهن. هاڻ شودر، آريائي مذهب ۾ ڪنهن حد تائين حصو وٺي سگهن ٿا. ڪرشن ڀڳوان چيو تہ:

”هنجي عبادت ڪرڻ وارن کي نجات حاصل ٿيندي. پوءِ پَل تہ اهي شودر ئي ڇو نہ هجن.“ هنڪان اڳ، شودرن لاءِ عبادت ڪرڻ جي باوجود نجات جي ڪابہ راهہ نہ هئي. اهڙيءَ ربت شودرن يا هندستاني عوام جي بغاوتن کي روڪيو ويو.

# خدا آشور جو دؤر

بارهين صدي قبل مسيح ۾، هڪ ٻيرو وري دنيا جا مذهب، ٻوليون ۽ تهذيبون خطري هيٺ اچي ويون. 1115 ق م ۾ آشورين، تگلت پائليسر اول (Tiglath Pileser-I) جي اڳواڻيءَ هيٺ ٻيبي لونيا تي قبضو ڪيو ۽ ان ملڪ جو نالو ڦيرائي "آشوريا" رکي ڇڏيو. فاتحن هن ملڪ جو ٽيون ڀيرو نالو ڦيرايو هو. هي ملڪ "سمير" مان "سمير ۽ اڪاد" ٿيو. پوءِ انکي "ٻيبي لونيا" سڏيو ويو. هاڻ اهو آشوريا ڪوٺائڻ لڳو.

آشورين، فوجي قوت سان فتوحات جا سلسلا جاري رکيا ۽ هو ٿورڙي عرصي اندر موجوده شام، فلسطين تي قابض ٿي ويا. ان کان علاوه، اتر ۾ اررتو، اوڀر ۾ زاگروس جبلن تائين ۽ ڏکڻ اوڀر ۾ ايراني نار جا وسيع علائقا هنن جي قبضي هيٺ آيا. اهڙي طرح آشوري، هن خطي جي خوفناڪ قوت بڻجي پيا.

آشورين، بابل بدران، اتر عراق جي هڪ شهر "نينوا" کي پنهنجي سلطنت جو دارالحڪومت ناهيو ۽ اڪادي ٻوليءَ جي جاءِ تي "ارامڪ ٻوليءَ" کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو. هنن پنهنجي قبائلي خدا "آشور" کي باقاعده عظيم ترين خدا ڄاڻايو. اهي سڀ قومون، جيڪي آشورين جي قبضي هيٺ آيون، انهن کي حڪم ڏنو ويو ته هو آشور کي عظيم خدا طور قبول ڪن ۽ انجي عبادت ڪن.

آشورين اهو بہ پڌرو ڪيو تہ مردوڪ خدا بزدل ۽ بي همت ٿيڻ سبب معزول ڪيو ويو آهي ۽ انجي قوت ۽ قدرت هاڻ آشور خدا کي ڏني ويئي آهي. ان کان علاوه، وڏيڪ پنجاھہ خدائن جي طاقت پڻ آشور کي ملي آهي. اهڙيءَ ريت، آشورين، پنهنجي ننڍڙي قبائلي خدا کي، دنيا جو سڀ کان طاقتور ۽ عظيم خدا بڻائي ڇڏيو.

آشورين پنهنجي مذهبي نظرين کي مڪمل مذهب جو رنگ ڏيڻ لاءِ ڪيترائي قصا ۽ ڪهاڻيون گهڙيون. هنن مردوڪ جي ٺمورتيءَ کي منسوخ ڪري، هڪ نئين ٺمورتي پيش ڪئي جنهن ۾ آشور، هنجي زال اشتر [Ishtar] ۽ پٽ عنشر [Anshar] کي ڏيکاريو ويو. اشتر کي زرخيزي ۽ ممتا جي ديوي ۽ عنشر کي آسمان ۽ جنت جو خدا ظاهر ڪيائون.

آشورين هڪ ٻيو خدا "عَداد" [Adad] بہ متعارف ڪرايو جنهن بابت چيائون تہ هو ساوڪ ۽ پيداوار ۾ واڌارو ڪرڻ وارو خدا آهي. ٺڏيون توڙي طوفاني هوائون هنجي تابع آهن. هو گجگوڙ سان وڏا، وَڏَ ڦڙا مينهن وسائڻ تي قدرت رکي ٿو. عداد کان اڳ اهڙي قدرت فقط اين لل خدا کي حاصل هئي.

آشورين اهو بہ ٻڌايو تہ اين لل خدا هاڻ معزول ٿي چڪو آهي ۽ انجا اختيارات عداد خدا کي ڏنا ويا آهن. جيئن تہ اين لل کان خدائي اقتدار هنجي پُٽ "نانرتا" [Nanurta] کسيو، ان ڪري آشورين نانرتا کان خوش ٿي هنکي جنگ و جدل جو اهم ترين خدا ناهي ڇڏيو. نانرتا، هن کان اڳ فقط پنهنجي زال "باؤ" [Bau] سان هر وقت جنسي ميلاپ ڪرڻ جي ڪم ۾ رُذل رهندو هو تہ جيئن زمين هر وقت زرخيز رهي ۽ وڌ کان وڌ پيداوار ڏي.

آشوري، شام جا اهي مهاجر هئا، جيڪي ابتدا ۾ روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ هجرتون ڪري ٻيبي لونيا جي اتر ۾ دريا دجلہ جي

ڪناري سان لڳ اچي آباد ٿيا هئا.

هنن جو هجرتون 2500 ق م کان شروع ٿيون. اڳتي هلي هنن پنهنجي قبائلي خدا "آشور" جي نالي تي هڪ شهر "آشور" آباد ڪيو. ان شهر ۾ خدا آشور لاءِ هڪ مرڪزي عبادتگاهه به تعمير ڪيائون. تگلت پاليسر اول ڪانپوءِ، جيڪي به آشوري شهنشاهه آيا، انهن جي اڪثريت انتهائي ظالم ۽ جابر هئي. انهن اذيتناڪ سزائن جو اهڙو ته خوفناڪ نظام قائم ڪيو، جنهنجو مثال اڳ ۾ ڪٿي به نٿو ملي. ماڻهن کي زمين ۾ جيئرو دفن ڪرڻ، پيٽ ۾ جيئري ماڻهن کي لنبائڻ، جيئري ماڻهن جون کلون لاهڻ، هٿ پير، نَڪُ، ڪَنُ وڍڻ، شهرن کي باهيون ڏيڻ ۽ پوري شهر جي سيني ماڻهن کي چوندي هر هڪ کي انڌو، منڊو ۽ ڪاٽو ڪرڻ، قتلِ عام ڪرائڻ ۽ لکين ماڻهن کي، اڻ چاڻ، ڏورانهين علائقن ڏانهن زوري هجرت ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ. جنهن سبب ڪئين ملڪ خالي ٿي ويا يا هڪڙي علائقي جا ماڻهو، مڪمل طور ٻين غير علائقن ڏانهن لڏي ويا. آشوري شهنشاهن، ڪيترن ئي قومن کي ذهني، جسماني توڙي روحاني طور سزائون ڏيڻ جا ڪيترائي لڳ ڪاندارينڊز تجربا به ڪيا. بي رحمي هنن بادشاهن جو نصب العين هو.

عداد نراري اول (Adad Nirari-I) آشور جو پهريون بادشاهه هو جنهن لڳ ڀڳ 31 سال حڪومت ڪئي ۽ ڪيترائي علائقا فتح ڪيا. هن اڪادي ٻوليءَ ۾ پنهنجي فتوحات جي تاريخ هن ريت قلمبند ڪرائي:

"مون دشمن جا 180 شهر تباهه ڪري، انهن جو نالو نشان مٽائي ڇڏيو. انهن شهرن جي ماڻهن کي وڏا ڪوهه ڪوٺائي، جيئري پورائي ڇڏيو. مون فتح ڪيل شهرن جي سموري دولت گڏ ڪري، انهن کي باهيون ڏيئي ساڙائي ڇڏيو. ماڻهن کي سيڪت ۽ عبرت ڏيڻ ڪاڻ، مون هزارين عام شهرين ۽ دشمن جي فوجين کي انڌو، منڊو ۽ ڪاٽو

ڪيو.“

عـداد نـراريءَ ڪـانـپـوءِ هـنـجـو پُـٽ شـالـم نـصـر اول (Shalma-Neser-I) (1234–1263) آشور جو بادشاهه ٿيو، جيڪو آرمينيا جي ڏکڻ ۾ هني گابت (Hani Gabat) تي قبضو ڪرڻ لاءِ قلعي جو گهيرو ڪري ويهي رهيو. ڪئين ڏينهن گذرڻ ڪانپوءِ جڏهن قلعي جا ماڻهو بُک ۽ اُڃ مرڻ لڳا ته هنن قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا. هتي جي بادشاهه شترانا دوم (Shutarana-II) آشورين کي رحم جي درخواست ڪئي، جيڪا رد ڪئي ويئي.

شالم نصر جي حڪم تي بادشاهه شترانا جي سيني فوجن جي هڪ هڪ اک ڪڍي ويئي. اهڙيءَ ريت 14.400 فوجي ڪاڻا ڪيا ويا. ان ڪانپوءِ بادشاهه شترانا جا هٿَ ۽ پير مختلف گهوڙن سان ٻَڌي، انهن کي ڊوڙايو ويو، جنهن سبب هو ٽڪر ٽڪر ٿي ويو. ان واقعي کان ٻارنهن سال پوءِ تڪلت ننرتا (Tukulti Ninurta) آشور جو بادشاهه ٿيو. جنهن ايران جي ڪسائيت بادشاهه ڪشتلاش تي فتح حاصل ڪرڻ جو بيان هن ريت قلمبند ڪرايو:

”مون ڪشتلاش کي تنگ ڪيو ته جيئن هو منهنجو مقابلو ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ لهي اچي. نيٺ هو مقابلي لاءِ آيو. مون هن کي زبردست شڪست ڏني. ڪسائيت جي بادشاهه کي گرفتار ڪري، جڏهن منهنجي پيرن ۾ وڌو ويو تڏهن آئون هنجي ڪنڌ تي، پير رکي چڙهي پيس. مون هنکي اينرو ته لتاڙيو جو هنجو ڪنڌ پچي پيو. مون هن جو لاش ڪٺائي خدا آشور اڳيان رکايو ته جيئن منهنجو خدا مونتي مهربان ٿئي.“

884 ق م ۾، آشر نصرپال آشوريا جو شهنشاهه ٿيو. هن پنهنجي ڏاڏي تڪلت پائليسر جي نصيحت تي سختيءَ سان عمل ڪيو. تڪلت پائليسر بابت چون ٿا ته هو غير انساني فطرت جو مالڪ هو.

هنجوحڪم هو تہ سندس ڏنل هدايتون تخت جي وارثن ۽ فوج جي آفيسرن کي ورجائي ورجائي پڙهي ٻُڌايون وڃن تہ جيئن هو انهن هدايتن کي ياد رکن ۽ انهن تي عمل ڪن. تڪلت پائليسر جو چوڻ هو تہ جڏهن بہ دشمن جو علائقو فتح ڪريو تہ سڀ کان اول مفتوحہ قوم جي ٻارن ۽ نوجوانن کي جهلي جيئري باھ ۾ ساڙي ماري ڇڏيو. ان کانپوءِ جوانن ۽ پوڙهن سان بہ ساڳيو حشر ڪيو تہ جيئن دشمن جو نسل ختم ٿي وڃي. آشر ناصر پال دوم، حڪومت جون واڳون سنڀالڻ کانپوءِ فتوحات جا ڪئين سلسلا شروع ڪيا. هن هر هنڌ پنهنجي ڏاڏي جي نصيحتن کي ياد رکيو. هن جيڪي بہ علائقا فتح ڪيا، اتي ايترو تہ ظلم ڪيائين جو ماڻهو تڪلت پائليسر کي وساري ويٺا. هن سڀ کان اول مفتوحہ علائقن ۽ شهرن جي ماڻهن کي جهلي، هر هڪ شخص کي انڌو، منڊو يا ڪاٺو ڪرايو، تہ جيئن هرڪو سزا ڀوڳي ۽ ان سزا کان شخصي طور واقف ٿئي. ان کانپوءِ جيڪي فوجي گرفتار يا جنگي قيدي ٿيندا هئا، انهن کي لوھ جي ڏنڊن سان ڪُٽي، رتوڇاڻ ڪري، اڌ مئو ڪيو ويندو هو. پوءِ انهن جي ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪي کين ريگستانن ۾ گرم واريءَ مٿان اُڇليو ويندو هو تہ جيئن ڳجهون ۽ ٻيا پکي پکڻ ۽ جانور کين کائين ۽ هو ڦٿڪي ڦٿڪي ساھ ڏين. اهڙيون ڪارروائيون ڪرڻ کانپوءِ، عام ماڻهن کان مال دولت ڦري، شهرن کي باهيون ڏئي ساڙيو ويندو هو. ان باھ ۾ انڌا، لولا، لنگڙا ۽ زخمي ٿيل ٻار، جوان، عورتون ۽ مرد سڀ ڪيهون ڪري سڙي مري ويندا هئا. مفتوحہ علائقن جي بادشاهن کي ٻارن ٻچن سميت، زنجيرن سان ٻَڌي آشوريا جي دارالحڪومت نينوا، پيدل آندو ويندو هو. جتي کين لوهي سيخن ۾ ٽانڪي، جيئري باھ تي سيڪي ماريو ويندو هو.

آشورين جي ظلم، جبر، قتل و غارت ۽ بيرحميءَ جا داستان پري پري ڏورانهين ملڪن تائين پهچي ويا. هر طرف جا ماڻهو هنن کان خوف

ڪانئڻ لڳا. لڪن جي تعداد ۾ ڏاربن علائقن جا ماڻهو پنهنجا پَٽَ ڇڏي اچي آشوريا ۾ آباد ٿيا تہ جيئن هو جنگ سبب قتل ٿيڻ ۽ جيئري باهہ ۾ سڙڻ کان بچي سگهن. اهڙين هجرتن سبب، آشوريا جي آبادي تمام تيزيءَ سان وڌي ويئي. جڏهن آشور ناصر پال جي ڌيان تي اها ڳالهہ آندي ويئي تہ هن سڀني مهاجرن کي آشوريا خالي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. نتيجي طور لکين ماڻهن کي ٻيهر هجرتون ڪرڻيون پيون. آشر ناصر پال پنهنجي هم نسل ماڻهن کي آشوريا ڏانهن موٽي اچڻ جي هدايت ڪئي جيڪي مسلسل جنگين سبب هتان لڏي ٻين علائقن ۾ وڃي آباد ٿيا هئا. هن بادشاهہ فوجي اداري کي انتهائي جديد بنيادن تي منظم ڪيو. هنجي ئي ڏينهن ۾ پهريون ڀيرو جنگ جي ميدانن ۾ رٿ گاڏيون، آرٽيلري ۽ قلعي جا دروازا ڀڃڻ لاءِ جهنگلي پاڏا استعمال ڪيا ويا. هن بادشاهہ شهر "ڪلاش" ۾ پنهنجو محل تعمير ڪرايو جيڪو پنجويهہ هزار چورس والن تي پکڙيل هو. ان محل جي افتتاحي تقريب ۾ ستر هزار مهمانن شرڪت ڪئي.

689 ق م ۾ جڏهن سينيخرب آشوريا جو شهنشاهہ ٿيو تہ هن آشور خدا جي بندگيءَ کي لازمي قرار ڏنو ۽ خدا مردوڪ جي عبادت ڪرڻ کان ماڻهن کي منع ڪيائين. سينيخرب، بابل جي مندر ۾ وڃي، مردوڪ خدا جي بيحرمتي بہ ڪئي. جڏهن هتي جي ماڻهن مردوڪ کي ڇڏي، آشور جي عبادت ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ هن بادشاهہ بابل جي سڀني شهرين کي قتل ڪرڻ ۽ بابل جو نالو نشان مٽائڻ جو فيصلو ڪيو. سينيخرب جي حڪم تي، سڀ کان اول بابل ۾ ماڻهن جو قتلِ عام ڪرايو ويو. پوءِ سڄي شهر کي باهہ ڏئي ساڙي خاڪ ڪيو ويو. سينيخرب کي ان تي بہ صبر نہ آيو. هن واهن جو پاڻي بابل شهر ڏانهن ڇوڙائي ڇڏيو. نتيجي طور سڄو شهر پاڻيءَ هيٺ اچي ويو. مسلسل اٺ سال، دنيا جو هي عظيم شهر بابل پاڻيءَ هيٺ رهيو. انهن سال

681 ق م ۾، سينيخرب کي سندس پُٽ اشرڊن گرفتار ڪري، تخت تي قبضو ڪري ورتو. اشرڊن، پنهنجي پيءُ کي جنگ جي خدا "ننرتا" جي مندر ۾ وٺي ويو، جتي قربانگاهه تي هنڪي ذبح ڪري ڇڏيائين. اشرڊن، عام ماڻهن جو اجتماع سڏائي، سڀني کان معافي ورتي ۽ چيائين ته منهنجو پيءُ خدا مردوڪ جو گنهگار هو، ان ڪري ڪيس موت جي سزا ڏني ويئي آهي. هو مردوڪ جي مندر ۾ به ويو، جتي هن مردوڪ جو هٿ جهلي دُعا گهري ته "او خدا، مونکي حق جي جنگ ۾ فتح عطا ڪر ۽ منهنجي قوم کي خوشحالي ڏي" ان کان پوءِ اشرڊن بابل کي نئين سر اَڏڻ لاءِ حڪم ڏنو. اهڙي طرح هڪ ڀيرو وري شهر بابل آباد ٿيڻ لڳو.

اشرڊن جي مرڻ کانپوءِ آشربني پال 668 ق م ۾ آشوريا جو شهنشاهه ٿيو. هن پنهنجي ڀاءُ شمس شموڪن (Shamash Shumukin) کي ٻيبي لونيا جو بادشاهه بڻايو. شمس ان فيصلي تي خوش نه ٿيو. جڏهن آشربني پال مصر ۽ ٻيا علائقا فتح ڪرڻ لاءِ نڪتو ته پويان شمس خودمختياريءَ جو اعلان ڪري پاڻ کي شهنشاهه ڪوٺائڻ لڳو. هنڪي آشوريا جي دشمن رياستن ايران، ايلم ۽ آرمينيا وارن مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي. جڏهن آشربني پال کي ان ڳالهه جي خبر پئي ته هو اُذ مان فوجن سميت ٻيبي لونيا تي ڪاهي آيو. ڪيترائي ڏينهن قلعي ۾ بند ٿي وڙهڻ کانپوءِ ٻيبي لونيا جي فوجن هٿيار ڦٽا ڪري، شڪست قبول ڪئي.

شمس شموڪن کي گرفتار ڪيو ويو. آشربني پال حڪم ڏنو ته سندس ڀاءُ کي، ٻارن ٻچن سميت هڪ ڪمري ۾ بند ڪري، باهه ڏئي ساڙي ماريو وڃي. حڪم جي تعميل ٿي. ان کانپوءِ، آشربني پال حڪم ڏنو "بابل جي هر شهريءَ کي قتل ڪرڻ کانپوءِ، هن شهر کي باهه ڏني وڃي." اهڙي طرح بابل، هڪ ڀيرو وري مٽيءَ جو ڍير بڻجي

ويو. هاڻ، آشربني پال "سوسہ" ڏانهن وڌڻ لڳو، جيڪو ايلامائيت جو دارالحڪومت هو.

هتي جي حاڪم، آشربني پال جي ڀاءُ شمس شموڪن کي مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي. سخت خونريز جنگ ڪانپوءِ، آشربني پال جو سوسہ تي قبضو ٿي ويو. هن حڪم ڏنو تہ سوسہ جي سيني ڀارن ۽ نوجوانن کي باهہ جا وڏا مچ ٻاري جيئري ساڙيو وڃي. سوسہ جي عورتن کي گرفتار ڪري، سڄي شهر سوسہ کي ساڙيو ويو. جنهن سبب هي دنيا جو هڪ ٻيو عظيم شهر مٽيءَ جو ڍير بڻجي ويو. سوسہ جي پسگردائيءَ ۾ آباد علائقن کي ڦري لٽي، انهن کي بہ ٻاهيون ڏنيون ويون. سوسہ جي عورتن کي غلام قرار ڏئي، ڪين آشوريا ۾ وڪيو ويو. ڪيتريون ئي عورتون ۽ ڇوڪريون آشوريا جي اميرن کي تحفي طور حاصل ٿيون. هي اهو زمانو هو جڏهن سائرس اول، ايران جي شهر فارس مان آهستي آهستي هڪ وڏي قوت طور اُڀري رهيو هو.آشربني پال جي مرڻ ڪانپوءِ، هنجا پُٽ، اقتدار تان پاڻ۾ وڙهي پيا. جنهنجو فائدو وٺي آشوريا جي فوجي سربراهہ سن شم لشر (Sin Shum Lisher) 629 ق م ۾ تخت تي قبضو ڪري ورتو ۽ پاڻ کي شهنشاهہ قرار ڏنائين. اجا ڪجهہ وقت مس گذريو تہ آشربني پال جي هڪ پُٽ سن شرآسڪن، فوجي جنرل کي گرفتار ڪري، ماري ڇڏيو. پوءِ هو خود آشوريا جو شهنشاهہ ٿيو.

612ع ق م ۾ سائرس اول آشوريا تي ڪاهي آيو. هن سان گڏ ڪلداني ۽ ميڊيا جون فوجون بہ شريڪ هيون. هنن جو آشوريا جي دارالحڪومت نينوا تي قبضو ٿي ويو. آشوريا جي شهنشاهہ سن شر آسڪن کي گرفتار ڪري، هنجي جيئري کل لاٿي ويئي. پوءِ ڪَلَ ۾ ٻُهہ ڀري، انکي وچ شهر جي چوواٽي تي لٽڪايو ويو تہ جيئن آشوريا جو عوام پنهنجي بادشاهہ جو حشر ڏسي سگهي.

سائرس اول، نينوا ۾ ڪلاش شهرن ڪي زبردست قتلام ۾ ڦرلٽ ڪانپوءِ باهيون ڏئي سازائي ڇڏيو. اهڙي طرح دنيا جا هي ٻه ٻيا وڏا شهر نيست و نابود ٿي ويا.

انهن شهرن جي تعمير تي بيشمار قومن ڪان ڪسيل دولت استعمال ٿي هئي. صدين تائين جن شهرن جي اڏاوت جاري رهي، اهي مٽيءَ جي ڍيرن ۾ تبديل ٿي ويا.

هڪ طرف سائرس اول جون فوجي ڪارروائيون جاري هيون ته ٻي طرف آشوريا جي فوجي سربراهہ نينوا مان ڀڄي هران شهر ۾ پنهنجي بادشاهت جو اعلان ڪيو. سائرس اول اتي به پهچي ويو ۽ آشورين جي فوجي سربراهہ کي قتل ڪرڻ ڪانپوءِ شهر هران کي عام ماڻهن سميت باهيون ڏئي سازائي ڇڏيائين. اهڙيءَ ريت 609 ق م تائين، دنيا جي طاقتور ترين آشوري سلطنت، جنهن هڪ هزار سالن تائين اوج ڏٺو، اها هميشہ هميشہ لاءِ ختم ٿي ويئي. آشورين جي زوال سان گڏ، هنن جو مذهب ۾ هنن جا خدا به تيزيءَ سان ختم ٿيڻ لڳا.

# خدا اهورا مزدا جو دؤر

ڇهين صدي قبل مسيح ۾، هڪ پيرو وري دنيا جا مذهب، ٻوليون ۽ تهذيبون خطري ۾ پئجي ويون. آشوري سلطنت جي خاتمي ڪانپوءِ، موجوده ايران جي هڪ ننڍڙي رياست انشان [Anshan] ڪان سائرس اول جو پوٽو سائرس دوم [529–590 ق م] هڪ وڏي فوجي قوت طور اُڀري آيو. هن فتوحات جا سلسلا جاري ڪيا ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ دنيا جي سڀ کان وڏي سلطنت جو شهنشاهه بڻجي ويو، جنهن جي حدن ۾ موجوده ايران، عراق، شام، سعودي عرب، ترڪي، فلسطين [بشمول لبنان، اسرائيل ۽ اردن]، افغانستان، مڪران، پاڪستان ۽ وسط ايشيا جا ڪيترائي علائقا شامل هئا. ان کان علاوه، يونوچ سمنڊ جي ايشيائي ساحلي بندرگاهن تي به سائرس جو قبضو ٿي ويو. نتيجي طور، يورپ ۽ آفريڪا ڏانهن ويندڙ تجارتي رستن تي هن شهنشاهه جو قبضو ٿي ويو. جيئن ته هي شخص خدا اهورا مزدا ۽ زرتشتي مذهب تي ايمان رکندو هو، ان ڪري هن جي وسيع سلطنت ۾ آباد بيشمار قومن ڪي زرتشتي مذهب قبول ڪرڻو پيو.

هي اهو دؤر هو جڏهن آشوري شهنشاهن جي ٻولي "ارامڪ" دنيا جي هڪ وڏي ٻولي ٿي چڪي هئي. آشوري شهنشاهن جي هڪ هزار ساله دؤرِ حڪومت ۾، ٻين ٻولين کي روڪي، ارامڪ کي اينرو ته زور وٺايو ويو جو اها ڪيترن ئي قومن جي مادري ٻولي بنجي ويئي. خود سائرس ۽ ان جو خاندان اِها ئي ٻولي ڳالهائيندو هو. ان ڪري

سائرس، ارامڪ کي پنهنجي سلطنت جي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو. نتيجي طور، آشوري شهنشاهن جو زوال ٿيڻ جي باوجود، ارامڪ نه فقط ختم ٿيڻ کان بچي ويئي بلڪ وڏيڪ تيزيءَ سان ترقي ڪرڻ لڳي. ان حد تائين جو سائرس کان سوا پنج سؤ سال پوءِ، جڏهن حضرت عيسيٰ جو اچڻ ٿيو ته حضرت عيسيٰ ۽ انجا حواري اِها ئي ٻولي ارامڪ ڳالهائيندا هئا.

سائرس دوم جنهنکي سائرس اعظم به چون ٿا، 529 ق م ۾ انتقال ڪري ويو. هنجي وسيع سلطنت، ذاتي ورثي طور، هنجي پُٽ ڪمبائسس کي حاصل ٿي، جيڪو ان وقت بيبي لونيا جو گورنر هو.

شهنشاهه ٿيڻ کانپوءِ، ڪمبائسس 525 ق م ۾ مصر تي حملو ڪيو ۽ ان تي قابض ٿي ويو. مصر جو بادشاهه پسميٽڪ جنگ دوران مارجي ويو. ان وقت مصر جو عوام هورس ۽ راع خدائن تي ايمان رکندو هو ۽ پنهنجي بادشاهه کي خدا جو پاڇو، خدا جو پُٽ، خدا جو زمين تي وارث ۽ زميني خدا سمجهندو هو. مصر جي ماڻهن جو خيال هو ته خدا کانسواءِ دنيا ۾ ٻيو ڪوبه شخص بادشاهه يا شهنشاهه نٿو ٿي سگهي.

جڏهن ڪمبائسس مصر تي قبضو ڪيو ته هتي جي ماڻهن ڪيس زميني خدا قرار ڏنو ۽ هن کي "خدا هورس" جو درجو ڏيئي فرعون ناهي چڏيو.

ڪمبائسس کي خدا جو درجو ڏيڻ لاءِ، خدا هورس جي مندر ۾ هڪ شاندار دعوت ڪئي ويئي. جنهن ۾ ملڪ جا وزير، امير، اعليٰ عملدار، معزز شهري، مندرن جا پُڄاري ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو پنهنجي زالن سميت شريڪ ٿيا. خدا هورس جي وڏي مندر جي مکيه پُڄاريءَ مذهبي رسمون ادا ڪرڻ کانپوءِ اعلان ڪيو ته اڄ کان زمين تي اسان جو خدا ڪمبائسس آهي، جنهنجي تعظيم ۽ عبادت آسماني خدا هورس وانگر ڪئي وڃي. ان کانپوءِ، قرباني ڪئي ويئي ۽ ڪمبائسس کي

قيمتي تحفا نذراني طور ڏنا ويا. آخر ۾ مصر جون چونڊ خوبصورت ڇوڪريون ڪمبائسس کي پيش ڪيون ويون ته جيئن اهي خدا جون زالون ٿيڻ جو شرف حاصل ڪري سگهن.

ابتدائي طور ڪمبائسس ان جادونگريءَ ۾ گُم ٿي ويو ۽ ذري گهٽ پنهنجو زرتشتي مذهب وساري، مصري مذهب جو پوئلڳ، نگهبان ۽ خدا بڻجي ويو. جڏهن هن کي لڳاتار اهي خبرون ملڻ لڳيون ته هن جي سلطنت جي دارالحڪومت "سوسه" تي هڪ شخص گئومات جو قبضو ٿي ويو آهي ۽ هن جون فوجون هر هنڌ جنگ هارائي رهيون آهن ته هي چِتو ٿي پيو ۽ ڪينترن ئي وسوسن ۾ مبتلا ٿي ويو. هن کي هن جو اندر ڪائڻ لڳو ۽ پاڻ کي خدا اهورا مزدا جو گنگهار سمجهيائين. ان ولوڙ ۽ مونجهه سبب، هو سڄي رات سمهي نه سگهيو. جڏهن صبح ٿيو ته هن پنهنجي زالن، سلطنت جي اميرن، وزيرن ۽ پُڄارين کي خدا هورس جي عبادتگاهه ۾ جمع ٿيڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن اُهي سڀ اتي گڏ ٿيا ته هن انهن جي سامهون سخت نفرت ۽ ڪاوڙ ۾ رڙيون ۽ ڪوڪون ڪري چيو ته اوهانجو خدا هورس ڪوڙو آهي، اوهان مونکي ڀٽڪايو ۽ غلط راهه تي وڌو. اهڙو ڏوهه ڪرڻ سبب آئون اوهان سڀني کي موت جي سزا ڏيان ٿو. اها سزا ڏيڻ کان اڳ هن سندس زالن جا ڪپڙا لهرائي کين اُگهاڙو ڪيو، پوءِ انهن کي مارائي ڇڏيائين. ساڳيو حشر پُڄارين، اميرن ۽ وزيرن سان ڪيائين. ان کانپوءِ ڪمبائسس تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان خدا هورس جي مجسمي کي ٻه اڌ ڪري ڇڏيو ۽ حڪم ڪيائين ته مصر جا سڀ ماڻهو زرتشي مذهب قبول ڪن. هن پنهنجي فوجن کي ٻه حڪم ڏنو ته جيڪو به شخص زرتشتي مذهب قبول نه ڪري، انجو سرُ تَنَ کان ڌارَ ڪيو وڃي. نتيجي طور، اينترا ته ماڻهو قتل ٿيا، جنهنجو مثال هن کان اڳ مصر جي تاريخ ۾ نٿو ملي.

ڪمبائسس، پنهنجي خدا اهورا مزدا کان معافي طلب ڪئي ۽ پوءِ

سوسہ شهر ڏانهن رُخ رکيائين تہ جيئن ايراني سلطنت تان گئومات جو قبضو ڇڏائي سگهجي. هو پنهنجي فوجن سميت سوسہ ڏانهن وڌڻ لڳو. چون ٿا تہ رستي ۾، ڪمبائسس، سوسہ پهچڻ کان اڳ خودڪشي ڪئي. ان صورتحال سبب، دارا اول جيڪو ايراني فوج جو اڳواڻ ۽ ڪمبائسس جو سؤٽ هو، تنهن پيشقدمي جاري رکي. نيٺ اهو سوسہ تي قابض ٿي ويو. گئومات پَڇي ميڊيا ۾ پناهہ ورتي، جنتي کيس دارا جي حڪم تي قتل ڪيو ويو. ان ريت دارا 523 ق م ۾ سائرس جي وسيع سلطنت جو شهنشاهہ بنجي ويو. هن قتدار تي قبضو ڄمائڻ کانپوءِ سڄي سلطنت تي زرتشتي مذهب مڙهي ڇڏيو ۽ حڪم ڏنائين تہ سڀ قومون ۽ قبيلا، جيڪي هنجي ماتحت آهن، اهي پنهنجا مذهب مَٽائي زرتشتي ٿي وڃن ۽ اهورا مزدا کي پنهنجو خدا سمجهي، انجي عبادت ڪن.

مذهب ۾ زور زبردستي ڪرڻ سبب، دارا خلاف ڪيترين ئي قومون اُٿيون ٿي ويون، خاص طور ايلم، بيبي لونيا، آرمينيا ۽ ميڊيا جي عوام سخت مزاحمت ڪئي ۽ زرتشتي مذهب کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾، دارا جون فوجون وحشي جانورن وانگر ماڻهن پويان ڪاهي پيون. انهن اينترو تہ قتلام ڪيو جو شهرن جا شهر خالي ٿي ويا. ماڻهو پناهہ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا ۽ ڀٽڪندا رهيا پر ڪٿي بہ هنن کي پناهہ نہ ملي. دارا جي فوجن هنن جو پيڇو جاري رکيو ۽ جيڪي بہ مليا انهن جا هٿ، پير ۽ جنسي اعضاءَ وڍي ڇڏيا. ڪيترن ئي ماڻهن کي ايذاءَ ڏيئي، ڦٿڪائي ڦٿڪائي ماريو ويو. بيشمار ماڻهن جون اکيون ڪڍي انهن کي انڌو ڪيو ويو. زرتشتي مذهب کانسواءِ باقي مذهبن جون عبادتگاهون ڊاهي پٽ ڪيون ويون. ايلم شهر کي باهيون ڏئي، ان حد تائين تباهہ ڪيو ويو، جو انجو نالو نشان مٽجي ويو. اهڙين ڪارروائين سبب، دارا جي سلطنت ۾ آباد ماڻهن لاءِ زرتشتي

ٿيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو نہ بچيو.

دارا جيڪي ڪجھ ڪيو، هو پنهنجي ڪاميابين تي بيحد خوش هو. هن سوسہ جي ويجهو، وڏي چٹواٽي سان لڳ زيگراس جبل تي هڪ منظر ٽُڪايو. ان منظر ۾ ڏيکاريو ويو تہ ڪيترائي ماڻهودارا جي اڳيان ڦٽڪي ڦٽڪي ساهُ ڏيئي رهيا آهن. ان سان گڏ ڪيترن ئي قومن جا بادشاه دارا کان معافي گُهري رهيا آهن. ان تصوير جي هيٺان هي لفظ لکايا ويا:

"ڪُوڙن خدائن کي مڃيندڙ ڪُوڙن جو انجام."

"جيڪي ڪُوڙن خدائن جي عبادت ڪندا، انهن جو حشر بہ هنن جهڙو ئي ٿيندو."

دارا جي ظلم، جبر، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ سبب، هنجي سلطنت ۾ دهشت ۽ خوف ڇانئجي ويو. ماڻهو، مانڊ ۾ پنهنجا مذهب ڇڏي زرتشتي ٿيندا ويا.

هوڏانهن، مصر ۾ دارا کي خدا جو درجو ڏئي هن کي فرعون سڏيو ويو. ان مقصد لاءِ خدا "راع" جي عبادتگاه ۾ هڪ عظيم الشان تقريب منعقد ڪئي ويئي، جنتي دارا کي زميني خدا "راع" قرار ڏنو ويو. ان تقريب ۾ دارا پاڻ شريڪ نہ ٿيو. هن طرفان مصر ۾ ايراني گورنر سموربون مذهبي رسمون ادا ڪيون. جڏهن دارا کي ان ڳالھ جي خبر پيئي تہ هن مصر کان پُڇاري گُهرائي، انهن کان مصر جي مذهب ۽ خدائن بابت معلومات ورتي. نيٺ، هُن مصر جي ماڻهن کي خدا "راع" جي عبادت ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي. راع بابت چيو ٿي ويو تہ هو خدا اهورا مزدا وانگر دلين ۾ روشني پيدا ڪري ٿو. دارا پاڻ، زميني خدا راع ٿيڻ تي بہ ڪو اعتراض نہ ڪيو.

جڏهن مصر جي ماڻهن هنکي خدا قرار ڏنو تہ پوءِ هن مصر جي مذهب سان وڌيڪ هٿ چراند ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو.

دارا اول 523 ق م کان 486 ق م تائين لڳ ڀڳ 37 سال حڪومت ڪئي. دارا ڪانپوءِ هنجو خاندان ڏيڍ سؤ سالن تائين اُن عظيم ايراني سلطنت تي بادشاهت ڪندو رهيو، جنهنجو بنياد سائرس دوم رکيو هو. ان سڄي عرصي ۾ زرتشتي مذهب نہ فقط وڌيو ۽ ويجهيو بلڪ دنيا جو هڪ وڏو مذهب ٿي ويو.

# خدا زيوس جو دؤر

332 ق م ۾ يونانين، سڪندراعظم جي اڳواڻيءَ هيٺ فتوحات جا سلسلا شروع ڪري ڏنا. نتيجي ۾، هڪ پيرو وري دنيا جون ٻوليون، مذهب، تهذيبون ۽ سرحدون خطري ۾ پئجي ويون. جيڪي قومون ايراني غلاميءَ کان اڃا آجيون نه ٿيون هيون، انهن کي يوناني پنهنجو غلام بنائڻ لاءِ پهچي ويا.

يوناني، ڪيترن ئي خدائن تي ايمان رکندا هئا، جن ۾ ٻارنهن [12] خدائن کي خاص اهميت حاصل هئي. انهن ۾ سڀ کان افضل "زيوس" کي سمجهيو ويندو هو، جيڪو ابتدائي خدا "ڪرونس" جو پُٽ هو.

زيوس، پنهنجي پيءُ ڪرونس کي قيد ڪري پوري ڪائنات جي اقتدار تي قبضو ڪيو هو. ان ربت هو زمين تي آباد ساهوران جو به خدا بنجي ويو. ڪائنات جو اقتدار حاصل ڪرڻ کان اڳ، زيوس فقط ڪنوڻ تي قابض ۽ گجگوڙ سان مينهن وسائڻ وارو خدا هو. هي بنهه عياش ۽ چلولو خدا هو. جنهن به عورت يا ديويءَ تي عاشق ٿيو انکي ميلاپ ڪرڻ کانسواءِ نه ڇڏيائين.

هن ديوي "سميليءَ" سان زوري زنا ڪيو، جنهن مان ڏايوني سس [Dionysus] پيدا ٿيو، جيڪو اڳتي هلي يونانين جو عيش عشرت، شراب نوشي ۽ جنسي ميلاپ جي خواهش پيدا ڪرڻ وارو خدا بڻجي ويو. هنکي پيداوار، زرخيزي ۽ تهذيب و تمدن جو خدا به چيو ويو. چون ٿا ته ڏايوني سس خدا هر سال بهار جي موسم ۾ جنم وٺندو هو ۽ سيارو اچڻ کان اڳ مري ويندو هو.

زيوس خدا جون ڪيترين ئي زالون هيون. انهن ۾ هيرا (Hera) پڻ شامل هئي جيڪا هنجي سڳي ڀيڻ بہ هئي. زيوس کي ڪيترين ئي ڌيئرون ٿيون جن ۾ اٿينا (Athena) ۽ آرٽيمس (Artemis) جو شمار يونانين جي ٻارنهن اهم ترين خدائن ۾ ٿئي ٿو. انهن جي يونان ۾ عبادت ڪئي ويندي هئي. ان کان علاوه، افروڊائيٽ (Aphrodite) ديوي پڻ ٻارنهن خدائن جي صف ۾ شامل هئي، جنهنجي حُسن جو پوري ڪائنات ۾ ڪو مَٽُ نہ هو. اها ديوي انتهائي عياش هئي جيڪا پنهنجي مڙس کان علاوه غير مردن سان بہ جنسي تعلقات رکندي هئي.

يونان جا ماڻهو، خدا "هيلن" (Hellen) تي بہ ايمان رکندا هئا، جيڪو ٿيسيليءَ [Thessaly] جو بادشاه هو. يوناني مذهب مطابق، چون ٿا تہ جڏهن "عظيم طوفان" آيو جيڪو نَوَ ڏينهن ۽ نَوَ راتيون هليو، جنهن ۾ سڀ ساهوارا مري ويا، فقط هيلن جو پيءُ ڊيوڪيلن (Deucalion) ۽ ماءُ "فائره" (Pyrrha) بچيا هئا. اهي ٻئي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي پرناسس [Parnassus] جبل تي پهتا، جتي زمين جو ڪجهہ حصو خشڪ هو. اتي هنن گڏجي پٿر اُڇليا. جيڪي پٿر ڊيوڪيلن اُڇليا، اهي مرد بنجي پيا ۽ جيڪي پٿر فائره اُڇليا، اهي عورتون ٿي پيون. پوءِ اهي عورتون ۽ مرد گڏ رهڻ لڳا، جنهنجي نتيجي ۾، عظيم طوفان کانپوءِ انساني نسل جو هڪ نئون سلسلو هلي پيو. جنهنجو باني هيلن جي ماءُ ۽ پيءُ هو. ان ڪري يونان جا ماڻهو پاڻ کي هيلن جي نالي جي نسبت سان هيلينيز ڪوٺائيندا آهن. سڪندراعظم بہ پاڻ کيَ هيلينيز سڏائيندو هو. يوناني، خدا جي راهَ ۾ مذهبي رسم طور انسان قربان ڪندا هئا. انساني قربانيءَ لاءِ گهڻي ڀاڱي شيدي يا ڪاري رنگ جا ماڻهو استعمال ڪندا هئا.

سڪندراعظم جي فوجن 332 ق م ۾، سڄي مصر تي قبضو ڪري ورتو. مصر جي ماڻهن روايت موجب سڪندرِ اعظم کي زميني

خدا ۽ فرعون تسليم ڪيو ۽ هنڪي مصر جو ٻہ-رنگو اڇو ۽ ڳاڙهو تاج پهرايو. انهن ڏينهن ۾، مصر جو عوام "ايمن" [Amon] کي آسماني خدا طور مڃيندو ۽ انجي بندگي ڪندو هو. ان ڪري مصر جا ماڻهو، سڪندرِ اعظم کي خدا ايمن جي عبادتگاه ۾ وٺي ويا جتي ڪيس زمين جو "خدا ايمن سڪندر" قرار ڏنائون. اها تقريب شهر ٿيبس ۾ ٿي، جتي مستقبل بابت ڄاڻ ڏيڻ لاءِ "دارالبشارت" بہ قائم هو. سڪندر اُتي بہ ويو ۽ دارالبشارت جي وڏي پُڄاريءَ کي چيائين تہ خدا ايمن کان پُڇي ڏي تہ آئون فتوحات جي عمل ۾ ڪيتري حد تائين ڪاميابيون حاصل ڪندس. جواب ۾ پُڄاري خدا ايمن طرفان هن ريت جواب ڏنو:

"تون [سڪندر] خدا زيوس جو پُٽ آهين ۽ منهنجي لاءِ بہ پُٽ برابر آهين. جيئن تہ زيوس مون کان طاقتور ۽ وڏا اختيار رکڻ وارو خدا آهي، ان ڪري توکي، مصر کان ٻاهر ڪاميابيون ڏيڻ بہ زيوس خدا جو ڪم آهي. فقط مصر ۾، زيوس، توکي ڪامياب ڪرڻ جو اختيار مونکي ڏنو آهي، ان ڪري آئون پنهنجي پُٽ "سڪندر ايمن" کي مصر ۾ ڪاميابي، عزت ۽ بزرگي عطا ڪريان ٿو. تون وڃ ۽ خدا هاپي [Hapi] جي راهَ ۾ هڪ ڍڳو قربان ڪر." [هاپي-مصر جو نديو خدا]

سڪندراعظم خدا هاپي جي راهَ ۾ هڪ ڍڳو قربان ڪيو. ان واقعي ڪانپوءِ، مصر جي ماڻهن پنهنجي نئين زميني خدا سڪندر ايمن کي ڪيتريون ئي خوبصورت ڇوڪريون پيش ڪيون تہ جيئن اهي خدا جون زالون ٿيڻ جو اعزاز حاصل ڪري سگهن.

مصر ڪانپوءِ، سڪندراعظم جي فوجن 331 ق م ۾ شام ۽ بيبي لونيا [موجوده عراق] تي قبضو ڪري ورتو، جتي ايرانين جي حڪومت هئي. ايراني فوج مسلسل شڪست کائيندي، پوئتي هٽندي ويئي. سڪندر ايران تي حملو ڪري، ان تي بہ قبضو ڪري ورتو. ايراني سلطنت جي شهنشاهہ دارا سوم کي قتل ڪيو ويو. 329 ق م ۾،

سڪندر جو موجوده پاڪستان جي علائقن تائين قبضو ٿي ويو. اهڙيءَ ريت سڪندراعظم جي سلطنت جون حدون يورپ، آفريڪا ۽ ايشيا جي وسيع علائقن تائين پکڙجي ويون. جن ۾ مصر، شام، بيبي لونيا، فونيشيا، موجوده ترڪي، ايران ۽ پاڪستان جا علائقا شامل هئا.

سڪندر، زيرِ تابع قومن کان سندن مذهب، ٻوليون ۽ تهذيبون ڦري، انهن کي هڪ يوناني مذهب، يوناني ٻولي ۽ تهذيب ۾ رنگي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن مقدونيا کان مصر ۽ سنڌ تائين پکڙيل بيشمار قومون فقط "هڪ يوناني قوم" ۾ بدلجي وڃن. هن پنهنجي فوجين کي حڪم ڏنو ته هو مڪاني ماڻهن جي ڌيئرن سان شاديون ڪن ته جيئن انهن مان يوناني نسل پيدا ٿئي. ان حڪم جي نتيجي ۾، فقط ايران ۾ اسي هزار يوناني فوجين، ايراني ڇوڪرين سان شاديون ڪيون. سڪندراعظم پاڻ به ايران جي مقتول شهنشاهه دارا سوم جي ڌيءَ رخسانه ۽ بلخ جي شاهي خاندان مان شاديون ڪيون.

سڪندراعظم، يونان جي ماڻهن کي حڪم ڏنو ته هو ايران، شام، مصر، بيبي لونيا ۽ ٻين علائقن ڏانهن لڏي اچن ۽ اتي مڪاني ڇوڪرين سان شاديون ڪن. اهڙيءَ ريت لکين يوناني سڪندر جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ آباد ٿيندا ويا. انهن کي حڪومت طرفان وڏيون وڏيون نوڪريون ۽ ٻيون سهوليتون ڏنيون ويون.

سڪندراعظم، مفتوحه علائقن جي فوجن کي به پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪيو. خاص طور ايراني فوجين کي وڏا وڏا عهدا ڏنا ويا. سڪندر، پنهنجي وسيع سلطنت ۾، يوناني طرز تي، نوان نوان شهر اڏڻ جو حڪم ڏنو ته جيئن وڏ ۾ وڏ ماڻهو، انهن شهرن ڏانهن منتقل ٿي، يوناني مذهب، ٻولي ۽ تهذيب سولائيءَ سان سکي سگهن. سڪندر جي حڪم موجب، ستر [70] ڪن نوان شهر اَڏيا ويا يا انهن شهرن کي يوناني طرز تي نئين سر جوڙيو ويو. اهي سمورا شهر، سڪندر جي

نالي پويان "سڪندريہ" سڏجڻ لڳا. انهن شهرن ۾ يوناني مذهب جون عبادتگاهون ۽ يوناني خدائن لاءِ گهر تعمير ڪيا ويا. ان ڪان علاوه، هتي يوناني ٻولي، فن ۽ تهذيب سيکارڻ لاءِ ڪيترائي مرڪز ۽ ٿئيٽر قائم ڪيا ويا.

سڪندراعظم، مفتوحہ علائقن جي ماڻهن کي اها اجازت بہ ڏني ته جيڪڏهن هو چاهين تہ يونان ۾ آباد ٿي وڃن. انهن کي اُتي سرڪاري نوڪريون ۽ آباديءَ لاءِ زمينون ڏنيون وينديون. هن پارٿيا جي ٽيهہ هزار فوجين کي يوناني فوج ۾ ڀرتي ڪري يونان موڪلي ڇڏيو. اهي پارٿي، تير هلائڻ ۾ خاص مهارت رکندا هئا. ان فن ۾ هنن جو ڪو مَٽُ نہ هو. هو گهوڙي جي پُٺ تي ويهي، سامهون ڀڄندي پويان ايندڙ دشمن تي، اوچتو پلٽو کائي تير وسائيندا هئا. سامهون ڀڄڻ وقت، دشمن تي اهو تاثر ڇڏيندا هئا جڻ تہ هو شڪست کائي ڀڄي رهيا آهن.

سڪندراعظم، 22 سالن جي عمر ۾ فتوحات ڪرڻ لاءِ پنهنجي ملڪ مقدونيہ کان نڪتو هو. مسلسل ڏهن سالن تائين، جنگيون، قتل ۽ قرلت ڪرڻ کانپوءِ هو دنيا جي وسيع علائقن جو فاتحہ بنجي ويو. هن کي شايد موجوده پاڪستان جي شهر جهلم وٽ، جنگ دوران تير لڳو، جنهنجو زهر آهستي آهستي هن جي جسم ۾ پکڙجي ويو. هتان موٽڻ کانپوءِ، جڏهن هو 324 ق م ۾ ببيبي لونيا جي شهر بابل پهتو تہ اتي هن جو انتقال ٿي ويو. هن جو لاش مصر جي شهر اسڪندريہ آندو ويو، جتي هن کي پرائي پَٽَ ۾ دفن ڪيو ويو.

سڪندراعظم جي مرڻ کانپوءِ، فقط پنجن سالن اندر هن جي ناهيل عظيم سلطنت، ٽن حصن ۾ ورهائجي وئي. سڪندراعظم جي ٽن فوجي جرنلن، خودمختياريءَ جو اعلان ڪري، پنهنجي قبضي هيٺ علائقن ۾ بادشاهت شروع ڪري ڏني.

بيبي لونيا جي گورنر سلوڪس اول [Seleucus-I] فوجي قوت سان يورپ جي علائقي ٿريس (Thrace) کان ايشيا ۾ هندستان جي سرحدن تائين هڪ تمام وڏي سلطنت قائم ڪئي. سلوڪس، 312 ق م ۾ پنهنجي سلطنت جو نالو سندس نالي جي نسبت سان "سلوڪيا" [Seleucia] رکيو. ان نئين سلطنت جي حدن ۾ ايران، بيبي لونيا، شام، فونيشيا، فلسطين ۽ موجوده ترڪيءَ جا ڪجهه علائقا شامل ڪيا ويا. ان ريت، سلوڪيا، ايشيا جي هڪ وسيع ۽ طاقتور سلطنت بنجي ويئي. سلوڪس، شام جي هڪ شهر انطاڪيہ [Antioch] کي پنهنجي سلطنت جو دارالحڪومت قرار ڏنو ۽ ترڪيءَ ۾، پنهنجي نالي سان هڪ نئون شهر "سلوڪيا" اَڏايائين، جتي خاص طور يونانين کي وڏي تعداد ۾ آباد ڪرايو ويو.

سلوڪس، اقتدار تي چڱيءَ طرح قبضو ڄمائڻ کانپوءِ، سندس سلطنت ۾ آباد سڀني قومن مٿان يوناني مذهب ۽ يوناني ٻولي مڪمل طور مڙهي ڇڏي. هن اعلان ڪيو تہ يوناني مذهب ۽ يوناني خدائن کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ مذهب يا خدا کي مڃڻ، حڪومت خلاف "بغاوت" سمجهيو ويندو. ان جي سزا موت هوندي. جڏهن ماڻهن پنهنجا مذهب ۽ عقيدا بچائڻ لاءِ هٿ پير هنيا تہ قتلام جا ڪيترائي سلسلا جاري ڪيا ويا.

سلوڪس، پنهنجي سلطنت ۾ هنڌين ماڳين، يوناني خدائن جي بندگي ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي عبادتگاهون تعمير ڪرايون، جتي يوناني پُجاري مقرر ڪيا ويا. ان کان علاوه، سڀني وڏن ۽ اهم رستن تي پٿر جا وڏا وڏا ناڪ هٽائي، انهن تي يوناني مذهب ۽ يوناني خدائن جا احڪام لکرايا ويا. شام ۾، يهودين جي مرڪزي عبادتگاه سان لڳ يوناني خدا زيوس جي عبادتگاه تعمير ڪرائي ويئي ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنو ويو تہ هو زيوس جي باقاعدگيءَ سان عبادت ڪن. ان ريت،

سلطنت سلوڪيا ۾ رهندڙ قومون نہ فقط سياسي، سماجي ۽ اقتصادي طور غلام ڪيون ويون بلڪ انهن کي روحاني توڙي مذهبي غلاميءَ ۾ بہ جڪڙيو ويو.

سلوڪيا جي عوام کي هيءَ ڳالهہ چڱي طرح ذهن نشين ڪرائي ويئي تہ نہ فقط هنن جون فوجون هارائي چڪيون آهن بلڪ هنن جا خدا بہ شڪست کائي چڪا آهن. سلوڪيا ۾ رهندڙ قومن کي مجبور ڪيو ويو تہ هو پنهنجي مادري ٻولي ڇڏي، يوناني ٻوليءَ کي قبول ڪن. اهڙي طرح، مڪاني ٻوليون خطري ۾ پئجي ويون. خاص طور "ارامڪ" کي وڏو ڌڪ لڳو جيڪا ان دؤر جي سڀ کان وڏي ٻولي هئي.

سلوڪس جي ڏينهن ۾، هڪ ڇرڪائيندڙ واقعو پيش آيو. هن شهنشاه جو پُٽ، جيڪو اينٽئاڪس اول جي نالي سان سڏيو ويو، اهو پنهنجي ماتيجي ماءُ استراتائوس (Stratouice) تي عاشق ٿي پيو ۽ ان سان ناجائز تعلقات قائم ڪيائين. جڏهن ان ڳالهہ جي هنجي پيءُ سلوڪس کي خبر پيئي تہ هن پنهنجي زال کي تحفي طور پنهنجي پُٽ جي حوالي ڪري ڇڏيو.

281 ق م ۾ سلوڪس، فتوحات جي عمل دوران جنگ ڪندي مارجي ويو. سلوڪس جي قتل ٿيڻ کانپوءِ، هن جو پُٽ اينٽئاڪس اول (Antiochus-I) سلطنت سلوڪيا جو وارث ۽ شهنشاهہ بڻيو. هن پنهنجي پيءُ جي چِتا ساڙڻ کانپوءِ، انجي راک هڪ وڏي مندر ۾ رکائي ۽ اعلان ڪيو تہ هن جو پيءُ سلوڪس، دراصل خدا "زيوس" هو جيڪو پنهنجي قوم کي نجات ڏيڻ لاءِ، وقتي طور ڌرتيءَ تي لهي آيو هو. هن پنهنجي پيءُ کي "زيوس نڪيتر" (Zeus Nicator) جو خطاب ڏنو ۽ عام رعايا کي حڪم ڏنائين تہ هو هن جي عبادت ڪن.

پنهنجي پيءُ کي خدا جو درجو ڏيڻ سبب، اينٽئاڪس پاڻ "خدا جو پُٽ" [Son of God] تي ويو ۽ سارتر [Sorter] ڪوٺائڻ لڳو.

ان فيصلي سان اينٽئاڪس کي ”زميني خدا“ هئڻ جو شرف به حاصل ٿي ويو. هن پنهنجي پيءُ جا بيشمار مجسما تيار ڪرائي، مختلف اهم هنڌن تي هٽائي ڇڏيا ته جيئن ماڻهو سولائيءَ سان هنجي عبادت ڪري سگهن.

اينٽئاڪس اول جي ڏينهن ۾، جرمن قبيلي ”گالز“ [Gauls] سڪندراعظم جي اباڻي ملڪ مقدونيه تي 279 ق م ۾، ڪيترائي حملا ڪري اتي زبردست تباهي مچائي ۽ بيشمار ماڻهن کي قتل ڪيو. ان صورتحال سبب اينٽئاڪس، يوناني ماڻهن کي دعوت ڏني ته هو لڏي سندس سلطنت ۾ اچي آباد ٿين. هن پاڻ به وڏ ڪان وڏ يونانين کي سندس سلطنت ۾ آباد ڪرڻ چاهيو ٿي. نتيجي ۾، يونان جي وڏي آبادي، مقدونيه کان هجرت ڪري، خاص طور ايشيا مائنر [موجوده ترڪي] جي علائقن ۾ آباد ٿي ويئي.

اينٽئاڪس، سڪندراعظم جي خواهش مطابق، پنهنجي سلطنت ۾ يوناني طرز جا ڪيترائي نوان نوان شهر اڏايا، جتي يوناني مذهب ۽ يوناني ٻوليءَ کي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ لاءِ سڀ وسيلا استعمال ڪيا ويا.

261 ق م ۾، جڏهن اينٽئاڪس جو انتقال ٿيو ته هن جو پُٽ اينٽئاڪس دوم جي لقب سان سلطنت سلوڪيا جو شهنشاه بڻيو. جيئن ته هن جو پيءُ ”خدا جو پُٽ“ هو، ان ڪري اينٽئاڪس دوم پڻ خدا هئڻ جي دعوا ڪئي ۽ پاڻ کي ”خدا ٿيوس“ (Theus] ڪوٺائڻ لڳو. هن پنهنجا ڪيترائي مجسما نهرائي، سندس سلطنت ۾ هٽائي ڇڏيا ته جيئن ماڻهو هن جي عبادت ڪن. هن پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلندي يوناني طرز جا ڪيترائي نوان شهر اڏايا، جيڪي يوناني مذهب ۽ يوناني ٻولي سيکارڻ جا وڏا مرڪز ثابت ٿيا.

سلوڪيا جي شهنشاهه اينٽئاڪس دوم جي ڏينهن ۾، ڏکڻ ايشيا ۾ هڪ وڏو واقعو پيش آيو. هندستان جي شهنشاهه اشوڪ [328-265

ق م] ڪالنگا [موجوده اوڙيسا] جي جنگ کٽڻ کانپوءِ 261 ق م ۾ ٻُڌمت قبول ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ان جنگ ۾ هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهو قتل ٿيا هئا.

ٻُڌمت قبول ڪرڻ کانپوءِ اشوڪ، سندس سلطنت ۾ آباد سڀني قومن کي هدايت ڪئي ته هو ٻُڌمت قبول ڪن. نتيجي طور، هندستان ۾ آريائي مذهب [هندومت] سخت خطري ۾ پئجي ويو. اشوڪ جي سلطنت، تامل علائقن کان اتر ۾ افغانستان تائين پکڙيل هئي. هن جي سرحدن اندر هندستان، پاڪستان، بنگلاديش ۽ افغانستان جا موجوده علائقا شامل هئا. ڪوبه هندو حاڪم، هن کان اڳ ايڏي وسيع سلطنت ماڻي نه سگهيو هو. اشوڪ، تمام طاقتور شهنشاهه جي حيثيت سان، سڀ وسيلا استعمال ڪيا ته جيئن سندس سلطنت ۾ رهندڙ ماڻهو، پنهنجا مذهب ڇڏي، ٻُڌمت جا پوئلڳ ٿي وڃن. هن جون فوجون، جن جو تعداد ڇهه لک کان وڌيڪ هو، ٻُڌ عالمن سان گڏ هندستان کان افغانستان تائين پکڙجي ويون.

اشوڪ پنهنجي پُٽ ۽ ڌيءَ کي موجوده سري لنڪا جي راجا ڏانهن، ان پيغام سان گڏ موڪليو ته هو ٻُڌمت قبول ڪري. سري لنڪا جي راجا ٻُڌمت قبول ڪئي ۽ پنهنجي قوم کي حڪم ذريعي ٻُڌمت جو پوئلڳ ڪري ڇڏيائين.

اشوڪ پنهنجي وسيع سلطنت ۾ وڏن وڏن رستن، چؤواٽن ۽ ٻين اهم هنڌن تي پٿر جا ٿنڀا کوڙائي، انهن تي ٻُڌمت جا مَتا ۽ اصول لکرائي ڇڏيا.

درحقيقت، گوتم ٻُڌ [563–483] پنهنجي علمَ، ذات ۽ ڏاهَ ذريعي آريائي مذهب تي ڪاهون ڪيون هيون ته جيئن هندستان جو عوام آرين جي مذهب ۽ روحاني غلاميءَ کان نجات حاصل ڪري سگهي. گوتم ٻُڌ، ماڻهن کي مختلف طبقن ۾ ورهائڻ وارو آريائي مذهبي فارمولو رد

ڪري، هي اعلان ڪيو ھو تہ سڀ انسان برابر آھن. ڪوبہ نيچ يا ناپاڪ ناهي. انسان جي چڱي ۽ مَني هئڻ جو فيصلو فقط هن جي اعمالن سان ڪري سگهجي ٿو.

گوتم ٻُڌ، آريائي مذهب [هندومت] کي ختم ڪرڻ بدران، مجموعي طور "مذهبي اداري" ۽ "خدا جي تصور" کي بہ مڪمل طور رَدّ ڏيئي اهو اعلان ڪيو تہ خدا جي عبادت تي جيترو وقت لڳي ٿو، اهو انسان جي خذمت لاءِ وقف ڪيو وڃي.

گوتم ٻُڌ کان اڳ، 800 ق م کان 300 ق م تائين، هندستان ۾ ڪيترن ئي وڏن عالمن ۽ مفڪرن جنم ورتو، جن پنهنجي تحريرن ذريعي عوام کي "مذهب کان نجات" ڏيارڻ لاءِ ڪئين تحريڪون هلايون. هنن علم ۽ فڪر ذريعي، خاص طور آريائي مذهب مان جان ڇڏائڻ لاءِ ڏاڍي جاکوڙ ڪئي. انهن عالمن ۾ برهاس پتي [Brhaspati] ۽ چار واڪاس [Charwkass] جا نالا تمام مثانهون ملن ٿا. برهاس پتيءَ جو چوڻ هو تہ:

"نہ دوزخ ۽ نہ ڪا آخرت آهي. نہ روح آهي ۽ نہ ڪا ابدي دنيا. اهي آسرا سڀ اجايا آهن. ڀلا، مٽيءَ ۾ مٽي ٿي وڃڻ کانپوءِ، هي جسم ٻيهر ڪيئن جنم وٺي سگهي ٿو. اهو جن ڀوت ئي ٿي سگهي ٿو. مرڻ وارا پويان مهنگيون ريتون رسمون ڇڏيو وڃن، جيڪي پُڄارين لاءِ روزگار جو سبب بنجن ٿيون."

چارڪاواس چيو تہ:

"روح هڪ فريب، هڪ وهم، هڪ وسوسو آهي. روح جو تصور ئي دوکو آهي.

تاريخ جو مشاهدو ڪرڻ سان اسان کي خدائن، ديوتائن يا فطري قوتن بابت ڪابہ وضاحت نٿي ملي. اهو سڄو مانداڻ غير فطري آهي. اصل حقيقت تہ مادو آهي. جسم پَنَن جو مجموعو ۽ دماغ سوچ

جو مادو آهي.

جسم مان روح جي نڪرندي ڪنهن ڏٺو آهي؟

ابديت جي ڳالهه حقيقت ناهي.

آواگون (Transmigration of soul) ممڪن ناهي.

مذهب هڪ ترورو آهي، هڪ بيماري آهي، هڪ فريب آهي.

خدا جو ڪو وجود ڪونهي. دنيا کي سمجهڻ لاءِ محض هڪ مفروضي کي بنياد ناهڻ تہ خدا موجود آهي، اهي سڀ اجايا خيال آهن.

انسان کي مذهب جي ضرورت ان ڪري پوي ٿي ڇاڪاڻ تہ هو ان جو عادي ٿي چڪو آهي. مذهب ڪانسواءِ هو پاڻ کيّ بيڪار محسوس ڪري ٿو ۽ هن کي مذهب جي ٻاڙ لڳي ٿي. حالانڪ، اها ٻاڙ فقط علم سان لاهي سگهجي ٿي.

اخلاقي قدر، فطري ٿين ٿا. اهي سماج ۾ وضع داريءَ لاءِ ڪم اچن ٿا. انهن جو الهامي احڪامن سان ڪو تعلق ناهي. ايماندار، بي ايمان، ڇگن، مَنن، صوفين ۽ عام ماڻهن مٿان سج ساڳي ريت چمڪي ٿو.

جذبات ۽ جبلت کي دٻائڻ مان ڪوبہ فائدو ناهي. زندگيءَ جو اصل مقصد پرپور زندگي گذارڻ آهي.

۽ "خوشي" سڀ کان وڏي دانشمندي آهي."

جڏهن گوتم ٻڌ، هندستان جي عوام کي "آريائي مذهب" جي "روحاني غلاميءَ" کان نجات ڏيارڻ لاءِ ڪوشش.ون ڪري رهيو هو، ان وقت جين مت جو باني "مهاوير" [467–539 ق م] پڻ هندستاني عوام کي مذهب ۽ خدائن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ تحريڪ هلائي رهيو هو. هن جو چوڻ هو تہ فقط ڪائنات ابدي آهي، هميشہ کان هئي ۽ هميشہ رهندي. باقي ڪجهہ بہ ناهي. دنيا ۾ انقلاب، پيچ ڌاهَہ ۽ وڏيون تبديليون جبلي قوتن سبب اچن ٿيون. انهن انقلابن جو آسمان سان

ڪو بہ تعلق ناهي.

بهرحال، مهاوير ۽ گوتم ٻڌ، مجموعي طور آخرت، ابديت ۽ خدا جي وجود کان انڪار ڪيو. هو جنت، دوزخ ۽ عرفات کي دوکو سمجهندا هئا. گوتم، مرڻ وقت پنهنجي هڪ خاص شاگرد آنند کي سڏي چيو:

"او ڀڪشو، هاڻ مون کي بہ فنا ٿيڻو آهي. دل لڳائي مَنَ جي سچائيءَ جي ڳولا جاري رکجانءِ. ياد رک تہ سچائيءَ کي، مَنَ کان علاوه ٻي ڪنهن بہ ذات جي حوالي سان ڄاڻڻ جي ضرورت ناهي."

جڏهن شهنشاهہ اشوڪ جو 238 ق م ۾ انتقال ٿيو تڏهن هن جي سلطنت ۾ آباد ماڻهو آريائي مذهب [هندومت] ڇڏي ٻڌمت جا پوئلڳ ٿي چڪا هئا. حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ ان وقت گوتم ٻڌ هڪ مفڪر ۽ عالم هئڻ بدران "خدا" بلڪہ "معبود" جي حيثيت اختيار ڪري ويو. موجوده هندستان، پاڪستان، ڪشمير، افغانستان، نيپال ۽ سري لنڪا جو عوام گوتم ٻڌ کي خدا سمجهي، ان جي عبادت ڪرڻ لڳو.

اشوڪ کانپوءِ، هن جي وارثن ٻڌمت جي تعليمات کي پري پري ڏورانهين ملڪن تائين پهچائڻ لاءِ تبليغي جماعتون موڪلڻ جو سلسلو جاري رکيو، جنهن جي نتيجي ۾ وچ ايشيا، چين، برما، لائوس، ٿائليند، ڪمبوڊيا، ويتنام، ڪوريا ۽ جاپان جي بادشاهن ٻڌمت قبول ڪري، ان کي پنهنجي عوام مٿان زوري مڙهي ڇڏيو.

اشوڪ کان اڳ، ٻڌمت کي هندومت جو فقط هڪ فرقو سمجهيو ويندو هو. اشوڪ کانپوءِ اهو دنيا جو هڪ عظيم، انتهائي ترقي يافتہ ۽ قابلِ فخر مذهب بنجي ويو.

چين جي شهنشاهہ منگ Ming [75-58ع] ابتدائي طور ٻڌمت کي قبول ڪيو. ان کانپوءِ شهنشاهہ "سوئي" [Sui] 618-589ع ان

مذهب کي وڏي پيماني تي زور وٺايو. سوئي کانپوءِ چين جي حاڪم مهاراڻي ”وو“ Empress Wu 690-705ع ٻڌمت کي چين جو باقاعده سرڪاري مذهب قرار ڏنو. هن ”تائوازم“ تي بندش وجهي، چين جي عوام کي حڪم ڏنو تہ هو سڀ ٻڌمت جا پوئلڳ ٿي وڃن، حڪم جي تعميل ڪئي ويئي.

جاپان جي شهنشاهہ ڪنمي تينو (Kinmei-Tenno) 538ع ۾ ٻڌمت کي قبول ڪيو. ٻڌمت قبول ڪرڻ جي دعوت، هن کي ڪوريا جي بادشاهہ سيانگ ميانگ Syong-Myong ڏني جيڪا هن قبول ڪئي.

594ع ۾ جاپان جي مهاراڻي Empress ”سيوڪو“ 628-592ع ٻڌمت کي باقاعده جاپان جو سرڪاري مذهب ناهيو ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنائين تہ هو سڀ ٻڌمت قبول ڪن. اڳتي هلي مهاراڻي سيوڪو، بادشاهت ڇڏي پُڄاري [Nun] ٿي ويئي. جنهن جي نتيجي ۾، جاپان جو اقتدار هن جي ڀاٽيجي شهزادي شہتوڪو (Shotoko) 622-574ع جي حوالي ڪيو ويو تہ جيئنْ هو مهاراڻي سيوڪو طرفان حڪومت هلائي سگهي. ان وقت ٻڌمت جا مول ۽ متا سمجهائڻ لاءِ ڪوريا ۽ چين کان عالم گهرايا ويا.

هوڏانهن هندستان ۾ شهنشاهہ اشوڪ کانپوءِ، شهنشاهہ ڪنشڪ (162-120ع) ٻڌمت کي ڏکڻ ۽ وچ ايشيا جي ملڪن ۾ زور وٺايو. ڪنشڪ جي سلطنت هندستان، پاڪستان، ڪشمير، افغانستان، ازبڪستان ۽ تاجڪستان جي موجوده علائقن تائين پکڙيل هئي. ان کان علاوه، چيني ترڪستان جي علائقا ڪوهتان، يارقند ۽ ڪاشغر بہ ڪنشڪ جي قبضي هيٺ هئا. انهن سڀني علائقن ۾ ڪنشڪ ٻڌمت کي بيحد زور وٺايو. ڪنشڪ، موجوده پاڪستان جي شهر پشاور [پرشپور] کي پنهنجو دارالحڪومت ناهيو، جيڪو ٻڌمت جو سڀ کان

وڏو مرڪز بنجي ويو. ڪنشڪ، جنهن جي زندگي گهڻي ڀاڱي جنگيون ڪرڻ ۾ گذري، ان ٻڌمت تي هڪ ڪتاب به لکيو.

ڪنشڪ جي دؤر تائين، ٻڌمت ايشيا جو سڀ کان وڏو مذهب بنجي چڪو هو. خاص طور موجوده چين، هندستان، سري لنڪا، برما، پاڪستان، افغانستان، ڪشمير ۽ وچ ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ماڻهن جي اڪثريت ٻڌمت جي پوئلڳ ٿي چڪي هئي.

چوٿين صدي عيسويءَ ۾ هڪ ٻيو اهم واقعو پيش آيو. هندستاني علائقن تي چندرگپت اول جي حڪومت قائم ٿي وئي، جيڪو هندومت جو پوئلڳ هو. اهڙيءَ ريت هندستان ۾ ٻڌمت لاءِ خطرا پيدا ٿيڻ لڳا. چندرگپت کانپوءِ، هن جو پُٽ سمدرگپت 330ع کان 380ع تائين مسلسل پنجاه سال هندستان جي وسيع علائقن تي حڪومت ڪندو رهيو. سمدرگپت، فتوحات ڪرڻ لاءِ، پنهنجي فوجن ساڻ، ٽي هزار ميل سفر ڪيو ۽ ڪيترائي علائقا پنهنجي قبضي هيٺ آندا. نتيجي ۾، هو اشوڪ کانپوءِ هندستان جو سڀ کان طاقتور شهنشاهه بڻجي ويو.

سمدرگپت، پنهنجي مفتوحه علائقن ۾ هندومت کي نافذ ڪيو ۽ اهڙيون حالتون پيدا ڪيائين جو هندستان جي عوام لاءِ ان کان علاوه ٻيو ڪو چارو نه رهيو ته هو ٻڌمت ڇڏي هندومت قبول ڪن.

سمدرگپت کانپوءِ، هن جا وارث مسلسل ڏيڍ سؤ سالن تائين هندستان تي حڪومت ڪندا رهيا. ان عرصي ۾، هندومت يا آريائي مذهب هندستان جو ٻيهر سڀ کان وڏو مذهب بنجي ويو.

ستين صدي عيسوي جي ابتدا ۾، هندستان جي تاريخ جو هڪ ٻيرو وري اهم واقعو پيش آيو. هندستان جو هڪ هندو شهنشاهه هرش (606-647ع) ٻُڌمت جو پوئلڳ ٿي ويو. هن جي سلطنت جو دارالحڪومت ”قنوج“ هو، جتي هرش، ٻڌمت کي ٻيهر هندستان جو

مذهب ناهڻ لاءِ هڪ وڏي مجلس طلب ڪئي. ان مجلس ۾ ويهه [20] راجا، هڪ هزار عالم ۽ ٽي هزار شاگرد شريڪ ٿيا. هتي ٻڌمت کي زور وٺائڻ لاءِ ڪيترائي اهم فيصلا ڪيا ويا. هرش جي.سلطنت ۾، اتر هندستان جا موجوده علائقا اُتر پرديش، مڌيه پرديش، راجستان، بهار، اوڙيسا، بنگال ۽ آسام شامل هئا. هرش، اهڙا حالات پيدا ڪرڻ شروع ڪيا جو، هن جي سلطنت ۾ رهندڙ ماڻهن، هندومت کي ڇڏي ٻيهر ٻڌمت کي قبول ڪيو. هن پنهنجي سلطنت ۾ بيشمار ٻڌ عبادتگاهون تعمير ڪرايون ۽ جانورن کي مارڻ قانوني طور بند ڪرائي ڇڏيو. ان وقت تائين، قنوج ۾ فقط ٻه ٻڌ عبادتگاهون هيون، جن جو تعداد وڌي هڪ سؤ تي ويو.

647ع ۾، هرش جي وفات ڪانپوءِ، هن جي سلطنت تمام تيزيءَ سان، ڪيترن ئي خودمختيار رياستن ۾ ورهائجي ويئي. هرش جي سلطنت مان گهٽ ۾ گهٽ اٺ خودمختيار رياستون وجود ۾ آيون، جن جا نالا هي آهن:

رياست بنگال، رياست قنوج، رياست مالوا، رياست بهار، رياست بنديل کنڊ، رياست سانڀر، ۽ رياست اجمير. انهن سڀني رياستن تي راجپوت قابض ٿي ويا جيڪي هندومت جا پوئلڳ هئا. نتيجي طور، مٿي ڄاڻايل رياستن ۾ رهندڙ ماڻهو، هڪ ڀيرو وري ٻڌمت ڇڏي هندومت کي قبول ڪرڻ تي مجبور ڪيا ويا.

هوڏانهن ڏکڻ هندستان ۾ چالوڪيا سلطنت جو خاتمو ٿي ويو، جنهن تي شهنشاهه پل ڪيشن دوئم (610-642ع) Pulakesin-II جي حڪومت هئي. هي طاقتور شهنشاهه هرش جو همعصر هو بلڪ هڪ جنگ ۾ هن هرش کي خوفناڪ شڪست ڏني جيڪا 620ع ۾ دريا نربدا جي ڪناري تي وڙهي ويئي.

642ع ۾ پل ڪيشن جي مرڻ ڪانپوءِ، هن جي سلطنت مان پنج

خودمختيار رياستون وجود ۾ آيون، انهن جا نالي هي آهن:

رياست ديوگري، رياست ورنگل، رياست دوار سمدر، رياست ميسور ۽ رياسنت مدورا. انهن رياستن تي بہ هندو راجپوت قابض ٿي ويا.

هوڏانهن هندستان جي اُتر ۾، سنڌ خودمختيار رياست هئي، جنهنجي سرحدن ۾ موجوده پاڪستان جا سمورا علائقا شامل هئا. اهڙيءَ ريت برصغير هندستان، ستين صديءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ خودمختيار ملڪن ۾ ورهايل هو. انهن ٺي حالتن دوران، 711ع ۾ عرب مسلمانن محمد بن قاسم جي سربراهيءَ هيٺ برصغير هندستان تي حملو ڪري، سنڌ جي علائقن تي قبضو ڪري ورتو. بعد ۾، محمود غزنوي ۽ شهاب الدين غوريءَ هندستان تي حملا شروع ڪيا. نيٺ، 1206ع ۾ شهاب الدين غوريءَ جو هڪ غلام قطب الدين ايبڪ هندستان ۾ پهرين مسلم رياست جو بنياد رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. قطب الدين ايبڪ جي هڪ نائب محمد بن بختيار خلجيءَ، تمام ٿوري فوجين سان بنگال ۽ بهار تي قبضو ڪيو ۽ هتي جي ماڻهن کي مسلمان ڪري ڇڏيو. 1290ع تائين جلال الدين خلجي برصغير هندستان جو طاقتور ترين مسلمان بادشاه بلڪ شهنشاه بنجي ويو، جنهن جي سلطنت ۾ موجوده هندسنان، پاڪستان ۽ بنگلاديش جا اڪثر علائقا شامل هئا. اهڙيءَ ريت، ڏکڻ ايشيا جو هي علائقو وڏي پيماني تي اسلام جي اثر هيٺ اچي ويو.

هوڏانهن، هندستان سان لڳ "سلوڪيا" سلطنت ۾ اقتدار جون جنگيون جاري هيون. اينٽاڪس دوم جي مرڻ کانپوءِ، هن جا بہ پُٽ تخت حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهي پيا. انهن مان هڪ اينٽاڪس هيرڪس (Antiochus Herax) قتل ٿي ويو. ان ريت اقتدار ٻئي پُٽ کي حاصل ٿيو جيڪو سلوڪس دوم سڏائڻ لڳو. هي شخص 225

۾، گھوڙي تان ڪرڻ سبب مري ويو. نتيجي طور، هن جو پُٽ سلوڪس سوم جي لقب سان سلطنت سلوڪيا جو شهنشاه ٿيو. هو ٻه اقتدار جي جنگين ۾، فقط ٻه سال حڪومت ڪرڻ بعد 223 ق م ۾ مارجي ويو. پوءِ هن جو ننڍو ڀاءُ اينٽيئاڪس سوم جي لقب سان سلوڪيا جو شهنشاه ٿيو. هن اقتدار تي قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ خدا هئڻ جي دعويٰ ڪئي. هن پنهنجي زال لاؤڊس (Laodice) کي ٻه خدائي درجو ڏيئي، ديوي ناهي ڇڏيو.

اينٽيئاڪس سوم، هڪ ڏگهي عرصي تائين سلوڪيا تي حڪمراني ڪندو رهيو. 233 ق م کان 187 ق م تائين، لڳ ڀڳ ڇٽيهه [36] سال، هن کي اقتدار حاصل رهيو. ان عرصي ۾، پنهنجي سلطنت جون سرحدون وڌائڻ لاءِ هن کي ڪئين جنگيون ڪرڻيون پيون. هن ڪيترن ئي قومن کي پنهنجي تابع ڪيو. پر، 190ع ق م ۾ روم سان جنگ ڪندي، هي هارائي وينو. ان شڪست جي نتيجي ۾، هن کي هڪ ڏکوئيندڙ امن معاهدي (Treaty of Apamea) جا شرط مڃڻا پيا. انهن شرطن تي عمل ٿيڻ تائين، هن کي پنهنجو پُٽ ضمانت طور رومين جي حوالي ڪرڻو پيو. اينٽيئاڪس سوم، جيڪو پاڻ کي خدا سڏائيندو هو، ان جو پُٽ مسلسل چوڏنهن سال 175 ق م کان 189 تائين، رومين جي قبضي ۾ رهيو.

اينٽيئاڪس کي 187 ق م ۾، ان وقت قتل ڪيو ويو جڏهن هو موجوده ايران جي شهر ”سوسه“ ۾ خدا بعل [Baal] جي مندر ۾ ماڻهن کان خراج وصول ڪري رهيو هو. تاريخدان هن کي اينٽيئاڪس اعظم جي لقب سان ياد ڪن ٿا.

اينٽيئاڪس جي مرڻ ڪانپوءِ، رومين هن جي پُٽ کي تمام وڏي رقم وصول ڪرڻ ڪانپوءِ آزاد ڪري ڇڏيو. هو چوڏهن سالن بعد، پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽيو ۽ سلوڪيا جو شهنشاه بنجي ويو. هن اينٽيئاڪس

چوٿين جو لقب اختيار ڪيو. ان سان گڏ ”خدا“ هئڻ جي دعويٰ بہ ڪيائين ۽ پاڻ کي ايپي فنيز (Epiphanes) سڏائڻ لڳو.

اينٽئاڪس پنهنجي رعايا کي حڪم ڏنو تہ هن جي باقاعدگيءَ سان عبادت ڪئي وڃي ۽ قربانيون ڏنيون وڃن. هن جي دربار ۾ اچڻ وقت سڀ سجدو ڪن. اينٽئاڪس جي ان حڪم جي ڪيترن ئي قومن مخالفت ڪئي. خاص طور يهودي مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويا. يهودين جو چوڻ هو تہ هو هڪ خدا کانسواءِ ٻي ڪنهن کي بہ سجدو نٿا ڪري سگهن.

اينٽئاڪس چهارم پنهنجي رعايا کي اهو بہ حڪم ڏنو تہ هو پنهنجا مذهب ڇڏي، يوناني مذهب، يوناني خدائن، يوناني ٻولي ۽ تهذيب کي مڪمل طور پنهنجو ڪن. ان حڪم جي بہ سڀ کان وڌيڪ يهودين مخالفت ڪئي. 169 ق م ۾، اينٽئاڪس مصر تي حملو ڪيو، پر ناڪام ويو. ان مهم تان موٽندي، هن يروشلم تي ڪاهہ ڪئي ۽ هتي يهودين جو قتل عام ڪرايائين، جيڪي هن کي سجدو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. هن يهودين کي ذليل ڪرڻ ۽ هنن جي مذهبي جذبن کي ڏڪوئڻ لاءِ يروشلم ۾ يهودين جي مقدس عبادتگاه هيڪل سليماني ۾ هزارين سوئر ذبح ڪرائي، انهن جو رت عبادتگاه جي ڀتين تي ڇڙڪاءُ ڪرايو. پوءِ هزارين يهودين کي جهلي، انهن کي هتي سوئرن سان گڏ ذبح ڪيو ويو. پوءِ انهن جو گوشت، هڏيون ۽ رت هڪ ٻئي سان ملائي ڪتن ۽ ٻين جانورن کي کائڻ لاءِ ڏنو ويو. ان ظالمانہ ڪارروائيءَ کانپوءِ هيڪل سليماني کي ڊاهي پَٽ ڪيو ويو، جيڪو حضرت سليمان تعمير ڪرايو هو.

اينٽئاڪس، يهودي مذهب تي پابندي وجهي ڇڏي ۽ اعلان ڪيو تہ اڄ کان يهودي مقدس ڏينهن [Sabbath Day] ملهائڻ، طهر ڪرائڻ ۽ توريت پڙهڻ تي مڪمل طرح بندش آهي. حڪم جي خلاف ورزيءَ

ڪي شهنشاه خلاف ”بغاوت“ سمجهيو ويندو، جنهن جي سزا موت هوندي. ان سزا هيٺ ڏوهارين کي ڪُتن ۽ سوئرن سان گڏ ذبح ڪيو ويندو. هن هيڪل سليمانيءَ جي جاءِ تي يوناني خدا زيوس لاءِ وڏي عبادتگاهه تعمير ڪرائي، جتي زيوس جو عظيم الشان مجسمو رکيو ويو. اينٽئاڪس، باقي زنده بچيل يهودين کي حڪم ڏنو ته هو زيوس خدا جي عبادت ڪن، هن جي اڳيان سجدو ڪن ۽ هر روز هڪ يهودي ڇوڪري يا ڇوڪرو زيوس تان قربان ڪن. ان صورتحال سبب، يهودي موت ۽ زندگيءَ جي خوفناڪ ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويا. هنن لاءِ ان کان علاوه ڪو چارو نه هو ته هو اينٽئاڪس جي حڪم جي تعميل ڪن يا هتان لڏي وڃن يا مزاحمت ڪندي جان ڏين. ڪيترن ئي يهودين مزاحمت جاري رکي ۽ هنن اينٽئاڪس جي وڏن فوجي آفيسرن کي جهلي ”زيوس“ جي قربانگاهه ۾ ذبح ڪري ڇڏيو.

164 ق م ۾، اينٽئاڪس چوٿين جو انتقال ٿي ويو. هن جي مرڻ سان سلطنت سلوڪيا جو تيزيءَ سان زوال ٿيڻ لڳو، ان حد تائين جو 125 ق م ۾، سلوڪيا تي پارٿين جو قبضو ٿي ويو. ان ربت سلوڪيا سلطنت هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي ويئي، جنهن جو بنياد سڪندراعظم جي فوجي جنرل سلوڪس اول رکيو هو.

جيئن ته پارٿيا جا حاڪم ”مترا“ کي عظيم خدا طور مڃيندا هئا، ان ڪري سلطنت سلوڪيا ۾ رهندڙ قومون هڪ نئين خدا، نئين مذهب ۽ نئين پارٿي ٻوليءَ جي ور چڙهي ويون.

پارٿيا، وچ ايشيا جي هڪ ننڍڙي قبائلي رياست هئي، جنهن تي سائرس اعظم ۽ دارا جي فوجن قبضو ڪري، هتي جي عوام مٿان زرتشتي مذهب مڙهي ڇڏيو هو ۽ کين مجبور ڪيو ته هو ”اهورا مزدا“ کي خدا سمجهن ۽ ان جي عبادت ڪن. جڏهن ته ان وقت هتي جا ماڻهو ”مترا“ کي پنهنجو خدا سمجهندا هئا. ان واقعي کانپوءِ،

سڪندراعظم جي فوجن، هن علائقي تي قبضو ڪري، هتي يوناني مذهب ۽ يوناني ٻوليءَ کي زور وٺايو. آهستي آهستي هتي جا ماڻهو يوناني خدائن کي پوڄڻ لڳا.

249 ق م ۾، اشڪ اول (Arsaces-I) يونانين جي غلاميءَ مان نڪري سلطنت "پارٿيا" جو بنياد وڌو. جڏهن مترادِيٽس جو دؤر (138–171 ق م) آيو ته هن يوناني سلطنت "سلوڪيا" جي ڪيترن ئي علائقن تي قبضو ڪري ورتو. اڳتي هلي هو سلوڪيا جي دارالحڪومت تي به قابض ٿي ويو. 125 ق م تائين، سلطنت سلوڪيا، مڪمل طور پارٿيا ۾ شامل ڪئي ويئي. ان ريت پارٿيا، پنهنجي دؤر جي هڪ وڏي ۽ طاقتور سلطنت بنجي ويئي. اهو ملڪ، جنهن کي سلوڪيا سڏبو هو، اهو هاڻ پارٿيا سڏائڻ لڳو.

جڏهن پارٿي، سلطنت سلوڪيا تي قابض ٿيا تڏهن هتي جو سڀ کان وڏو مذهب يوناني مذهب هو. هتي جي ماڻهن جي اڪثريت يوناني خدائن جي پُوڄا ڪندي هئي ۽ هتي جا ماڻهو يوناني ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندي فخر محسوس ڪندا هئا. ماڻهن جي اُٿڻي وهڻي، يونانين جهڙي ٿي ويئي هئي. وڏي پيماني تي يونانين سان مٿي مائٽي ۽ شاديون ڪرڻ سبب، هتي جا ماڻهو گهڻي ڀاڱي ذهني طور يوناني بنجي چڪا هئا. سڪندراعظم ۽ ان جي فوجي جرنلن، هن پَٽَ ۾ يوناني طرز جا جيڪي به شهر آباد ڪيا، اهي يوناني تهذيب ۽ تمدن جا مرڪز هئا. انهن شهرن ۾ سوتيريا (Soteiria)، چارس (Charis)، آڪيا (Achaea)، ڪالوپي (Calliope) وغيره قابل ذڪر آهن.

پارٿيا جي حاڪمن، اقتدار تي چڱيءَ طرح قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ، پنهنجي سلطنت ۾ يوناني مذهب ۽ يوناني ٻوليءَ جي جاءِ تي پارٿي مذهب ۽ پارٿي ٻوليءَ کي مڙهي ڇڏيو. يوناني خدا زيوس جي جاءِ تي "مترا" کي آندو ويو جيڪو پارٿين جو خدا هو.

ان وقت، سابقہ سلطنت سلوڪيا ۾ يونانين کي مان مرتبي ۽ وڏي عزت جي نگاھ سان ڏٺو ويندو ھو. ھنن جو تعلق فاتح قوم سان ھو. ھنن تي ٽيڪس بہ معاف ھئا. عام شھرين جي مقابلي ۾ يونانين کي امتيازي حيثيت حاصل ھئي. گھڻي ڀاڱي شھري حق بہ فقط يونانين کي حاصل ھئا.

پارٿي حاڪمن، يونانين جو زور ٽوڙڻ لاءِ، ھنن مٿان سختيون شروع ڪيون. ڪيترن ئي يونانين کي قتل ڪيو ويو تہ جيئن ھنن ۾ دھشت پيدا ٿئي. يونانين جي امتيازي حيثيت کي ختم ڪري، ھنن مٿان ٽيڪس لاڳو ڪيا ويا. ان فيصلي خلاف، خاص طور شھر سائرنڪس (Syrinx) جي يونانين سخت مزاحمت ڪئي ۽ ٽيڪس ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ان تي پارٿي حاڪمن، ٽيڪس نہ ڏيندڙ سڀني يونانين کي چڙندي چوندي قتل ڪرائي ڇڏيو. ان واقعي يونانين کي ڏوڏي وڌو ۽ ھو پاڻ کي مڪمل طور خطري ۾ محسوس ڪرڻ لڳا. نتيجي طور سڄي سلطنت سلوڪيا مان يونانين ڀڄڻ شروع ڪيو.

ھوڏانھن، مصر ۾ سڪندراعظم جو فوجي جنرل ”پٽولمي“ [Ptolemy] روايت مطابق، مصر جو زميني خدا ۽ فرعون بنجي ويو. ان وقت مصر جا ماڻھو خدا ھورس [Horus]، اوسائي رس [Osiris] ۽ آئي سس [Isis] جي ثمورتيءَ جي ايمان رکندا ھئا. خدا ھورس کي سڀني خدائن تي فوقيت ۽ فضيلت حاصل ھئي. آئني سس خدا اوسائي رس جي زال ۽ ڀيڻ ھئي.

جنرل پٽولمي، زميني خدا ھورس بنجي ويو. اوسائي رس وانگر ھن بہ پنھنجي ڀيڻ سان شادي ڪئي. اھا شادي خدا اوسائي رس جي عبادتگاھ ۾ ٿي. شاديءَ جي رسم اھڙيءَ ريت ادا ڪئي وئي جڻ تہ خدا اوسائي رس ۽ آئي سس ديويءَ جي شادي ٿيندي ھجي. جيئن تہ بادشاھ بلڪ خدا جي ھر عمل مان عوام کي رھبري حاصل ٿئي ٿي، ان

ڪري هتي جي پوڄارين ان شاديءَ کي مقدس مذهبي رسم ڄاڻائي، مصر ۾ ڀاءُ ڀيڻ جي شاديءَ کي جائز بلڪ لازم عمل قرار ڏئي ڇڏيو. نتيجي طور، هن ملڪ ۾ ڀاءُ ڀيڻ جون شاديون عام ٿي ويون.

جنرل پٽولميءَ جو خاندان لڳ ڀڳ ٽي سؤ سال 30 ق م تائين مصر تي حڪومت ڪندو رهيو ۽ لڳ ڀڳ سڀني حاڪمن پنهنجي ڀينرن سان شاديون ڪيون.

پارٿين جي دؤر حڪومت ۾، يورپ ۾ يونانين ڪانپوءِ هڪ نئين فوجي قوت اُڀري آئي جيڪا "رومي سلطنت" جي نالي سان دنيا ۾ مشهور ٿي. رومين، دنيا تي قبضو ڪرڻ لاءِ فتوحات جا وڏا سلسلا شروع ڪيا. نتيجي طور، خاص طور ايشيا جا وسيع علائقا، ڪڏهن رومين جي قبضي هيٺ اچي ويندا هئا ته ڪڏهن پارٿي انهن تي قابض ٿي ويندا هئا. هڪ ڀيري اهڙو به وقت آيو جو 114ع ۾ روم جي شهنشاه ٽراجان (Trajan) جو نه فقط پارٿيا جي اهم علائقن تي قبضو ٿي ويو بلڪ پارٿيا جو دارالحڪومت "ڪيسٽي فون" (Cestiphon) هن جي قبضي هيٺ اچي ويو. رومي فوجن پارٿيا ۾ زبردست تباهي مچائي. هن آرمينيا تي به قبضو ڪري، ان کي روم جو صوبو ناهي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت روم ۽ پارٿيا جي وچ ۾ هڪ ٻئي کان سرحدون ڦرڻ جون ڪارروائيون گهٽ ۾ گهٽ به سؤ سالن تائين جاري رهيون. 224ع ۾ مسلسل ڪشمڪش ۽ منجهائيندڙ حالتن جو فائدو وٺندي، پارسا شهر جي فوجي اڳواڻ "اردشير" محلاتي سازش ذريعي پارٿيا تي قبضو ڪري، پنهنجي آقا شهنشاه "ارت بانس پنجين" (Artabanus-V) کي قتل ڪري ڇڏيو. ان واقعي سبب پارٿي قبيلي جي پنج سؤ سالا حڪومت هميشه لاءِ ختم ٿي وئي.

اردشير، سلطنت پارٿيا جو نالو ڦيرائي، پنهنجي شهر "پارسا" جي نالي جي نسبت سان "پرشيا" رکي ڇڏيو. هن پنهنجو شجرو

سوسا جي حاڪمن سان ملايو، جن ڇهين صدي قبل مسيح ۾، سائرس اعظم جي اڳواڻيءَ هيٺ يورپ ۽ ايشيا جي وسيع علائقن تي قبضو ڪري، دنيا جي عظيم سلطنت قائم ڪئي هئي. اردشير، ڪيسٽي فون [تخت جمشيد] کي دارالحکومت طور بحال رکيو.

جڏهن 241ع ۾ اردشير جو انتقال ٿيو ته هن جي پُٽ شاپور اول (Shapur-I) کي پرشيا جي سلطنت، ورثي طور حوالي ڪئي ويئي. هن اقتدار تي قبضو ڄمائڻ شرط، فتوحات جو عمل شروع ڪري ڏنو. هن جون فوجون ٿوري ئي عرصي ۾ درياءِ سنڌ جي وسيع علائقن تائين قابض ٿي ويون. شاپور هاڻ روم سان ٽڪر کائڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو. 257ع ۾ ايڊيسا [Edessa] جي ميدانن ۾، موجوده ترڪيءَ اندر روم ۽ پرشيا جي فوجن وچ ۾ خوفناڪ جنگ لڳي، جنهن ۾ روم جو شهنشاهه ويليرين پاڻ شريڪ هو. پرشيا جي فوجن جي اڳواڻي شاپور اول ڪري رهيو هو. زبردست تباهي ۽ قتل و غارت ڪانپوءِ روم جون فوجون جنگ هارائي ويٺيون. روم جو شهنشاهه ويليرين گرفتار ٿيو، جنهن کي جانورن جي پڃري ۾ بند ڪري، شاپور اول پاڻ سان گڏ پرشيا ڏانهن ڪٺي ويو. روم جي فوجن، پنهنجي شهنشاهه کي ڇڏائڻ لاءِ ڪابه ڪوشش نه ڪئي ۽ نه ئي روم جي نئين شهنشاهه پرشيا تي حملو ڪرڻ جي همت ڪئي. روم جو قيدي شهنشاهه، ويليرين مسلسل ٻارنهن [12] سال قيدو بند جون صعوبتون ڀوڳڻ ڪانپوءِ 269ع ۾ پرشيا ۾ انتقال ڪري ويو.

شاپور اول، اباڻي مذهب مطابق زرتشتي هو. شهنشاهه ٿيڻ ڪانپوءِ، هن ماني مذهب قبول ڪيو. بابل شهر جي هڪ شخص ”ماني“ [Mani] جيڪو ارامڪ ٻولي ڳالهائيندو هو، تنهن 12 اپريل 240ع تي ”نبوت“ جو اعلان ڪيو. هڪ سال بعد، جڏهن شاپور تخت تي ويٺو ۽ هن جي تاجپوشي ٿي رهي هئي، ان موقعي تي مانيءَ شاپور کي

پنهنجو ڪتاب ڏنو ۽ ڪيس ماني مذهب قبول ڪرڻ جي دعوت ڏني، جيڪا هن قبول ڪئي.

مانيءَ دعويٰ ڪئي ته هو مسيحا آهي جنهن جي اچڻ جي بشارت خود حضرت عيسيٰ ڏني هئي. مانيءَ ڪائنات کي نور ۽ ظلمت جو مجموعو قرار ڏنو ۽ چيو ته سڀ چڱايون نور آهن ۽ سڀ برايون ظلمت. ابتدا ۾ نور ۽ ظلمت هڪ ٻئي کان ڌار هئا، جيڪي بعد ۾ گڏجي هڪ ٿي ويا. ان ڪري خير ۽ شر، چڱا ۽ مَنا اعمال انسان سان گڏ هلن ٿا. هن هدايت ڪئي ته ظلمت کان پاسو ڪيو. جيڪي ماڻهو ايئن ڪندا اهي روحانيت جي منزل ماڻي سگهندا. مانيءَ دنيا کي ڇڏڻ ۽ ان کان پاسي رهڻ جي تبليغ ڪئي ۽ مرد ۽ عورت جي ناجائز جنسي ميلاپ کي ظلمت سڏيو. هن جنسي لذت،شراب، ڪباب ۽ عياشيءَ کي شيطاني عمل قرار ڏنو، جنهن سبب ماده پرستي جنم وٺي ٿي. مانيءَ بت پرستيءَ جي سخت مخالفت ڪئي. هن ساهوارن کي مارڻ ۽ گوشت کائڻ کان منع ڪئي. هن اهو به چيو ته هَرُ نه هلائجي. هرُ هلائڻ سان، زمين ۾ موجود ساهوارا مرن ٿا. هن ڪنجوسي، چوري، تعويذ ڦيٽا ڪرڻ کان منع ڪئي. هن چيو ته مذهب جي معاملي ۾ شڪ کي دل ۾ جاءِ نه ڏيو، ڪم ۾ سستي نه ڪريو ۽ خدا کي هر وقت ياد رکو. هن روزا رکڻ ۽ ڏينهن ۾ ست ڀيرا نماز پڙهڻ جي هدايت ڪئي ۽ گناه جو اقرار ۽ اعتراف ڪرڻ کي مذهبي فرض قرار ڏنو.

شهنشاه شاپور اول، مانيءَ جي مذهب کي پنهنجي وسيع سلطنت جو سرڪاري ۽ قومي مذهب قرار ڏئي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت پرشيا ۽ ان جي ماتحت علائقن ۾ رهندڙ قومن لاءِ لازمي ٿي پيو ته هو پنهنجو مذهب ڇڏي ماني مذهب جا پوئلڳ ٿين. اُن وقت شاپورجي سلطنت ۾ ماڻهن جي اڪثريت زرتشتي مذهب تي ايمان رکندي هئي. هاڻ انهن کي ماني مذهب قبول ڪرڻ جو حڪم مليو. جيئن ته اهو هڪ شهنشاهه

جوحڪم هو، ان ڪري هتي جا ماڻهو پنهنجو مذهب ڇڏي، ماني مذهب ڪي قبول ڪندا ويا. مسلسل ڏهن سالن تائين ماني مذهب، شاپور جي سلطنت ۾ تمام تيزيءَ سان پکڙندو رهيو ۽ زرتشتي مذهب تمام پوئتي پئجي ويو.

ان صورتحال سبب، زرتشتي مذهب جي عالمن ۾ سخت ناءُ پيدا ٿي پيو ۽ هو مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويا. زرتشتي عوام به هنن جو ساٿ ڏنو. نتيجي طور سڄي ملڪ ۾ ڏڦيڙ پئجي ويو. حالتون ان حد تائين خراب ٿيون جو شاپور جو اقتدار خطري ۾ پئجي ويو. شاپور پنهنجو اقتدار بچائڻ خاطر زرتشتي مذهب کي ٻيهر پنهنجي سلطنت جو سرڪاري مذهب ناهي ڇڏيو ۽ حڪم ڏنائين ته پيغمبر مانيءَ کي گرفتار ڪري قتل ڪيو وڃي.

شاپور جا ٻه پائر، جيڪي ماني مذهب قبول ڪري چڪا هئا، انهن مانيءَ کي حفاظت سان پرشيا جي سرحدن کان ٻاهر موڪلي ڇڏيو. وڃڻ وقت هنن مانيءَ کي ڪافي دولت به ڏني.

پرشيا مان نڪرڻ کانپوءِ، ماني هندستان، ڪشمير، تبت ۽ چين ويو جتي هن پنهنجي مذهب جي تبليغ جاري رکي، جنهن جي نتيجي ۾، انهن ملڪن جا ماڻهو، وڏي تعداد ۾ مانيءَ جا پوئلڳ ٿيندا ويا.

مانيءَ، اها به دعويٰ ڪئي ته هو "آخري پيغمبر" آهي. هن کان پوءِ ڪوبه پيغمبر نه ايندو.

شاپور اول مسلسل 33 سالن تائين بادشاهت ڪرڻ کانپوءِ 273ع ۾ انتقال ڪري ويو. شاپور کانپوءِ هن جو پُٽ بهرام اول پرشيا جي تخت تي ويٺو. اها خبر جڏهن مانيءَ کي پيئي ته هو پرشيا ڏانهن موٽڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. هن سمجهيو ته شاپور کانپوءِ حالتون بهتر ٿي ويون هونديون. اهو سوچي، هو مختلف ملڪن کان ٿيندو پرشيا پهتو ۽ لڳاتار هڪ سال تائين پنهنجي مذهب کي ٻيهر فروغ ڏيڻ لاءِ ڪوششون

ڪندو رهيو. مانيءَ جي تبليغ سبب، زرتشتين ۾ هڪ پيرو وري گوڙ پئجي ويو ۽ ملڪ ۾ فساد ٿيڻ لڳا. اها حالت ڏسي شهنشاه بهرام اول حڪم ڏنو ته مانيءَ کي گرفتار ڪري، هن جي جيئري کَلَ لاٿي وڃي. حڪم جي تعميل ٿي. مانيءَ جي جيئري کَلَ لاٿي ويئي، جيڪو مسيحا هئڻ ۽ پيغمبريءَ جو دعويدار هو. مانيءَ جي کَلَ ۾ ٻُهه پري، ان کي شهر "ابدي شاپور" جي صدر دروازي اڳيان ٽنگيو ويو ته جيئن ماڻهن کي يقين ٿئي ته ماني مري چڪو آهي.

سلطنت پرشيا ۾، جيڪي ماڻهو ماني مذهب قبول ڪري چڪا هئا، شهنشاه بهرام انهن کي حڪم ڏنو ته هو هڪدم زرتشتي ٿي وڃن، ٻي حالت ۾ کين قتل ڪيو ويندو. مانيءَ جا لکين پوئلڳ شهنشاه بهرام جي حڪم خلاف گهرن کان ٻاهر نڪري آيا ۽ اعلان ڪيائون ته هو ڪنهن به حالت ۾ ماني مذهب کي نه ڇڏيندا. نتيجي طور، شهنشاه بهرام اهڙا سيئي ماڻهو مارڻ جو حڪم ڏنو. شهنشاه جون فوجون ڪاهي آيون. چون ٿا ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ لک ماڻهو بيدرديءَ سان ماريا ويا. ايڏي قتلام سبب، ظاهري طور سلطنت پرشيا مان ماني مذهب ختم ٿي ويو. پر چين، چيني ترڪستان، ازبڪستان ۽ وچ ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ماني مذهب هڪ وڏي عرصي تائين جاري رهيو.

مانيءَ ست ڪتاب لکيا، جن بابت مانيءَ چيو ته اهي سڀ الهامي ڪتاب آهن، جيڪي وحيءَ جي مدد سان لکيا ويا.

# خدا جوپيٽرجو دؤر

هوڏانهن، رومي سلطنت آهستي آهستي ”عالمي فوجي قوت“ ۾ تبديل ٿيندي ويئي. نتيجي طور هڪ پيرو وري دنيا جا مذهب، ٻوليون، تهذيبون ۽ سرحدون وڏي پيماني تي خطري هيٺ اچي ويون.

روم جي فوجن، يورپ ۽ اُتر افريڪا جي ٽن عظيم سلطنتن جا تڏا ويڙهائي، انهن جي علائقن تي قبضو ڪري ورتو. انهن ۾ سلطنت ڪارٿيج، اتراسڪن قومن جون ڪنفيڊرل رياستون ۽ سڪندراعظم جو يونان شامل هو. ان وقت تائين، يوناني پاڻ کي ”ناقابلِ شڪست قوم“ سمجهندا هئا.

رومين، سڪندراعظم جي اباڻي رياست مقدونيه تي قبضو ڪري ورتو. هنن دنيا جي عظيم شهر ڪارٿيج تي حملو ڪري، ان کي ان حد تائين تباهه ۽ برباد ڪيو، جو ان جو نشان ملڻ به مشڪل ٿي پيو. هنن مصر تي قبضو ڪري، ان کي روم جو صوبو ٺاهي ڇڏيو. اهڙين ڪارروائين سبب، رومي فوج بابت سڄي دنيا ۾ ڌاڪ ويٺي ويئي ۽ هيءَ ڳالهه ڏاڍي مشهور ٿي ته رومي فوج ناقابلِ شڪست آهي. جن جن علائقن تي رومي فوج جو قبضو ٿيندو ويو، اتي رومي مذهب، تهذيب ۽ رومن ٻولي ”لئٽن“ کي زوريءَ مڙهيو ويو.

روم جا ماڻهو، ڪيترن ئي خدائن تي ايمان رکندا هئا، جن ۾ ”جوپيٽر خدا“ کي خاص اهميت حاصل هئي. يونان تي قبضو ڪرڻ کان اڳ، جوپيٽر ننڍي درجي جو ديوتا هو. هن کي روم جا ماڻهو

ڪنوڻ، گجگوڙ، مينهن ۽ طوفان جو ديوتا سمجهندا هئا. جڏهن روم جو يونان تي مڪمل طور قبضو ٿي ويو، تڏهن رومين چاٽايو ته هنن جي خدا جوپيٽر، يونان جي سڀ کان وڏي خدا ”زيوس“ تي به فتح حاصل ڪري ورتي آهي ۽ هن کان سڀ اختيار ڦريا اٿس. ان ڪري هاڻ، زيوس بدران جوپيٽر ڪائنات جو سڀ کان وڏو ۽ طاقتور خدا آهي. خدا زيوس جي ڪرسي به هاڻ جوپيٽر کي حاصل ٿي ويئي آهي.

درحقيقت، يونان تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ روم جا فوجي، اولمپس مان اهو مقدس پٿر به پاڻ سان گڏ کڻي آيا، جيڪو زيوس خدا جي ڪرسي سڏبو هو. ان پٿر کي رومين، جوپيٽر خدا جي ڪرسي ناهي چڙيو.

رومين، جوپيٽر کي روم جو محافظ، زمين ۽ آسمان جو مالڪ ۽ پوري ڪائنات جو حاڪم قرار ڏنو. هنن اهو به اعلان ڪيو ته هاڻ سڀئي خدا روم جي ڪيپيٽلون جبل ڏانهن لڏي آيا آهن. ان کان اڳ، يوناني چوندا هئا ته سمورا خدا اولمپس جبل تي رهن ٿا، جيڪو يونان ۾ آهي. رومين جي ان اعلان سبب، اولمپس ڪانپوءِ، ڪيپيٽلون جبل، دنيا جو مقدس ترين هنڌ، خدائن جو گهر بنجي ويو. ان ريت روم، خدائن جي سرزمين بنجي پيو.

روم جا ماڻهو، ”مارس“ [Mars] خدا تي به ايمان رکندا هئا، جيڪو فوجي قوت ۽ جنگ ۾ فتح جو ضامن سڏبو هو. جنگ ۾ فتح ڏيڻ، ان خدا جو ڪم هو. رومين چاٽايو ته مارس، خدا ايريز [Aries] تي به فتح حاصل ڪئي آهي، جيڪو يونانين جو جنگ جو خدا سمجهيو ويندو هو.

رومين نه فقط ڪيترن ئي قومن جون سرحدون فتح ڪيون بلڪ مفتوحه قومن جي خدائن، ديوي ديوتائن تي به فتح حاصل ڪئي.

رومين جو چوڻ هو ته روم شهر جو بنياد روميولس وڌو جيڪو

خدا مارس جو پُٽ هو. پنهنجي پُٽ جي شهر جي حفاظت ڪرڻ جي ذميداري خدا مارس پاڻ تي ڪنئي. هو روم تي ايندڙ هر مصيبت کي روڪڻ سان گڏ، روم جي دشمن کي ناس ڪرڻ لاءِ ذميوار سمجهيو ويو.

رومين، خدا جي پُٽ روميولس کي مرڻ کانپوءِ ”ڪرينس خدا“ جو درجو ڏئي، هن کي جنگي قوت عطا ڪرڻ وارو خدا سڏيو. ان فيصلي کانپوءِ، روم جا ماڻهو روميولس جي عبادت بہ ڪرڻ لڳا. هن جو چوڻ هو تہ جڏهن روميولس ۽ ريمس ٻہ جاڙا ٻار پيدا ٿيا تہ هن جي چاچي ”ايسيليس“ هن کي ٽوڪريءَ ۾ وجهي سمنڊ جي حوالي ڪري ڇڏيو. اهي ٻار هڪ بگهڙ کي هٿ چڙهيا جنهن هن کي پالي وڏو ڪيو. جڏهن هي ٻئي جوان ٿيا تہ هن پنهنجي ظالم چاچي کي ماري ڇڏيو. پوءِ هن ٻائرن گڏجي روم شهر جو بنياد رکڻ جو فيصلو ڪيو. پر، روم ڪٿي آباد ڪجي، ان معاملي تان هي ٻئي ڀائر پاڻ ۾ وڙهي پيا. جهيڙو ان حد تائين وڌي ويو جو روميولس، پنهنجي ڀاءُ ريمس کي قتل ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ روميولس، روم کي ان هنڌ تي اڏڻ شروع ڪيو، جتي اڄ بہ اهو شهر موجود آهي.

روم جا ماڻهو جانوس [Janus] خدا تي بہ ايمان رکندا هئا، جيڪو روم جي قديم ترين خدائن مان هڪ هو. اڳيان پويان چار مُنهن رکڻ وارو هي خدا جنگ ۽ ٻين عام رواجي توڙي اهم ڪمن جي ابتدا ۽ انتها چڱي ڪرڻ وارو خدا سمجهيو ويندو هو. روم جا ماڻهو، گهرن اندر صبح سويل توڙي ڏينهن لهڻ مهل، هن خدا جي خاص طور عبادت ڪندا هئا. سال جي پهرين مهيني جو نالو ”جنوري“ ان خدا جي نالي پويان رکيو ويو. روم جون فوجون، جيستائين عرصي تائين جنگ جي ميدان ۾ رهيون، اوتري وقت تائين هن خدا جي عبادتگاه جا دروازا کليل رکيا ويا تہ جيئن هيءُ خدا جنگ جي ابتدا ۽ انتها سٺائي ڪري.

جڏهن جنگيون ختم ٿي وينديون هيون، تڏهن هن خدا جي عبادتگاه جا دروازا بند ڪيا ويندا هئا. چون ٿا ته سنبن ڪان پهرين صدي قبل مسيح تائين، لڳاتار ست سؤ سالن جي ڊگهي عرصي ۾ فقط ٻه ڀيرا اهڙو وقت آيو، جڏهن هن خدا جي عبادتگاه جا دروازا بند ڪيا ويا.

روم جا ماڻهو "ويسٽا" (Vesta) تي به ايمان رکندا هئا جيڪا پاڪيزگي ۽ ڇوڪرين کي قوه جواني ڏيڻ سان گڏ، هنن جو ڪنوارپڻو بچائڻ واري ڪنواري ديوي هئي. جڏهن ڪا ڇوڪري شاديءَ کان اڳ پنهنجو ڪنوارپڻو وڃائي وهندي هئي ته هيءَ ديوي گنهگار ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري کي سزا ڏيڻ ڪانسواءِ نه ڇڏيندي هئي. اهڙا اختيار، هن ڪان اڳ يونانن جي ڪنواري ديوي "هيسٽيا" [Hestia] کي حاصل هئا، جيڪا يونان جي 12 اهم ترين خدائن ۾ شامل هئي. جڏهن يونان جون فوجون دنيا تي قابض ٿيون هيون تڏهن يورپ، ايشيا ۽ افريڪا تائين پکڙيل عظيم يوناني سلطنت ۾ "هيسٽيا" جي لاءِ بيشمار "آتش ڪده" تعمير ڪرايا ويا هئا جنتي هن ديويءَ جي عبادت ڪئي ويندي هئي. جڏهن يونانين جو زوال ٿيو ۽ هنن جي علائقن تي رومي قابض ٿيا ته رومين هيسٽيا جي حيثيت ۽ خدائي ختم ڪري، هن جي سڀني عبادتگاهن ۽ آتش ڪدن کي پنهنجي ديوي "ويسٽا" جي نالي سان منسوب ڪري ڇڏيو.

ويسٽا جي آتش ڪدن ۾ ڪنواريون، ڇوڪريون هر وقت باه ٻاري رکنديون هيون ۽ ان کي ڪنهن به حالت ۾ وسامڻ نه ڏينديون هيون. باه کي ويسٽا ديويءَ سان نسبت سبب پاڪ ۽ مقدس سمجهيو ويندو هو. روم جي ماڻهن، پنهنجي گهرن ۾ پڻ ويسٽا ديوي لاءِ آتش ڪده نهرايا. گهرن ۾ موجود ڪنواريون ڇوڪريون، انهن آتش ڪدن ۾ ٻرندڙ باه جي حفاظت ڪنديون هيون. گهر جا ڀاتي، ٻن وقتن جي مانيءَ مان ڪجهه حصو ڌار ڪري، ويسٽا ديويءَ جي نالي غريبن کي ڏيندا هئا.

ويستا ديويءَ جي عبادتگاه لاءِ ڇهن کان ڏهن سالن جي ڇمار وارين ڇوڪرين کڻندا هئا. انهن ڇوڪرين لاءِ ضروري هو ته هو گهٽ ۾ گهٽ 30 سالن جي عمر تائين هر حال ۾ ڪنواريون رهن ۽ شادي نه ڪن. ان کانپوءِ جيڪڏهن ڪا ڇوڪري شادي ڪرڻ چاهي ته ان کي اهڙي اجازت ڏني ويندي هئي. گهڻي ڀاڱي ويستا ديويءَ جون پُڄاري ڇوڪريون، سڄي عمر ڪنواريون رهنديون هيون.

بهرحال، رومين، يونان جي سڀني خدائن، ديوي ديوتائن جي حيثيت ۽ خدائي ختم ڪري، انهن جي جاءِ تي پنهنجا خدا ۽ ديوي ديوتا مڙهي ڇڏيا. يونان جي عظيم ديوي آرٽيمس (Artemis) جي جاءِ تي ڊيانا (Diana) کي آندو ويو، جيڪا هن کان اڳ ننڍي درجي واري ديوي هئي. اهڙيءَ طرح، هيرا (Hera) جي جاءِ تي جونو کي آندو ويو. هيرا، يونان جي عظيم ترين خدا زيوس جي زال ۽ ڀيڻ هئي، جنهن کي يوناني جنت ۽ ڪائنات جي راڻي سمجهندا هئا. رومين هيرا جي بجاءِ جونو کي جنت ۽ ڪائنات جي راڻي بڻائي ڇڏيو ۽ چيائون ته جونو، روم جي عظيم خدا جوپيٽر جي زال ۽ ڀيڻ آهي. ساڳيءَ ريت، يونان جي ٻارنهن وڏن خدائن ۾ شامل ديوي اٿينا (Athena) جي جاءِ تي منروا کي آندو ويو. رومين ڄاڻايو ته هاڻ اٿينا بدران منروا حڪمت، دانائي ۽ پاڪيزگيءَ جي ديوي آهي.

يونان جي هڪ ٻي عظيم ديوي "افروڊائيٽ" [Aphrodite] جنهن کي ڪائنات جي حسين ترين ديوي هئڻ جو شرف حاصل هو، ان جي جاءِ تي وينس [Venus] کي آندو ويو، جيڪا هن کان اڳ فقط بهار جي موسم ۽ برسات جي ديوي هئي.

روم جا فوجي، پنهنجي خدائن، ديوي ديوتائن کي، انهن سڀني قومن مٿان زوري مڙهيندا ويا، جيڪي هنن جي قبضي هيٺ آيون. ايشيا ۾، رومي فوجن جي انهن ڪاررواين کي ڪنهن حد تائين فقط پارٿيا

جا فوجي روڪي سگهيا. ان وقت پارٿيا، دنيا جي هڪ وڏي قوت هئي ۽ هتي جا ماڻهو خدا ”مترا“ تي ايمان رکندا هئا.

53 ق م ۾، روم جي فوجن جنرل ”ڪراسس“ [Crassus] جي اڳواڻيءَ هيٺ پارٿيا تي ڪاه ڪئي. ان وقت فراز سوم [Phraates-III] پارٿيا جو شهنشاه هو. زبردست قتلام ڪانپوءِ، روم جون فوجون جنگ هارائي ويٺيون. هنن جا ڏه هزار فوجي گرفتار ٿيا. روم جو جهندو به پارٿيا جي قبضي هيٺ آيو، جنهن کي رومي بيحد مقدس سڏيندا هئا. اهو واقعو سچي روم جو ڪنڌ جُهڪائڻ برابر هو. ان جنگ ۾، رومي فوج جو اڳواڻ جنرل ڪراسس پنهنجي پُٽ سميت قتل ٿي ويو. پارٿيا جي فوجن، جنرل ڪراسس جي سسي وڍي، ان کي پنهنجي سلطنت ۾ گهمايو ته جيئن ماڻهن کي يقين ٿئي ته رومي فوجون ناقابل شڪست نه آهن. ان شڪست سبب، رومي فوج جو ڏهڪاءُ گهٽجي ويو. پارٿي فوجن، ميسوپوٽاميه ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن تي قبضو ڪري ورتو، جيڪي رومي فوج جي قبضي هيٺ هئا.

پارٿيا ۽ روم جي وچ ۾ فوجي چڪتاڻ اجا جاري هئي ته 28 ق م ۾، پارٿيا جي فوجي اڳواڻ جنرل ”ترتديز دوم“ [Tiridates-II] پنهنجي شهنشاه فراز چوٿين [Phraates-II] کي قتل ڪري، تخت تي قبضو ڪري ورتو ۽ پاڻ کي پارٿيا جو شهنشاه سڏايائين. ان ڪارروائيءَ سبب، جڏهن عوام ۽ فوج ۾ نفرت پيدا ٿي ته هن فوجي جنرل پنهنجو اقتدار بچائڻ لاءِ دشمن ملڪ روم کان مدد طلب ڪئي، جيڪا هن کي حاصل ٿي ويئي. ان وقت آگسٽس روم جو شهنشاه هو، جيڪو پاڻ کي خدا بلڪ قادرِ مطلق سڏائيندو هو.

آگسٽس روم کان هلي هتي آيو. پارٿيا جي فوجي جنرل ترڊتيز ڏه هزار رومي جنگي قيدي ۽ روم جو قومي جهندو هن جي حوالي ڪيو، جيڪو جنگ دوران، پارٿيا جي فوجن ۾ هٿ چڙهيو هو. ترڊتيز، روم

جي فوجن لاءِ ايران ۽ هندستان ڏانهن ويندڙ رستا بـ کولڻ جو اعلان ڪيو.

آگستس، روم جو سڀ کان ارڏو ۽ طاقتور شهنشاه ٿي گذريو آهي، جنهن مصر جي شهنشاهن وانگر "زميني خدا" هئڻ جي دعوا ڪئي ۽ پنهنجي عوام کي حڪم ڏنو تہ هو آسماني خدائن وانگر هن جي بہ عبادت ۽ تعظيم ڪن. آگستس، روم ۾ پنهنجي لاءِ عظيم الشان عبادتگاه تعمير ڪرائي، جنهن ۾ هن پنهنجو مجسمو رکائي ڇڏيو تہ جيئن ماڻهو هنجي عبادت ڪري سگهن.

آگستس، 21 ق م ۾، پنهنجي ڌيءَ جوليا [Julia] سان شادي ڪئي ۽ کيس "جونو ديوي" جو لقب ڏنائين. رومي مذهب ۾ "جونو" عظيم آسماني خدا "جوپيٽر" جي زال هئي. اهڙي طرح آگستس، پاڻ کي "زميني جوپيٽر" ناهي ڇڏيو. هي اهو ئي طريقو هو، جيئن مصر جا شهنشاه ڪندا هئا.

روم ۾ زميني خدا ٿيڻ جي شروعات فوجي جنرل جوليس سيزر ڪئي، جنهن کي زندگيءَ ۾ 42 ق م دوران، روم جي سينيٽ باقاعده "خدا" قرار ڏنو. جوليس سيزر، مرڻ کان اڳ آگستس [اوڪٽي وين] کي پنهنجو پُٽ سڏيو ۽ کيس تخت جو وارث قرار ڏنائين. اهڙيءَ ريت آگستس "خدا جو پُٽ" بڻجي ويو.

جوليس سيزر جي مرڻ کانپوءِ آگستس، هن لاءِ شاندار عبادتگاه ۽ قربانگاه تعمير ڪرائي، جتي خدا جوليس سيزر جي عبادت ڪرڻ کان علاوه، انساني قربانيون ڏيڻ جو رواج بہ عام ڪيو ويو. آگستس پاڻ، خدا جوليس جي عبادتگاه ۾ وڃي، هن جي بندگي ڪندو هو. ان سان گڏ خدا جوليس سيزر جي راه ۾ ماڻهن جي قرباني بہ ڏيندو هو. هڪ ڀيري آگستس، جوليس سيزر جي قربانگاه تي ٽي سؤ فوجين کي ذبح ڪرايو تہ جيئن خدا جوليس سيزر هن تي مهربان رهي. آگستس،

سال جي ستين مهيني جو نالو جوليس سيزر جي نالي پويان ”جولاءِ“ ۽ انين مهيني جو نالو پنهنجي نالي جي نسبت سان ”آگسٽ“ رکايو. روم جي سينيٽ، آگسٽس جي اهڙن فيصلن جي يڪراءِ منظوري ڏني.

آگسٽس، روم جي عوام کي ٻن طبقن ۾ ورهايو. هڪ طبقو عام ۽ ٻيو خاص سڏجڻ لڳو. خاص ماڻهن کي عام ماڻهن مان شادي ڪرڻ تي پابندي وڌي ويئي. ان فيصلي تي آگسٽس ڪانپوءِ، گهٽ ۾ گهٽ پنج سؤ سالن تائين عمل ٿيندو رهيو.

آگسٽس، رومي مذهب کي، پنهنجي سلطنت جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو ۽ ان کي ڏاڍي سختيءَ سان نافذ ڪيو. رومي مذهب ۽ رومي خدائن کي نہ مڃيندڙن لاءِ اذيتناڪ سزائون جاري ڪيون ويون، جنهن تحت صليب چاڙهڻ، ڦاهو ڏيڻ، جيئري قبر ۾ دفن ڪرڻ، وڏا ڪوه ڪوٺائي اجتماعي طور ماڻهن کي جيئري پُورڻ، انڌو، ڪاٺو، منڊو ۽ اپاهج ڪرڻ، زبان وڍڻ يا چڪي ڪڍڻ ۽ ٻيون ڪيتريون ئي سزائون عام ڪيون ويون.

آگسٽس جي لڳاتار ظلم سبب، سلطنت ۾ دانهن پئجي ويئي. روم جي سينيٽ ۽ هن ملڪ جا امير ۽ سردار آگسٽس جي مخالفت تي لهي آيا. جڏهن حالتون هٿن مان نڪرڻ لڳيون، تڏهن آگسٽس ظلم جون سڀ سرحدون لتاڙي ٻيهي رهيو. هن روم جي سينيٽ جا 300 سينيٽر قتل ڪرائي ڇڏيا. ان کان علاوه، مخالف ڌر جا گهٽ ۾ گهٽ ٻہ هزار اهم ۽ بااثر ماڻهو قتل ڪرايا.

14ع ۾، آگسٽس گذاري ويو. رومي مذهب مطابق، هن جي لاش کي باه ڏئي خاڪ ڪيو ويو. پوءِ اها خاڪ، ان عظيم الشان عبادتگاه ۾ زيارت ۽ ٻنڌگيءَ لاءِ رکي ويئي، جيڪا هن پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ تعمير ڪرائي هئي. آگسٽس لاءِ، موجوده ترڪيءَ جي شهر انقره [Ankara] ۾ ٻڻ هڪ شاندار عبادتگاه تعمير ڪرائي ويئي، جنتي

پري پري کان ماڻهو، هن خدا جي عبادت ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. روم جي رجعت پرست شاعرن ورجل [Vergil]، هوريس [Horace] ۽ تاريخ نويس ليوي [Livy] آگسٽس جي ظلم ۽ قتل جي ڪارروائين جي حمايت ڪئي ۽ هن ظالم شخص کي "نجات ڏياريندڙ" سڏيو.

خدا آگسٽس ڪانپوءِ، روم ۾ روايت پئجي ويئي ته هر ايندڙ شهنشاه خدا هئڻ جي دعوا ڪري. آگسٽس ڪانپوءِ تائي بيريس [Tiberius]، ڪالي گولا [Caligula] ۽ نيرو [Nero] هڪ ٻئي پنيان خدا هئڻ جي دعوا ڪئي. روم جي سينيٽ پڻ انهن کي باقاعده زميني خدا قرار ڏنو. اهڙيءَ ريت يورپ، ايشيا ۽ افريڪا جي وسيع علائقن تائين پکڙيل رومي سلطنت ۾ آباد بيشمار قومن لاءِ لازمي ٿي پيو ته سو آسماني خدائن سان گڏ، روم جي زميني خدائن جي به عبادت ڪن.

ڪيترن ئي قومن ان مذهبي جبر خلاف سخت مزاحمت ڪئي، جنهن ۾ يهودي، سڀ کان اڳرا هئا. يهودين جو چوڻ هو ته هو فقط هڪ خدا تي يقين رکن ٿا، جيڪو زمين ۽ آسمان جو حقيقي مالڪ ۽ خالق آهي. هو خدا واحد لاشريڪ کان علاوه، ٻي ڪنهن کي به سجدو نٿا ڪري سگهن. ان صورتحال سبب، رومي سلطنت ۾ يهودين جو سلامتيءَ سان جيئڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو. روم جي شهنشاهن طرفان سخت اذيتناڪ سزائون نافذ هيون. انهن سزائن کان بچڻ لاءِ يهودين 30ع ۾، روم جي شهنشاه تائي بيريس کي هڪ درخواست ڏني، جنهن ۾ عرض ڪيائون ته اسان کي ان ڳالھ لاءِ مجبور نه ڪيو وڃي ته اسين روم جي شهنشاه کي خدا سمجهي سجدو ڪريون. اسان کي اسان جو مذهب اهڙي اجازت نٿو ڏئي. يهودين اهو به لکيو ته اسان طرفان سجدو نه ڪرڻ سبب، شهنشاه تائي بيريس جي شان ۽ مان ۾ ڪو به فرق نٿو پوي. انهن ڪوشش جي باوجود يهودين ۽ روم جي شهنشاه جي

وچم چڪتاڻ جاري رهي. شايد، انهن ئي ڏينهن [30ع ۾] يروشلم ۾ حضرت عيسيٰ، يهودين جو مسيحا هئڻ جي دعوا ڪئي.

حضرت عيسيٰ چيو تہ هن کي خداوند تعاليٰ اهو ڪم سونپيو آهي تہ هو انسان ۽ خدا جي وچم پيل ويڇن کي گهٽائي ۽ انسان کي پيهر خدا جي ويجهو آڻي.

رومي سلطنت، جتي خدائن جي تعداد جو ڪو ڪاٿو نہ هو، اتي حضرت عيسيٰ اعلان ڪيو تہ خدا فقط هڪ آهي، جنهن هيءَ ڪائنات جوڙي ۽ سڀ ساهوارا پيدا ڪيا. اهو ئي خدا سزا ۽ جزا ڏيڻ وارو، زندگي ۽ موت تي قادر آهي. سيني کي اُن خدا ڏانهن موٽي وڃڻو آهي. حضرت عيسيٰ ماڻهن کي تنبيهہ ڪئي تہ:

”قتل نہ ڪريو، گناهن کان پاسو ڪيو ۽ خداوند ڪريم کان پنهنجي گناهن جي معافي وٺو. اهو ڏينهن پري ناهي جڏهن زمين ۽ آسمان، چنڊ ۽ تارا ويڙهيا ويندا ۽ سڀ ماڻهو خدا جي روبرو پيش ٿيندا، جتي انهن کان حساب ورتو ويندو ۽ هرڪو پنهنجي اعمالن مطابق سزا ۽ جزا ماڻيندو.“

اهڙا خيال، رومي مذهب ۽ قانون مطابق ”بغاوت“ کان گهٽ نہ هئا. حضرت عيسيٰ کي گرفتار ڪري رومي عدالت آڏو آندو ويو، جتي هن کي ڏوهاري قرار ڏئي، سنگسار ذريعي موت جي سزا ڏني ويئي.

يهودي ججن تي مشتمل عدالت فيصلو ڏيڻ کان اڳ نہ تہ ڪا شاهدي ورتي ۽ نہ ئي حضرت عيسيٰ کي پنهنجي صفائيءَ ۾ ڪو بيان ڏيڻ جو موقعو ڏنو. سنگسار ذريعي موت جي سزا ڏيڻ لاءِ، عدالت پنهنجو فيصلو رومي گورنر پونٽيس پائليٽ [Pontius Pilate] ڏانهن منظوريءَ لاءِ لکي موڪليو، جنهن موت جي سزا برقرار رکي ۽ حڪم ڏنو تہ حضرت عيسيٰ کي سنگسار ڪرڻ بدران صليب تي چاڙهيو وڃي.

ان واقعي کان ست سال پوءِ 37ع ۾ جڏهن ڪالي گولا [Caligula] روم جو شهنشاه ٿيو ته هن خدا هئڻ جي دعوا ڪئي ۽ رومي سلطنت ۾ آباد سڀني قومن کي حڪم ڏنو ته هو هن کي خدا ڪري مڃين، هن جي عبادت ڪن ۽ هن اڳيان انساني قربانيون ڏين. هي شخص، شهنشاه آگستس جو ناجائز پُٽ هو. آگستس پنهنجي ڌيءَ جوليا سان جنسي تعلقات پيدا ڪيا، ان جي نتيجي ۾ ڪالي گولا پيدا ٿيو هو.

جڏهن ڪالي گولا تخت تي ويٺو، ان خوشيءَ جي موقعي تي هزارين قيدين کي آگستس، جوليس سيزر ۽ ٻين رومي خدائن جي قربانگاهه تي صدقي طور ذبح ڪيو ويو ته جيئن ڪالي گولا کان رومي خدا خوش ٿي هن جي عزت، عظمت، شان ۽ مان ۾ واڌارو ڪن.

ڪالي گولا، سينيٽ جي ميمبرن کي پابند ڪيو ته هو، پنهنجي سيٽ تي وهڻ کان اڳ، هن جا پير چُمن. جن سينيٽرن ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو، انهن کي خونخوار جهنگلي جانورن اڳيان اُڇليو ويو. ڪيترن ئي سينيٽرن کي جيئري ڪارائيءَ سان وڍي به اڇ ڪيو ويو.

اقتدار تي چڱيءَ طرح قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ، ڪالي گولا روم جو مذهب تبديل ڪرڻ جو اعلان ڪيو. هن هامَ هڻي ته هو اوسائي رس (Osiris) خدا آهي، جنهن جي اُن وقت مصر ۾ پوڄا ٿيندي هئي. ان ريت ڪالي گولا، مصري مذهب کي رومي سلطنت جو سرڪاري مذهب ناهي ڇڏيو. هن رومي خدائن جي مجسمن جا سرَ وڍائي، انهن جي جاءِ تي پنهنجي سرَ جا مجسما لڳرائي ڇڏيا. جيئن ته مصري خدا اوسائي رس، پنهنجي ڀيڻ آئس [Isis] سان شادي ڪئي هئي، ان ڪري ڪالي گولا به پنهنجي ڀيڻ ڊراسلا [Drusilla] سان شادي ڪئي. جيئن ته ڊراسلا جي اڳ ۾ شادي ٿيل هئي، ان ڪري سندس مڙس ڏانهن طلاق

نامو موڪليو ويو.

ڪالي گولا پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ هڪ وڏو حرم به قائم ڪيو، جنهن ۾ ڪيترين ئي عورتون ۽ ڪنواريون ڇوڪريون داخل ڪيون ويون. هن ڪي خاص طور روم جي اميرن ۽ سردارن جون زالون ڏاڍيون وڻنديون هيون، ان ڪري انهن کي واري واري سان پنهنجي محل ۾ سڏائيندو هو ۽ انهن سان رات گذاريندو هو. ڇون ته ڪنهن به امير يا سردار جي زال هن کان بچي نه سگهي. ڪالي گولا پنهنجي حرم ۾ نوجوان ڇوڪرا به رکيا جن کي هو زال وانگر استعمال ڪندو هو. هي مختلف عبادتگاهن ۾ به وڃڻ لڳو، جتي ماڻهن کي حڪم ڏيندو هو ته خدا جي حيثيت سان هن جي بندگي ڪن.

ڪالي گولا روم ۾ پنهنجي لاءِ هڪ عظيم الشان عبادتگاه تعمير ڪرائي، جتي باقاعدگيءَ سان هن جي عبادت ٿيڻ لڳي. ان عبادتگاه سان لڳ هڪ قربانگاه به ناهي ويئي، جتي خدا ڪالي گولا جي راه ۾ هر روز ماڻهو ڪُنا ويندا هئا. انساني قربانيءَ لاءِ گهٽي پاڳي قيدين کي استعمال ڪيو ويندو هو.

ڪالي گولا، رومي سلطنت ۾ تمام پري پري علائقن تائين پنهنجا مجسما هٽايا ته جيئن هر هنڌ هن جي سولائيءَ سان بندگي ٿي سگهي. جيروسلم ۾ يهودين جي مقدس عبادتگاه هيڪل سليماني ۾ به هن پنهنجو مجسمو رکايو ۽ يهودين کي حڪم ڏنو ته هو هن جي عبادت ڪن. يهودين ڪالي گولا کي خدا طور مڃڻ ۽ هن جي عبادت ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي طور، يهودين جو قتلام ڪيو ويو.

ڪالي گولا کي گنجا ماڻهو پسند نه هئا. هو انهن کان نفرت ڪندو هو. ان ڪري حڪم ڏنائين ته رومي سلطنت ۾ جيڪي به گنجا آهن، انهن کي قتل ڪيو وڃي يا کين بُکايل شينهن ۽ ٻين خونخوار جانورن جي پڃري ۾ وڌو وڃي. ڪجهه عرصي کانپوءِ جڏهن ڪالي

گولا پاڻ گنجو ٿي پيو تہ هن جي محافظن هن کي جهلي شينهن جي پڃري ۾ وجهي ڇڏيو، جيڪو هن کي کائي ويو. هي 41ع جو واقعو آهي.

ڪالي گولا کانپوءِ ڪلاڊيس [Claudius] (41–54ع) روم جو شهنشاهہ ٿيو. هي هڪ عالم، تاريخدان ۽ فلاسفر هو، جنهن يوناني ٻوليءَ ۾، ڪيترائي ڪتاب لکيا.

اقتدار حاصل ڪرڻ کانپوءِ ڪلاڊيس، هڪدم ڪالي گولا جي خدا واري حيثيت ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ حڪم ڏنائين تہ ڪوبہ هن جي بندگي نہ ڪري. ڪالي گولا جا مجسما مختلف عبادتگاهن مان ڪٽايا ويا.

ڪلاڊيس، پنهنجي ذات بابت واضح طور اعلان ڪيو تہ نہ هو خدا آهي ۽ نہ پاڻ کي خدا سڏائڻ پسند ڪري ٿو. هن ڪالي گولا جي ڏينهن ۾ ڏنل سزائن کي ختم ڪري، قيدين لاءِ عام معافيءَ جو اعلان ڪيو ۽ انهن جون ضبط ڪيل سموريون ملڪيتون موٽائي ڏنيون. هن فقط ڪالي گولا جي قاتل کي اهو چئي موت جي سزا ڏياري تہ روم جي شهنشاهہ جي قاتل کي معاف نٿو ڪري سگهجي.

ڪالي گولا جي ڏينهن ۾، يونان مان زيوس خدا جو مجسمو زوري روم آندو ويو هو. ڪلاڊيس اهو مجسمو واپس يونان ڏانهن موڪلي ڏنو.

ڪلاڊيس، يهودين کي بہ اجازت ڏني تہ هو پنهنجي مذهب تي، ڪنهن بہ خطري کانسواءِ ڪاربند رهن. هن جيروسلم ۾ يهودين جي مقدس عبادتگاهہ هيڪل سليماني مان ڪالي گولا جو مجسمو بہ ڪڍائي ڇڏيو.

ڪلاڊيس انهن اوڻيهہ هزار [19,000] قيدين کي بہ عام معافي ڏني، جن کي ڪالي گولا موت جي سزا ڏني هئي. ان سزا تي اجا عمل

نہ ٿيو هو.

ڪلاڊيس جي ڏينهن ۾ فتوحات جا سلسلا جاري رهيا. 43ع ۾ ڪلاڊيس برطانيا کي فتح ڪيو. جنگ هلندي برطانيا جو بادشاه ڪيراڪ ٽيڪس [Caractacus] گرفتار ٿيو. ڪلاڊيس جي حڪم تي، ان بادشاه کي قتل نہ ڪيو ويو.

ڪلاڊيس، سيلابن کي روڪڻ لاءِ وڏي پيماني تي واه کوٽايا. هي شهنشاه، مختلف عدالتن جا دورا ڪندو هو ۽ ڏسندو هو تہ جج ڪيئن ٿا ماڻهن کي انصاف ڏين. ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ بہ عدالتن ۾ ويهي فيصلا ڪندو هو. هن روم جي قانونن ۾ ڪيترائي اصلاحات آندا. خاص طور انهن سزائن کي ختم ڪري ڇڏيو جن تحت ڏوهارين کي اذيتون ڏيئي ڇيچلاٽي ماريو ويندو هو.

ڪلاڊيس جون پنج زالون هيون ۽ شايد پنجين زال اگري پينا [Agrippina] هئي، جنهن هن کي زهر ڏيئي ماري ڇڏيو.

ڪلاڊيس جي مرڻ ڪانپوءِ، هن جو اڳ ڄائو پُٽ نيرو [Nero] 54ع ۾، روم جو شهنشاه ٿيو. ان وقت نيرو جي عمر فقط 16 سال هئي. تخت تي وهڻ ڪانپوءِ، نيرو پنهنجي ماءُ اگري پينا کي عمر قيد جي سزا ڏني ۽ پابندي وڌي تہ هن سان قيد ۾ ڪوبہ نہ ملي. اڳتي هلي 59ع ۾ هن پنهنجي ماءُ کي قتل ڪرائي ڇڏيو. نيرو، پنهنجي ڀاءُ "بري ٽانيڪس" (Britannicus) کي بہ مارائي ڇڏيو، جيڪو تخت جو حقيقي وارث هو.

نيرو، خدا هئڻ جي بہ دعوا ڪئي ۽ سينيٽ کي حڪم ڏنو تہ کيس خدا طور تسليم ڪيو وڃي. سينيٽ نہ فقط هن جي خدا هئڻ واري دعوا کي قبول ڪيو بلڪہ اها بہ سفارش ڪئي تہ خدا نيرو لاءِ هڪ عظيم الشان عبادتگاه بہ تعمير ڪرائي وڃي تہ جيئن ماڻهو هن جي عبادت ڪري سگهن.

63ع ۾، نيرو جي ٻي زال پوپائي (Poppaea) مُئل ڇوڪريءَ کي جنم ڏنو. روم جي سينيٽ، ان مُئل ڇوڪريءَ کي، خدا نيرو جي ڌيءَ هئڻ سبب ”ديوي“ قرار ڏنو.

نيرو، پنهنجي پهرين زال اوڪٽيويا (Octavia) کي اهو چئي قتل ڪرائي ڇڏيو ته هوءَ سازشون ڪري رهي هئي، جنهن سبب نيرو جي جان کي خطرو پيدا ٿي پيو هو. ان واقعي بابت جڏهن روم جي سينيٽ کي خبر پيئي ته ان ڏاڍي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته نيرو لاءِ صدقا ڏنا وڃن ۽ هن جي جان بچي وڃڻ سبب خدا جا شڪرانا (Thanks Giving) بجا آندا وڃن. سينيٽ جي خواهش مطابق هزارين جنگي قيدين ۽ عام ماڻهن کي رومي خدائن جي قربانگاهن تي ڪُٺو ويو.

64ع ۾، ڪنهن سبب جي ڪري روم کي باهه وڪوڙي ويئي، جنهن ۾ هزارين ماڻهو سڙي مري ويا. ان باهه هڻڻ جو الزام ”عيسائين“ تي هنيو ويو، جن شهنشاهه نيرو کي خدا طور مڃڻ ۽ ڪيس سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. اُن وقت، عيسائيت کي يهودي مذهب جو هڪ فرقو سمجهيو ويندو هو. نيرو حڪم ڏنو ته روم جي سڀني عيسائين کي گرفتار ڪري انهن کي جيئري باهه ۾ ساڙيو وڃي. نتيجي ۾ پندرهن سؤ [1500] عيسائين کي باهه ۾ وڌو ويو. ڪيترن ئي عيسائين کي صليب تي ٽنگيو ويو ۽ ڪن کي خونخوار جانورن اڳيان اُڇليو ويو، جن هنن کي چيري ڦاڙي ماري ڇڏيو.

65ع ۾ نيرو جي ٻي زال پوپائي هڪ ڀيرو وري پيٽ سان ٿي. نيرو ان جي پيٽ تي ايڏي ته زور سان لت هنئي جو هوءَ اُتي مري پيئي. انهن ئي ڏينهن ۾، نيرو کي ٻڌايو ويو ته سينيٽ جا ڪيترائي ميمبر هن کي اقتدار تان هٽائڻ لاءِ سازشون ڪري رهيا آهن. اهڙو اطلاع ملڻ تي نيرو حڪم ڏنو ته سينيٽ جا سمورا ميمبر گرفتار ڪري قتل ڪيا

وجن. پوءِ، ڪنهن جي سمجهائڻ تي، نيرو چيو ته فقط اهي سينيٽر قتل ڪيا وڃن، جيڪي هن خلاف سازشون ڪري رهيا هئا. حڪم تي عمل ڪيو ويو. ڪيترن ئي سينيٽرن کي چيو ويو ته هو پنهنجي هٿن سان پاڻ ڪنڌ تي ڇُري وهائي آپگهات ڪن.

66ع ۾ نيرو، سپيني يهودين کي سلطنت جو "غدار" قرار ڏئي، انهن کي چونڊي مارڻ جو حڪم ڏنو. يهودي، ڪنهن به حالت ۾ نيرو کي خدا طور مڃڻ ۽ کيس سجدو ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا.

نيرو پنهنجي فوج کي حڪم ڏنو ته رومي سلطنت مان يهودين جو نالو نشان ختم ڪيو وڃي.

نيرو جي ان حڪم جي تعميل لاءِ، جنرل ويسپي سين (Vespasian) پنجاه هزار فوجن سان 67ع ۽ 68ع ۾ ٻه ڀيرا جيروسلم تي ڪاهه ڪئي ۽ هن شهر کي نابود ڪري ڇڏيو. يهودين کي چونڊي چونڊي قتل ڪيو ويو. ڪيترائي يهودي جان بچائي، مختلف محفوظ علائقن ڏانهن هجرت ڪري ويا.

ان واقعي کان ٻه سال پوءِ، روم ۾ اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ، فوجي جنرلن بغاوتون شروع ڪري ڏنيون. نيرو جي بڇڙن افعالن سبب روم جي سينيٽ اڳ ۾ ئي بيزار هئي. جنهن پنهنجي شهنشاهه نيرو کي "روم جو دشمن" قرار ڏئي ڇڏيو، جنهن جي سزا موت هئي. ان صورتحال جو فائدو وٺندي رومي فوج جي ڪمانڊر "گالبا" (Galba) ۽ سينيٽر مارڪس اوٿو (Marcus Otho) 69ع ۾ نيرو جو گهيرو ڪيو.

جڏهن نيرو لاءِ جيئرو رهڻ جي باقي ڪا به واهه نه بچي ته هن آپگهات ڪيو. چون ٿا ته هن ٻاهه جي وڏي مَچَ ۾ ٽپو ڏنو. ان وقت نيرو جي عمر 31 سال هئي.

نيرو جي مرڻ کانپوءِ، فوجي ڪمانڊر گالبا روم جي شهنشاهت

تي قبضو ڪيو. روم جي سينيٽ، هن کي شهنشاه طور قبول ڪيو.

گالبا، تخت تي وهڻ شرط اعلان ڪيو تہ هو روم جي سڀ کان وڏي خدا ”جوپيٽر“ جو پُٽ آهي ۽ هن جي ماءُ ”پيسي في“ (Pasiphae) جي خاندان مان آهي، جيڪا يوناني عظيم خدا زيوس جي پُٽ مينوس [Minos] جي زال ۽ ديوي هئي. اهڙيءَ ريت، خدائن سان مٿيون مائٽيون ڳنڍي، فوجي ڪماندر گالبا پاڻ کي ”خدا جو پُٽ“ ناهي ڇڏيو.

گالبا کي تخت تي ويٺي اجا ست مهينا مس گذريا تہ سينيٽر مارڪس اوٿو، محلاتي سازش ذريعي گالبا کي قتل ڪرائي ڇڏيو. محل جي شاهي محافظن، گالبا جو سِرُ، هَٿَ، پيرَ ۽ زبان وڍي اوٿو اڳيان پيش ڪئي. ان ريت سينيٽر اوٿو روم جو شهنشاه ٿي ويو. روم جي سينيٽ اوٿو کي بہ شهنشاه طور قبول ڪيو.

اوٿو کي شهنشاه ٿئي اجا ٽي مهينا مس گذريا تہ جرمنيءَ تي قابض روم جي فوجن پنهنجي ڪماندر وائي ٽي لس [Vitellius] کي روم جو شهنشاه ناهڻ جو اعلان ڪيو.

وائي ٽي لس پنهنجي فوجن سان روم تي ڪاهي آيو. جڏهن اوٿو لاءِ سڀ واٽون بند ٿي ويون تہ هن 69ع ۾ آپگهات ڪيو. نتيجي طور وائي ٽي لس روم جو شهنشاه ٿي ويو.

وائي ٽي لس اجا مس تخت تي ويٺو هو تہ مصر ۽ شام تي قابض رومي فوجن پنهنجي ڪماندر ويس پي سين (Vespasian) کي روم جو شهنشاه قرار ڏنو.

ويس پي سين پنهنجن فوجن سميت روم تي ڪاهي آيو. شهنشاه وائي ٽي لس جون فوجون اڳ ۾ ئي تيار ويٺيون هيون. نيٺ جنگ شروع ٿي. هڪ ئي سلطنت جون فوجون، هڪ ٻئي کي مارڻ لڳيون. سڄو روم خانہ جنگيءَ ۾ مبتلا ٿيڻ سبب قتل گاهہ بڻجي ويو. ايترا تہ

ماڻهو قتل ٿيا جو ان جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. چون ٿا تہ روم جي تاريخ ۾ ان کان اڳ ايڏو قتلام، ايڏي تباهي ڪنهن نہ ڏٺي. نيٺ، وائي ٽي لس جون فوجون هارائي ويون ۽ هي شهنشاه جنگ جي ميدان مان پڄي شاهي محل ۾ وڃي لڪو، جتان جهلي، هنکي ڪُتي وانگر ڳچيءَ ۾ پَٽو ٻَڌي روم شهر ۾ گهمايو ويو. بعد ۾ وائي ٽي لس کي آهستي آهستي اذيتون ڏيئي ٽُڪڪائي ٽُڪڪائي ماريو ويو. هن جي لاش کي لوهي ڪنڍي ۾ ڦاسائي، ان کي روم جي رستن تي گهليو ويو. پوءِ ان کي دريا ٽائبر [Tiber] ۾ اُڇلي ڇڏيائون تہ جيئن ان کي قبر بہ نصيب نہ ٿئي.

وائي ٽي لس جو حشر خراب ڪرڻ ڪانپوءِ، فوجي ڪمانڊر ويس پي سين روم جي شهنشاهت تي قبضو ڪيو. تخت تي وهڻ شرط، هن اعلان ڪيو تہ هو شهنشاه آگستس جي پيروي ڪندي، پنهنجي سلطنت ۾ رومي مذهب کي مڪمل طور نافذ ڪندو. هن روم جي خدا جوپيٽر، جونو ۽ منروا لاءِ نوان مندر قائم ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ ماڻهن کي هدايت ڪئي تہ هو انهن خدائن جي باقاعدگيءَ سان عبادت ڪن.

ويس پي سين کي چڱيءَ طرح معلوم هو تہ يهودي، ڪنهن بہ حالت ۾ هن جي حڪمن کي نہ مڃيندا. جڏهن نيرو روم جو شهنشاه هو، تڏهن ويس پي سين پنجاه هزار فوجن سان جوڊيا تي ڪاه ڪري، يهودين جو قتلام ڪيو هو. ان جي باوجود يهودين نيرو کي خدا طور نہ مڃيو ۽ نہ هن کي سجدو ڪيو. اهڙي ڄاڻ هئڻ جي باوجود، ويس پي سين پنهنجي پُٽ ٽائي ٽس [Titus] کي زبردست فوجن ساڻ جوڊيا تي قبضو ڪرڻ لاءِ موڪليو تہ جيئن يهودين کي هر حالت ۾ تابع ڪيو وڃي.

ٽائي ٽس، نہ فقط جوڊيا تي قبضو ڪيو بلڪ اتي يهودين جو قتل عام بہ ڪرايو. هن جيروسلم ۾ يهودين جي مقدس عبادتگاه

هيڪل سليماني کي ڍاهي پٽ ڪري ڇڏيو. ڪيترن ئي يهودي عالمن کي صليب تي ٽنگيو. اهڙيون خونريز ڪارروائيون ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن ٽائي ٽس واپس روم پهتو ته هن جو تاريخي استقبال ڪيو ويو. روم جا لکين شهري گهرن کان ٻاهر نڪري آيا. ٽائي ٽس پاڻ سان گڏ جوڊيا مان هزارين يهودين کي جهلي آيو هو، جيڪي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئا. اهي يهودي هڪ خدا ڪانسواءِ ٻي ڪنهن کي به سجدو ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. انهن کي روم جي رستن تي گهليو ويو ۽ ماڻهن انهن مٿان ٿوڪاريو ۽ لعنت ملامت ڪئي. ٽائي ٽس پاڻ سان جوڊيا جي عوام کان ڦر ڪيل مال به گڏ ڪٺي آيو هو. ان جي ڏاڍي فخر سان نمائش ڪئي ويئي. يهودين تي مڪمل فتح حاصل ڪرڻ جي خوشيءَ ۾، ايندڙ نسل کي ٽائي ٽس جي ان ڪارنامي کان آگاه رکڻ لاءِ روم ۾ هڪ وڏو منارو تعمير ڪرايو ويو.

روم جي لڳاتار ظلم، قتل، ڌاڙ ۽ ڌهڪاءَ سبب جوڊيا مان گهٽي پاڳي سمورا يهودي، پنهنجا اباڻا پَٽَ ڇڏي مختلف محفوظ علائقن ڏانهن لڏي ويا. ڪيترن ئي يهودين، هجرت ڪرڻ بدران، پنهنجي پَٽَ تي مرڻ کي ترجيح ڏني. يهودين جو هڪ ٽولو، مسلسل ٽن سالن تائين رومي فوج سان وڙهندو رهيو. نيٺ، هنن جي قلعي تي روم جا فوجي قابض ٿي ويا. جڏهن روم جا فوجي ان قلعي اندر داخل ٿيا ته اتي فقط ٻه عورتون ۽ پنج ٻار جيئرا مليا. باقي يهودين اجتماعي آپگهات ڪيو هو.

79ع ۾ ويس پي سين گذاري ويو. هن جي وصيعت مطابق سندس پُٽ ٽائي ٽس کي روم جو شهنشاه ناهيو ويو، جيڪو يهودين تي بي انتها ظلم ڪرڻ سبب دنيا ۾ مشهور هو. اقتدار ملڻ ڪانپوءِ، هي شخص ٻه سال مس جيئرو رهي سگهيو. 81ع ۾ روم کي پليگ جي بيماري وڪوڙي ويئي، جنهن سبب هزارين ماڻهو مري ويا. ٽائيٽس به

ان بيماريءَ وِگهي گذاري ويو. تائي تس جي ڏينهن ۾، هڪ ٻيهرو وري روم کي باھ لڳي، جنهن سبب شهر جو وڏو حصو سڙي تباھ ٿي ويو. خود رومي خدائن ”جوپيٽر، جونو ۽ منروا“ جون عبادتگاهون بہ سڙي خاڪ ٿي ويون. روم کي باھ لڳائڻ جي ڏوھ هيٺ هزارين ماڻهن کي جيئري دفن ڪيو ويو ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي صليب تي ٽنگڻ جي سزا ڏني ويئي.

تائي تس جي مرڻ کانپوءِ، هن جو ڀيو ڀاءُ ڊوميٽين [Domitian] روم جو شهنشاھ ٿيو. هن تخت تي وهڻ شرط ”خُدا“ هئڻ جي دعوا ڪئي ۽ رعايا کي حڪم ڏنو تہ سندس عبادت ڪئي وڃي. هن سڀني سرڪاري آفيسرن کي پابند ڪيو تہ هو کيس مخاطب ٿيڻ وقت ”مالڪ ۽ معبود "Our Lord, our God" چون.

شهنشاھ ڊوميٽين، پنهنجي پيءُ ويس پي سين، ڀاءُ تائي تس ۽ ڀيڻ فلاويا ڊوميٽليا [Flavia Domitilla] کي بہ خدا جو درجو ڏنو ۽ انهن سڀني لاءِ پنهنجي، سلطنت ۾ عبادتگاهون تعمير ڪرايون تہ جيئن ماڻهو انهن جي بہ عبادت ڪن. انهن عبادتگاهن لاءِ سرڪاري خرچ تي پُڄاري ڀرتي ڪيا ويا. روم جي سينيٽ، ڊوميٽين سان گڏ هن جي پيءُ، ڀاءُ ۽ ڀيڻ کي بہ خدا طور تسليم ڪيو.

ڊوميٽين جي دربار ۾ ايندڙ سڀني ماڻهن تي هي فرض عائد ڪيو ويو تہ هو دربار ۾ گهڙڻ شرط پنهنجي شهنشاھ ۽ خدا ڊوميٽين کي سجدو ڪن ۽ هن جا پير چُمن. اهڙي پابندي سينيٽرن سان بہ لاڳو ڪئي ويئي، پر يهودين ۽ عيسائين ڊوميٽين کي، خدا طور مڃڻ ۽ هن کي سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان کان علاوہ، ڪيترن ئي شاعرن، اديبن، فلاسفرن ۽ عالمن ڊوميٽين جي ان فيصلي جي سخت مخالفت ڪئي ۽ هو مزاحمت لاءِ اُٿيا ٿي ويا. نتيجي طور، ڪيترائي اديب ۽ عالم قتل ڪيا ويا، ڪيترائي ملڪ بدر ٿيا. هزارين يهودين ۽ عيسائين کي

بيدرديءَ سان ماريو ويو.

لڳ ڀڳ سورهن [16] سال حڪومت ڪرڻ کانپوءِ، روم جو هي شهنشاهه ۽ خدا، محلاتي سازش ذريعي قتل ڪيو ويو. شاهي محل جي محافظن، هن کي لوهي ڏنڊن سان ڪُٽي، اڌ مئو ڪرڻ کانپوءِ ذبح ڪري ڇڏيو. چون ٿا تہ قتل جي ان سازش ۾ شهنشاهه ڊوميٽين جي زال ڊوميتيا (Domitia) پڻ شريڪ هئي. مرڻ وقت ڊوميٽين جي عمر 46 سال هئي.

ڊوميٽين کانپوءِ، 117ع ۾ جڏهن شهنشاهه هيڊرين (Hadrian) جو دؤر آيو تہ هن پنهنجي سلطنت ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر "رومي مذهب" کي پوري قوت سان نافذ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن جيروسلم ۾، ان هنڌ تي خدا "جوپيٽر" لاءِ عظيم الشان عبادتگاهه تعمير ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جتي هيڪل سليماني نهيل هو، جنهن کي رومي شهنشاهه ٽائي ٽس پٽي پَٽِ ڪري ڇڏيو هو. جڏهن يهودين کي ان فيصلي جي خبر پيئي تہ هو سڀ هڪ ڀيرو ٻيهر ميدان ۾ لهي پيا. هيڊرين حڪم ڏنو تہ سڀني يهودين کي چونڊي چونڊي قتل ڪيو وڃي. هن يهودي مذهب تي مڪمل طور بندش وجهي ڇڏي ۽ اعلان ڪيو تہ توريت پڙهڻ، يهودين جو مقدس ڏينهن "يومِ سبات" [Sabath Day] ملهائڻ ۽ ٻارن جا طهر ڪرائڻ ڏوهہ جهڙا ڪم آهن، جنهن جي سزا موت مقرر ڪجي ٿي. ان سزا کان ڪوبہ بچي نہ سگهندو ۽ ڪنهن کي معافيءَ جو حقدار نہ سمجهيو ويندو. موت جي سزا اذيتون ڏيڻ کانپوءِ ڏني ويندي.

شهنشاهه هيڊرين، جيروسلم جو نالو ڦيرائي "عاليا ڪئپيٽيلونيا" [Alia Capitalonia] رکي ڇڏيو ۽ حڪم ڏنائين تہ ڪنهن بہ يهوديءَ کي هن شهر ۾ گهڙڻ نہ ڏنو وڃي.

هيڊرين، ايڪيهہ [21] سالن تائين حڪومت ڪرڻ کانپوءِ 138ع ۾ گذاري ويو. چون ٿا تہ مرڻ کان اڳ هن تي ڀيرا آپگهات ڪرڻ جي

ڪوشش ڪئي.

هيڊرين ڪانپوءِ اينٽوينس پائس [161-138ع] ليوڪس ويرس [180-161ع] ۽ مارڪس ايريليس [180-161ع] هڪ ٻئي پٺيان روم جا شهنشاه ٿيا. روم جي سينيٽ انهن ٽنهي شهنشاهن کي باقاعده ”خدا“ قرار ڏنو ۽ ماڻهن کي هنن جي بندگي ڪرڻ لاءِ چيو.

اهڙيءَ ريت، رومي سلطنت ۾ آباد قومن جي خدائن جي فهرست ۾ مسلسل اضافو ٿيندو ويو. ماڻهو، انهن زميني خدائن جي عبادت ڪندا رهيا. مارڪس ايريليس لاءِ ته هيءَ ڳالهه هُلائي ويئي ته هو حقيقي طور آسماني خدا هو، جيڪو روم جي ماڻهن جي تقدير بدلائڻ لاءِ، زمين تي هليو آيو هو.

هيڊرين کان مارڪس ايريليس تائين، ست سال جي عرصي ۾، رومي سلطنت اندر، رومي مذهب سان گڏ عيسائيت ۽ ”متر ا ازم مذهب“ تمام تيزيءَ سان وڌندا رهيا. خاص طور روم جا فوجي گهٽي ڀاڳي متر ا ازم کي قبول ڪندا ويا. متر ا کي جنگ، سچ ۽ روشنيءَ جو خدا سمجهيو ويندو هو، جنهنکي جنگ ۾ فتح ڏيڻ وارو خدا به چوندا هئا.

ان زماني ۾، روم کانپوءِ پارٿيا کي دنيا جي ٻي وڏي قوت سمجهيو ويندو هو. پارٿيا جو عوام زرتشتي مذهب جو پوئلڳ هو، جنهن تحت متر ا کي خدا اهورا مزدا جو پُٽ ۽ سپاهي سڏيندا هئا. جيئن ته زرتشتي مذهب ۾ اهورا مزدا روشني ۽ سچائيءَ جو خدا هو، ان ڪري هن جو پُٽ متر ا به سچائي ۽ روشنيءَ جو خدا سمجهيو ويو. سچ جو ديوتا هئڻ ڪري، متر ا هن دنيا مان اونده جو خاتمو آڻيندو هو. ان مذهب تي ايمان رکڻ وارن جو اهو به خيال هو ته متر ا پنهنجي پيءُ خدا اهورا مزدا وانگر ظلم ۽ شيطاني قوتن خلاف ماڻهن کي جنگ ڪرڻ جي سگهه عطا ڪري ٿو. هو حق ۽ انصاف لاءِ وڙهڻ وارن جو ساٿ ڏي

ٿو ۽ بديءَ کان روڪي ٿو. هو انسانن ۾ عزم، حوصلو ۽ همت پيدا ڪرڻ سان گڏ، صفائي ۽ پاڪيزگيءَ تي پابند رهڻ جي قوت بہ بخشي ٿو. يوناني مصورن، مترا جا بيشمار مجسما تيار ڪيا، جن ۾ مترا کي تيز خنجر سان هڪ ڍڳو قربان ڪندي ڏيکاريو ويو. مترا جا اهڙا سوين مجسما رومي سلطنت ۾ مختلف علائقن اندر لڳايا ويا. 25 ڊسمبر مترا جي ڄم جو ڏينهن هو، جنهن کي خاص طور يورپ ۾ ڌام ڌوم ۽ مذهبي جوش جذبي سان ملهايو ويندو هو. ان ڏينهن جي ابتدا زور زور سان گهنڊ وڄائي ڪئي ويندي هئي. ماڻهو گهرن ۾ خوشيون ڪندا هئا ۽ مهمانن لاءِ شراب ۽ مانيءَ جو انتظام ڪيو ويندو هو.

خدا مترا جي مندر ۾، هر وقت باه کي روشن رکيو ويندو هو، جنهن جي حفاظت ڪنواريون ڇوڪريون ڪنديون هيون. ان مندر ۾ هر روز هڪ ڍڳو قربان ڪندا هئا. اها قرباني ڏيڻ لاءِ ڪوبہ هڪ نوجوان اڪيلي سر، ڍڳي کي پٽ تي ڪيرائي ان کي خدا مترا جي اڳيان ذبح ڪندو هو.

خدا مترا بابت چيو ويندو هو تہ هو انسانن کي اعمالن مطابق سزا ۽ جزا ڏي ٿو. جن جا اعمال چڱا هوندا انهن کي خدا مترا پيهر زندگي عطا ڪندو. باقي جن جا اعمال خراب آهن انهن کي شيطان اهرمن جي حوالي ڪيو ويندو. اعمالن جي حساب تحت، جيڪي نيڪ بندا ست طبقَ پار ڪري ويندا، انهن کي امر زندگي عطا ڪئي ويندي. اهڙن نيڪ بندن کي پيهر هن دنيا ۾ پيدا نہ ڪيو ويندو.

جڏهن 180ع ۾ ڪوموڊس (Commodus) روم جو شهنشاه ٿيو تہ هن دعوا ڪئي تہ هو "مترا" ۽ يوناني خدا "هراڪليز" جو پيو جنم آهي. اهڙيءَ ريت هن پاڻ کي "خدا" سڏايو ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هن جي عبادت ڪن. ان وقت ڪوموڊس جي عمر فقط 17 سال هئي. هن روم جو نالو ڦيرائي "ڪوموڊس ڪالوني" رکي ڇڏيو. روم

جي سينيٽ ڪومودِس جي ان فيصلي تي سخت ڪاوڙجي پيئي ۽ هنجي مخالفت ڪرڻ لڳي. جڏهن ڪومودِس کي ان ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هن سمورا مخالف سينيٽر قتل ڪرائي ڇڏيا.

ڪومودِس کي جڏهن اهو اطلاع ڏنو ويو تہ هن جي ڀيڻ "لوسيلا" [Lucilla] بہ هن جي فيصلن تي ناخوش آهي تہ هن پنهنجي ڀيڻ سان غير مردن کان زوري زنا ڪرايو ۽ پوءِ ان کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

روم جي خدا ۽ شهنشاہ ڪومودِس جي خواهش هئي تہ سندس سلطنت ۾ رهندڙ ماڻهو مڪمل طور هن جا تابع ۽ وفادار رهن. هن اٽليءَ جي شهر بيلونيم (Bellunum) جي ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو وفاداري ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجو هڪ هڪ هٿ وڍي ڇڏين. حڪم تي عمل ڪيو ويو. ان زماني ۾، روم جا ڪيترائي ماڻهو مصري خدائن تي ايمان رکندا هئا. ڪومودِس حڪم ڏنو تہ، اهي سڀ عورتون، جيڪي مصري ديوي آئي سس [Isis] جي عبادت ڪن ٿيون، اهي صنوبر جي ٽارين سان پاڻ کي اينرو تہ ڪُٽين، جو سندن ساہ نڪري وڃي. ڪومودِس جي ان حڪم تي بہ عمل ٿيو. عورتن جي مرڻ کانپوءِ انهن جي مڙسن کي گرفتار ڪري هڪ جاءِ تي ڪُنو ويو.

رومي خدا ڪومودِس کي اپاهج ماڻهو پسند نہ هئا ان ڪري حڪم ڏنائين تہ سمورا اپاهج ماريا وڃن. حڪم جي تعميل خاطر سڀني اپاهجن کي تيرَ هڻي ماربو ويو.

خدا ڪومودِس، پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ هڪ وڏو حرم تيار ڪرايو، جنهن ۾ ٽي سؤ ڇوڪريون ۽ ٽي سؤ ننڍا ڇوڪرا رکيا ويا. هن کي خوبصورت ڇوڪرا بيحد پسند هئا، جن کي هو زال وانگر استعمال ڪندو هو. گهڻو وقت، ڪنهن تفريح گاہ ۾ ڏينهن ڏٺي جو، عام ماڻهن اڳيان، ڪنهن بہ ڇوڪري يا عورت سان زوري زنا ڪرڻ ۾ هن کي ڪابہ

هٻڪ نہ ٿيندي هئي.

روم جي هن خدا ۽ شهنشاه کي 192ع ۾ سندس زال "مارسيا" (Marcia) زهر ڏئي ماري ڇڏيو. مرڻ وقت هن جي عمر 31 سال هئي ۽ هن روم تي لڳ ڀڳ ٻارهن سال بادشاهي ڪئي.

ڪوموڊس جي مرڻ ڪانپوءِ سينيٽ، هڪ سينيٽر پرٽي نيڪس [Pertinax] کي روم جو شهنشاه مقرر ڪيو. ان شهنشاه کي تخت تي وهندي، اڃا نوي [90] ڏينهن مس گذريا تہ محلاتي سازش ذريعي، هن کي قتل ڪيو ويو. تي سؤ فوجن، محل ۾ گهڙي هن کي بيدرديءَ سان ماريو ۽ پوءِ هن جو سِرُ وڍي، نيزيءَ تي رکي، فوجي بيرڪن ۾ گهمايو ويو.

شهنشاه پرٽي نيڪس کي قتل ڪرڻ ڪانپوءِ شاهي محل جي محافظن اعلان ڪيو تہ هاڻ روم جو تخت ان شخص جي حوالي ڪيو ويندو جيڪو ان جي سڀ کان گهڻي قيمت ڏيندو. اهڙيءَ ريت روم جي شهنشاهت جي ٻولي لڳي وئي. نيٺ، روم جي هڪ وڏي سيٺ ڊائيڊيس جوليانس [Didius Julianus] سڀ کان وڏي ٻولي ڏئي روم جي شهنشاهت خريد ڪري ورتي. هن شاهي محل جي هر فوجيءَ کي 6250 درهم ڏنا. اهڙيءَ ريت هي شخص روم جو شهنشاه ٿي ويو.

ٻي طرف، شام تي قابض رومي فوجن، پنهنجي ڪمانڊر سيپٽيمس سيويرس [Septimus Severus] کي روم جو شهنشاه ناهڻ جو اعلان ڪيو.

ڪمانڊر سيپٽيمس، پنهنجي فوجن ساڻ روم تي ڪاهي آيو ۽ هتي پهچڻ ڪانپوءِ اعلان ڪيائين تہ جيڪڏهن هن کي اقتدار حاصل ٿي ويو تہ هي شاهي محل جي هر فوجيءَ کي ڏه هزار درهم ڏيندو. اهو اعلان ٻڌڻ شرط، شاهي محل جي محافظن شهنشاه ڊائي ڊس جوليانس جو ڪنڌ وڍي، جسم ڪان ڌار ڪري ڇڏيو ۽ سيپٽيمس کي روم جو

شهنشاه ناهي چڙهيائون.

روم جي سينيٽ کي اها ڳالهه پسند نه آئي. رشوت ڏئي يا ٻولي لڳائي اقتدار تي قابض ٿيڻ وارين ڪارروائين کي سينيٽ سختيءَ سان نِنديو ۽ بلڪان جي علائقن تي قابض ڪماندر ال بنوس [Albinus] کي روم جو شهنشاه ناهڻ جي سفارش ڪئي، جنهن کي سندس فوجن اڳ ۾ ئي روم جو شهنشاه قرار ڏئي ڇڏيو هو.

ال بنوس جون فوجون گال [موجوده فرانس] کان ٿينديون، روم ڏانهن وڌڻ لڳيون. جڏهن سيپٽيمس کي ان ڳالهه جي خبر پيئي ته هو اڳُ وٺڻ خاطر، پنهنجي فوجن سميت ڏکڻ جرمنيءَ کان ٿيندو ال بنوس تي چڙهي آيو. اها جنگ ٻه ڏينهن جاري رهي، جنهن ۾ ال بنوس قتل ٿي ويو.

جنگ کٽڻ کانپوءِ، سيپٽيمس پنهنجي فوجن سميت واپس روم آيو ۽ هتي پهچڻ شرط، انهن سيني سينيٽرن کي قتل ڪرائي ڇڏيائين جن ال بنوس جي حمايت ڪئي هئي.

اقتدار تي مڪمل طور قبضو ڄمائڻ کانپوءِ سيپٽيمس روم جو مذهب ختم ڪري، شام جي مذهب کي روم جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو. ان مذهب تحت "بعل" جي عبادت ڪئي ويندي هئي، جيڪو عظيم خدا هئڻ سان گڏ جنگ جو خدا به سمجهيو ويندو هو.

فوجي ڪماندر سيپٽيمس، پنهنجي زال "جوليا ڊومنا" [Julia Domna] کي ديويءَ جو درجو ڏنو ۽ پنهنجي گهر کي "مندر" قرار ڏئي، ان کي انتهائي مقدس جاءِ ناهي ڇڏيائين، جتي هڪ ديوي رهندي هئي. اُن ديويءَ مان سيپٽيمس کي ٻه پُٽ ڪراڪلا (Caracalla) ۽ گيتا (Geta) ٿيا.

سيپٽيمس، لڳاتار 18 سال روم تي بادشاهي ڪندو رهيو. ان عرصي دوران، رومي سلطنت ۾ آباد قومون گهٽي ڀاڳي خدا بعل تي

ايمان آڻي، هن جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويون.

جڏهن 211ع ۾ سيپٽيمس جو لاڏاڻو ٿيو ته هن جي وڏي پُٽ ڪراڪلا کي روم جي شهنشاهت ذاتي ملڪيت وانگر ورثي ۾ ڏني ويئي.

روم جو شهنشاهه ٿيڻ ڪانپوءِ، ڪراڪلا سندس سلطنت ۾ رهندڙ سڀني آزاد شهرين کي "رومي شهريت" ڏيڻ جو اعلان ڪيو. سوين سالن کان، رومي سلطنت ۾ آباد ماڻهو اهو مطالبو ڪندا رهيا هئا ته کين رومي شهريت ڏني وڃي، پر روم جا شهنشاهه عوام جو اهو مطالبو مڃڻ کان هميشه لنوائيندا رهيا. ڪراڪلا، شامي مذهب کي ختم ڪري، ان جي جاءِ تي مصري مذهب کي روم جو سرڪاري مذهب ٺاهي ڇڏيو. هن اعلان ڪيو ته هو مصر جي خدا "سراپس" [Serapis] جو پُٽ آهي. ان ريت هن پاڻ کي "خدا جو پُٽ" قرار ڏنو ۽ خدا جو پُٽ هئڻ سبب، هو خود خدا به بڻجي ويو. ڪراڪلا جي ان فيصلي سبب، رومي سلطنت ۾ هنڌين ماڳين هُوءِ پئجي ويئي.

سراپس کي مصر جا ماڻهو سچ جو خدا سمجهي پوڄيندا هئا. مصر جي بادشاهن وانگر، ڪراڪلا پاڻ کي روم جو "فرعون" سڏائڻ لڳو ۽ عوام کي حڪم ڏنائين ته هو کيس سجدو ڪن، ان سان گڏ آسماني خدا سراپس تي ايمان آڻي، ان جي سچيءَ دل سان عبادت ڪن.

ڪراڪلا ايڏو ته سختيءَ سان پنهنجو مذهب رومي سلطنت مٿان مڙهيو جو هتي جا ماڻهو خدا بعل ۽ ٻين رومي خدائن کي ڇڏي، خدا سراپس جي عبادت ڪرڻ لڳا.

ڪراڪلا، پنهنجي ننڍي ڀاءُ گيتا کي قتل ڪرائي ڇڏيو ته جيئن هو اقتدار لاءِ خطرو نه بڻجي سگهي. جڏهن گيتا جي قتل تي عام ماڻهن احتجاج ڪيو ته ڪراڪلا گهٽ ۾ گهٽ ويهه هزار ماڻهو ڏاڍو بيدرديءَ سان مارائي ڇڏيا، جن کي گيتا جو حامي سمجهيو ٿي ويو.

ڪراڪلا تي الزام لڳايو ويو تہ هن جا سندس ماءُ جوليا سان ناجائز تعلقات هئا. ڪراڪلا، ان الزام کي نسورو ڪُوڙ سڏيو. جڏهن هو مصر جي دوري تي ويو تہ اسڪندريا ۾ هر ماڻهوءَ جي وات تي اها ڳالهہ هئي تہ جوليا، ڪراڪلا جي اول زال ۽ پوءِ ماءُ آهي. جڏهن ڪراڪلا کي ان ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هن سخت ڪاوڙ ۾ ڏک سببان اسڪندريا ۾ قتل عام جو حڪم ڏنو. چون ٿا تہ هن شهر ۾ ايترا تہ ماڻهو ماريا ويا، جو ڳڻڻ لاءِ هتي فقط چند پار، ڪي پوڙها ۽ ڪجهہ زالون زنده بچيون هيون.

217ع ۾ ڪراڪلا کي، شاهي محل جي فوجي ڪمانڊر مئڪرينس [Macrinus] قتل ڪري، روم جي اقتدار اعليٰ تي قبضو ڪري ورتو. ان واقعي کانپوءِ روم جي سينيٽ باقاعده اعلان ڪيو تہ ڪراڪلا حقيقي طور خدا هو بلڪ مصري خدا سراپس جو پُٽ هو.

مئڪرينس، روم جي تخت تي سال کن مس ويهي سگهيو تہ هن کي 218ع ۾ قتل ڪيو ويو. شام تي قابض رومي فوجن، مئڪرينس جي قتل ٿيڻ کانپوءِ، ڪراڪلا جي سؤٽ جي پُٽ الگابالس (Elagabalus) کي روم جو شهنشاه ناهي ڇڏيو.

الگابالس، روم جو شهنشاه ٿيڻ کانپوءِ اعلان ڪيو تہ خدا بعل (Baal) هن دنيا جو حقيقي خدا آهي، جنهن جي سڀني کي عبادت ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت، هڪ پيرو وري شام جي مذهب کي رومي سلطنت جو سرڪاري مذهب قرار ڏنو ويو. الگابالس جي پيدائش ۽ پرورش شام ۾ ٿي هئي. هن جو سڄو خاندان شام ۾ رهندو هو. رومي سلطنت جا ماڻهو، خدا بعل کان اڳ ۾ ئي واقف هئا. فقط ست سال اڳ روم جي شهنشاه سيپٽيمس، پنهنجي سلطنت ۾ خدا بعل جي عبادت لازمي قرار ڏني هئي. هاڻ الگابالس هڪ پيرو وري خدا بعل کي مڃڻ ۽ ان جي عبادت ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو.

الگابالس، روم جي باقي سڀني خدائن کي ڪُوڙو قرار ڏنو ۽ چيائين تہ خدا بعل ڪانسواءِ ٻي ڪنهن بہ خدا جي عبادت نہ ڪئي وڃي. جيئن تہ الگابالس جي مذهب مطابق طهر ڪرائڻ ضروري هو، ان ڪري هن حڪم ڏنو تہ رومي سلطنت ۾ آباد سمورا ماڻهو هڪدم طهر ڪرائين.

الگابالس، شام مان هڪ مقدس ڪارو پٿر بہ پاڻ سان گڏ ڪٽائي آيو. جنهن بابت ٻڌايو ويو تہ اهو خدا بعل جو اُهجاڻ ۽ نشاني آهي. ان پٿر کي چُمڻ، خوش بختي ۽ وڏي ثواب جو ڪم ڄاڻايو ويو.

اهو پٿر، بيحد احترام، عقيدت ۽ ڏاڍي شان مانَ سان شام کان روم آندو ويو. روم جي عظيم خدا جوپيٽر جي عظيم ترين مرڪزي عبادتگاه کي خدا بعل جي عبادتگاه ۾ تبديل ڪري، اتي اهو پٿر رکايو ويو. جوپيٽر خدا جي ڪرسيءَ کي خدا بعل جي ڪرسي قرار ڏنو ويو.

رومي سلطنت جو عوام، شهنشاه الگابالس جي حڪم تي، آهستي آهستي پنهنجا مذهب ڇڏي، خدا بعل تي ايمان آڻي، ان جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو.

222ع ۾، شاهي محل جي فوجي محافظن الگابالس کي قتل ڪري هن جي سؤٽ اليگزينڊر سيويرس [Alexander Severus] کي روم جو شهنشاه ناهي ڇڏيو، جيڪو قديم رومي مذهب تي ايمان رکندو هو. هن تخت تي وهڻ شرط اعلان ڪيو تہ الگابالس جو مذهب ۽ هن جو خدا بعل ڪوڙو آهي. حقيقي ۽ سچو خدا "جوپيٽر" آهي، جنهن جي سڀني کي عبادت ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت اليگزينڊر رومي مذهب کي ٻيهر سلطنت روم جو سرڪاري مذهب ناهي ڇڏيو. اهي سموريون عبادتگاهون، جيڪي خدا بعل سان منسوب ڪيون ويون هيون، اهي رومي مذهب جي پوڄارين جي حوالي ڪيون ويون.

اليگزينڊر، لڳ ڀڳ تيرهن [13] سال بادشاهي ڪرڻ ڪانپوءِ

235ع ۾، شاهي محل جي محافظن هٿان قتل ٿي ويو. ان واقعي کانپوءِ رومي فوجن پنهنجي هڪ ڪماندر ميڪسي مينس [Maximinus] کي روم جو شهنشاه ٺاهيو. اهو شهنشاه ٽي سال ڪن حڪومت هلائي سگهيو تہ هن کي بہ سندس فوجن 238ع ۾ قتل ڪري ڇڏيو.

شهنشاه ميڪسي مينس کانپوءِ 238ع کان 270ع تائين ٻٽيهہ [32] سالن جي عرصي ۾، هڪ ٻئي پٺيان چوڏهن [14] فوجي ڪماندر روم جا شهنشاه ٿيا. جن مان فقط هڪ شهنشاه پليگ بيماريءَ جي وِڳهي مُئو، باقي تيرانهن شهنشاه قتل ڪيا ويا. 270ع ۾ ايريلين ڊوميٽيس [Aurelian Domitius] روم جو شهنشاه ٿيو، جنهن دعوا ڪئي تہ هو خدا مٿرا جو زمين تي نائب ۽ زميني خدا آهي. هن روم ۾ عظيم خدا جوپيٽر جي مرڪزي عبادتگاه کي خدا مٿرا جي عبادتگاه ۾ بدلائي، ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو مٿرا جي عبادت ڪن. هن چيو تہ مٿرا اهو حقيقي خدا آهي، جنهن کي شام جا ماڻهو بعل خدا جي نالي سان سڃاڻن ٿا ۽ هن جي عبادت ڪن ٿا. ايران جا ماڻهو ان خدا کي مٿرا جو نالو ڏين ٿا. جڏهن تہ يهودي ۽ عيسائي مختلف نالن سان هنکي پوڄين ٿا. درحقيقت، فقط مٿرا سڄي ڪائنات جو خدا آهي، جيڪو هر شئي تي قادر آهي. شهنشاه ايريلين عوام کي اهو بہ ٻڌايو تہ هو خدا مٿرا جي حڪمن تي عمل ڪرائڻ لاءِ دنيا تي نائب مقرر ڪيو ويو آهي. هيءَ بادشاهت ۽ خدائي هن کي خدا مٿرا عطا ڪئي آهي.

شهنشاه ايريلين، پنج سال ڪن حڪومت ڪئي. ان عرصي دوران هن پنهنجي رومي سلطنت ۾ "مٿرا ازم" کي ڏاڍو زور وٺايو. 275ع ۾، روم جي فوجن هن شهنشاه کي بہ ذبح ڪري ڇڏيو. ايريلين جي قتل ٿيڻ کانپوءِ، رومي سلطنت ۾ ڪئين انتظامي، سياسي ۽ مذهبي مونجهارا پيدا ٿي پيا. سلطنت ۾ ڪئين وڳوڙ ٿيا. آخر، نون [9] سالن

جي انتشار ڪانپوءِ هڪ سخت گير فوجي ڪمانڊر "ڊايو ڪليشن" [Diocletion] روم جو شهنشاه ٿيو جيڪو آزاد ٿيل غلام جو پُٽ هو. ان فوجيءَ تخت تي وهڻ شرط اعلان ڪيو ته هو خدا مترا جو پُٽ ۽ زميني خدا آهي. هن قادر مطلق هئڻ جي به دعوا ڪئي.

ڊايوڪليشن، ايراني شهنشاهن وانگر شاهي لباس پائڻ شروع ڪيو ۽ دربار ۾ ادب ۽ احترام سان جُهڪي هلڻ ۽ جهيٽون ڳالهائڻ لاءِ سخت هدايتون جاري ڪيائين. هن دربار ۾ ايڏو ته خوف ۽ دٻدٻو قائم ڪيو جڻ ته ڪو خدا دربار ۾ ويٺو هجي. دربار ۾ ايندڙ هرشخص تي پابندي وڌي ويئي ته هو گوڏي ڀر جُهڪي، سجدي جي حالت ۾ پهرين شهنشاه جي لباس ڪي اکين تي رکي، ان ڪي چُمي، پوءِ ڪا ڳالهه ڪرڻ جي همت ڪري.

هڪ ڏينهن ڊايوڪليشن سون، هيرا ۽ جواهرن سان جڙيل شاهي لباس پائي دربار ۾ آيو. هن ڪي وڏي ڪُڙيءَ واري، موتين سان پريل جُتي پيل هئي. هن پنهنجي درٻارين ڪي ڪجهه هن ريت خطاب ڪيو:

> "آئون خدا مترا، خدا جوپيٽر ۽ خدا بعل جو پُٽ "ڊايوڪليشن" اوهان سان مخاطب آهيان. آئون خدا جو خاص نائب ۽ زمين تي خدا واحد لاشريڪ آهيان. منهنجي سلطنت ۾ آباد سيني ماڻهن تي لازم آهي ته هو منهنجي اطاعت ۽ بندگي ڪن. منهنجي روبرو ايندڙ سڀ ماڻهو سجدي ۾ هليا وڃن."

اهي لفظ ٻُڌڻ شرط سمورا درٻاري سجدي ۾ هليا ويا.

ڊايوڪليشن جي ان فرمان سبب، سلطنت روم ۾ آباد سموريون قومون سخت مونجهارن ۾ مبتلا ٿي پيون. خاص طور يهودي ۽ عيسائي هڪ پيرو وري وڏي ويل ۾ پئجي ويا. ڊايوڪليشن ڪي خدا

سمجهڻ ۽ ان کي سجدو ڪرڻ وارو مامرو، انهن لاءِ زندگي ۽ موت جو سبب بڻجي پيو. سخت ڪشمڪش ۽ اختلافن ڪانپوءِ، نيٺ يهودين ۽ عيسائين ڊايوڪليشن کي خدا طور مڃڻ ۽ سجدو ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ هو مزاحمت لاءِ اُٿيا تي ويا.

جڏهن ڊايوڪليشن کي ان ڳالهه جي خبر پيئي ته هن يهودين ۽ عيسائين کان "شهري حق" ڦري، ڪين "غلام" قرار ڏئي ڇڏيو ۽ حڪم ڏنائين ته سندن ملڪيتون ضبط ڪيون وڃن. عيسائين کي ايترو حق به نه ڏنو ويو جو هو قيمت ڏيڻ ڪانپوءِ به غلاميءَ مان آزاد ٿي سگهن يا جبر خلاف ڪنهن عدالت جو در کڙڪائين.

ڊايوڪليشن، هي به حڪم ڏنو ته سڀني عيسائين کي سرڪاري نوڪرين ۽ فوج مان ڪڍيو وڃي. هن عيسائي مذهب جي عبادتگاهن کي ڊاهڻ ۽ سندن مقدس ڪتاب "انجيل" جون سڀئي ڪاپيون ڳولي ساڙڻ جو حڪم ڏنو. ڊايوڪليشن، سڀني عيسائين کي قانوني طور ان ڳالهه جو پابند ڪيو ته هو "خدا مٿرا" جي عبادت ڪن ۽ ان جي اڳيان هر روز قربانيون ڏين. حڪم جي پيروي نه ڪندڙ عيسائين لاءِ موت جي سزا مقرر ڪئي ويئي.

ڊايوڪليشن، عيسائين کي ڊيڄارڻ ۽ انهن ۾ زبردست ڏهڪاءُ وجهڻ لاءِ اذيتناڪ سزائن جو هڪ خوفناڪ سلسلو جاري ڪيو. هڪ ڀيري ٻن هزار عيسائين کي گرفتار ڪري، انهن کي جيئري لوهي سيخن ۾ پوئي، هلڪي باهه تي سيڪيو ويو. انهن عيسائين، ماڻهن جي وڏي هجوم اڳيان ڦٿڪي ڦٿڪي ساهه ڏنو. اهڙيون سزائون عام ڪيون ويون.

ڊايوڪليشن، مسلسل بضد رهيو ته عيسائي هن کي خدا طور مڃين ۽ سجدو ڪن. اهو هڪ شهنشاهه ۽ زميني خدا جو حڪم هو. پر، عيسائي اهڙو حڪم مڃڻ کان مسلسل انڪار ڪندا رهيا. هو قتل ٿيندا ويا ۽ چوندا رهيا ته اسان خداوند تعالي کانسواءِ، ٻي ڪنهن کي

۾ سجدو نہ ڪنداسين.

ڊايوڪليشن، رومي سلطنت کي چئن انتظامي حصن ۾ ورهايو ۽ هر حصي تي هڪ نائب شهنشاه مقرر ڪيائين. هو پنهنجي سلطنت جو دارالحڪومت، روم کان موجوده ترڪيءَ جي شهر نڪوميڊيا (Nicomedia) ڏانهن ڪٺائي ويو تہ جيئن مشرق ۽ مغرب تي سولائيءَ سان حڪومت هلائي سگهجي. هن پنهنجي هڪ نائب شهنشاه ميڪسي مين (Maximian) کي "خدا" جو درجو ڏنو ۽ ان کي يوناني خدا هرڪيولس (Herculius] سان منسوب ڪيائين.

ميڪسي مين، موجوده اٽلي، سسلي ۽ اُتر افريڪا جي علائقن لاءِ نائب شهنشاه مقرر هو. هن جي گاديءَ جو هنڌ اٽليءَ جو شهر "ميلان" هو. ڊايوڪليشن جا چار ئي نائب شهنشاه، مذهب جي معاملي ۾ پنهنجي آقا ۽ خدا لاشريڪ ڊايوڪليشن طرفان ڏنل پاليسين مطابق عمل ڪندا هئا.

ايڪيهہ [21] سالن کان وڌيڪ عرصي تائين، ڏاڍي شان، مان، رعب ۽ دٻدٻي سان حڪومت ڪرڻ کانپوءِ ڊايوڪليشن 305ع ۾ پنهنجي مرضيءَ سان شهنشاهت ڇڏي، پنهنجي اباڻي شهر "اسپالاٽو" (Spalato) ڏانهن هليو ويو. اهو شهر موجوده ڪروشيا (Croatia) ۾ آهي. عظيم روم جي هن عظيم شهنشاه، زندگيءَ جا باقي ٻارنهن سال اُن شاندار محل ۾ گذاريا، جيڪو هن خاص طور پنهنجي لاءِ اڏايو هو.

شهنشاهت ڇڏڻ وقت، ڊايوڪليشن حڪومت جون واڳون پنهنجي نائب شهنشاه "گئليريس" (Galerius) جي حوالي ڪيون، جيڪو هنجو نياڻو بہ هو. گئليريس کي ڊايوڪليشن جي ڌيءَ "وليريا" (Valeria) سان شادي ڪرڻ جو شرف حاصل هو.

ڊايوڪليشن کانپوءِ، گئليريس عيسائين خلاف خونريز ڪارروائيون

جاري رکيون. ڊايوڪليشن کان گئليريس جي دؤر تائين، فقط ”عيسائي“ سڏائڻ موت جي سزا لاءِ ڪافي هو. جيترا به عيسائي گئليريس کي هٿ چڙهيا، انهن کي قتل ڪيو ويو. گئليريس، باقاعدگيءَ سان اهو معلوم ڪرائيندو هو ته حڪومتي ظلم ۽ جبر ڪانپوءِ، جيڪي عيسائي ٻيهر رومي مذهب جا پوئلڳ ٿيا آهن، اهي پنهنجي نون عقيدن سان ڪيتري قدر سچا آهن. اهي رومي خدائن اڳيان قربانيون ڏين ٿا يا نه.

رومي شهنشاهن جي مسلسل ظلم، جبر ۽ تشدد سبب، عيسائين ۾ زبردست مزاحمتي قوت پيدا ٿي پيئي. اها قوت گئليريس جي دؤر تائين هڪ خوفناڪ سياسي ۽ مذهبي طاقت ۾ بدلجي ويئي. اها تبديلي محسوس ڪرڻ ڪانپوءِ، 311ع ۾ جڏهن گئليريس مرڻ تي هو ته هن عيسائين خلاف ڪارروائيون بند ڪرڻ جي هدايت ڪئي ۽ پنهنجي طرفان بعد ۾ ايندڙ رومي شهنشاهن لاءِ باقاعده هڪ ”نصيحت“ قلمبند ڪرائي، جنهن ۾ هن لکيو ته:

”مون روم کي اڳوڻن شهنشاهن وانگر هلائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پنهنجي سلطنت ۾ ”رومي مذهب“ کي پڪيڙڻ لاءِ سڀ وسيلا استعمال ڪيا ته جيئن روم پنهنجي سابقه روايتن سان گڏ زنده رهي سگهي. پر آئون، انهن ڪوششن ۾ ناڪام ويس. مون کي اندازو ٿيو آهي ته ”عيسائيت“ هاڻ بدليل حالتن جي ضرورت بنجي چڪي آهي. ان ڪري سفارش ڪريان ٿو ته جيڪڏهن روم کي بچائڻو آهي ته عيسائين کي مذهبي آزادي ڏني وڃي.“

جڏهن گئليريس اها نصيحت لکي رهيو هو تڏهن روم جو خدا واحد لاشريڪ ڊايوڪليشن رٽائرڊ زندگي گذاري رهيو هو.

گئليريس جي مرڻ ڪانپوءِ، ڪانسٽنٽائين اول (Constantine-I) 311ع تائين رومي سلطنت جو اڪيلو شهنشاه بنجي ويو. هن جي ماءُ

عيسائي ٿي چڪي هئي. ڪانسٽنٽائين، شهنشاه گئليريس جي نصيحت تي عمل ڪندي عيسائين کي مذهبي آزادي ڏيڻ جو اعلان ڪيو. هن عام معافيءَ ذريعي سيني عيسائين کي "غلاميءَ" مان آزاد ڪري، ڪين سموريون عبادتگاهون موٽائي ڏنيون. ڪانسٽنٽائين، شهنشاه جي حيثيت ۾ اهو قبول ڪيو تہ "عيسائيت" هڪ مذهب آهي. جڏهن تہ ان فيصلي کان اڳ عيسائيت کي يهوديت جو فقط هڪ فرقو سمجهيو ويندو هو.

ڪانسٽنٽائين، پاڻ عيسائيت قبول نہ ڪئي ۽ نہ ئي ان کي روم جو سرڪاري مذهب ناهيائين. اينترو ضرور ٿيو تہ هڪ ڊگهي عرصي کانپوءِ عيسائيت کي هڪ شهنشاه جي سرپرستي حاصل ٿي ويئي ۽ هي مذهب ڏاڍو تيزيءَ سان پکڙڻ لڳو. حضرت عيسيٰ کانپوءِ ٽن سؤ سالن ۾، اينترا ماڻهو عيسائي نہ ٿي سگهيا، جيترا فقط ڪانسٽنٽائين جي ڏينهن ۾ ٿيا.

جيئن تہ ڪانسٽنٽائين کان اڳ، عيسائيت تي مسلسل پابنديون رهيون، ان ڪري ماڻهو لِڪ ڇپَ ۾ ان مذهب کي قبول ڪندا هئا. انهن کي عيسائيت بابت مڪمل معلومات حاصل نہ ٿي سگهي. اصل عيسائيت ڇا آهي ۽ حضرت عيسيٰ ڪهڙي تعليم ڏني، اهي معاملا مسلسل حل طلب رهيا. جڏهن ڪانسٽنٽائين عيسائيت کي هڪ "مذهب" جو درجو ڏنو، تڏهن عيسائيت بابت ڪئين اختلاف ظاهر ٿي پيا. مختلف فڪر جي ماڻهن، مختلف طريقن سان عيسائيت ۽ حضرت عيسيٰ بابت هڪ ٻئي جي برخلاف رايا ڏنا. اهي معاملا ان وقت وڌيڪ خراب ٿيڻ لڳا جڏهن ڪانسٽنٽائين، سياسي فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ، عيسائين جي اندروني مذهبي معاملن ۾ مداخلت شروع ڪري ڏني. ڪانسٽنٽائين، خاص طور انهن ماڻهن کي همٿايو، جن جي نظرين سبب شهنشاهت جو ادارو وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ٿيو ٿي. ان وقت عام

تاثر اهو هو تہ عيسائيت، بادشاهت جي اداري کي نئي مجي، بلڪ ان کي مڪمل طور رد ڪري ٿي. عيسائيت ۾ بادشاهن لاءِ ڪا بہ گنجائش نہ هئي. عيسائيت جي اصل تعليم مطابق، بادشاه فقط خدا آهي، باقي سڀ ان جي رعايا آهن. زميني بادشاهن جا اعمال خدا جي حڪمت جي خلاف آهن. اهي مذهب سان هٿ چُراند ڪن ٿا ۽ خدا جي اصولن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق ڦيرائين ٿا. اهڙن نظرين کي دٻائڻ ۽ بادشاهت جي اداري کي بچائڻ لاءِ، ڪانسٽنٽائين انهن ماڻهن جي طرفداري شروع ڪري ڏني، جيڪي بادشاه کي زمين تي خدا جو نمائندو سمجهندا هئا ۽ اهو بہ چوندا هئا تہ بادشاه جڏهن بہ ضرورت محسوس ڪري تہ هو دين جي اصولن ۾ پنهنجي مرضيءَ مطابق ڦيرڦار ڪري سگهي ٿو. اهڙي فڪر جا ماڻهو، خدا جي ذات کي تقسيم ڪرڻ جي بہ ڳالهہ ڪندا هئا. انهن ٽي ماڻهن جو خيال هو تہ حضرت عيسيٰ ۽ مقدس روح هڪ ئي خدائي جُز مان پيدا ٿيل آهن. ان ڪري حضرت عيسيٰ جي حيثيت، خود خدا جهڙي آهي. حضرت عيسيٰ، خدا وانگر گنهگارن کي معافي ڏيئي سگهي ٿو. نجات حاصل ڪرڻ لاءِ خدا کانسواءِ حضرت عيسيٰ کي بہ ٻاڏائي سگهجي ٿو ۽ هو نجات ڏيئي سگهي ٿو. ٻي طرف عيسائين جي اڪثريت، فقط هڪ خدا کي نجات ڏيڻ وارو سمجهندي هئي. عام عيسائي، ان خيال کي مڃڻ لاءِ ڪنهن بہ حالت ۾ تيار نہ هئا تہ خدا جي ناهيل اصولن ۾ بادشاه يا ٻيو ڪو شخص ڦيرڦار ڪري سگهي ٿو. حضرت عيسيٰ بابت فقط ايترو مڃيو ٿي ويو تہ هو خدا جي خلقيل هڪ مڪمل ذات هو، پر هو خدا وانگر خدا نہ هو ۽ نہ ئي حضرت عيسيٰ پاڻ ڪڏهن خدا هئڻ جي دعوا ڪئي. اهڙن ماڻهن جو چوڻ هو تہ حضرت عيسيٰ کي خدا جي ذات سان جوڙڻ ۽ ان کي خدا جو درجو ڏيڻ سبب، خود خدا جي ذات متاثر ٿئي ٿي ۽ مذهبِ عيسائيت جي اصل روحَ کي ڪاپاري ڌڪ لڳي ٿو.

بهرحال، حضرت عيسيٰ ۽ مذهب عيسائيت بابت مختلف رايا قائم ٿيڻ سبب، رومي سلطنت ۾ جهيڙا ۽ فساد شروع ٿي ويا. جڏهن حالتون هٿَ کان ٻاهر نڪرڻ لڳيون ۽ ملڪ ۾ امن امان جو معاملو سنگين ٿي ويو ته ڪانسٽنٽائين، عيسائيت بابت بنيادي اختلافن کي حل ڪرڻ لاءِ 325ع ۾، عيسائي عالمن جي هڪ ڪانفرنس موجوده ترڪيءَ جي هڪ شهر "ناسيا" ۾ ڪوٺائي. جنهن ۾ سڄي دنيا مان لڳ ڀڳ 270 عيسائي عالم شريڪ ٿيا.

ڪانسٽنٽائين، پاڻ غير عيسائي هو، پر شهنشاهه هئڻ سبب، ان ڪانفرنس جو صدر بڻجي ويو. اها ڪانفرنس ٽي ڏينهن هلندي رهي. مصر جا ٻه عالم ايريس Arius (250-336ع) ۽ اٿيني سيس Athenisius (293-373ع) ڪانفرنس تي لڳاتار ڇانيل رهيا. اهي ٻئي مصري عالم اليگزينڊريا شهر جا رهاڪو هئا. ايريس، خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندو هو ۽ حضرت عيسيٰ کي فقط خدا جو پيغمبر سمجهندو هو. هن جو چوڻ هو ته: "خدا واحد لاشريڪ آهي، ان جي ذات کي تقسيم نٿو ڪري سگهجي ۽ نه ڪو خدا جي ذات ۾ حصيدار ٿي سگهي ٿو. حضرت عيسيٰ امر هستي نه هو، هو تخليق ڪيل هڪ انسان هو. جيئن ته حضرت عيسيٰ خود وجود ۾ نه آيو، ان ڪري هو نه خدا هو ۽ نه ئي خدا جو پُٽ. ڪين خدا جو پُٽ فقط احترام طور چيو ويو. خدا نه ته ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي ۽ نه ئي ان جي وجود يا جُزَ مان ڪنهن جنم ورتو آهي. حضرت عيسيٰ پاڻ کي خدا واحد لاشريڪ جي وجود جو حصو هئڻ بابت ڪڏهن به دعوا نه ڪئي ۽ نه ڪڏهن پنهنجي ماءُ بيبي مريم جي عبادت ڪرڻ جو حڪم ڏنائين."

عيسائيت بابت، ايريس جي انهن نظرين جي آرمينيا ۽ اٿوپيا جي عيسائي عالمن زبردست حمايت ڪئي. انهن ملڪن ۾ اڳيئي عيسائيت اچي چڪي هئي ۽ آرمينيا ۽ اٿوپيا جا ماڻهو خدا جي وحدانيت تي

ايمان رکندا هئا ۽ حضرت عيسيٰ کي فقط خدا جو پيغمبر سمجهندا هئا.

ايريس جي برخلاف، اٿيني سيس عيسائيت جي ”تمورتي نظريہ“ جو دفاع ڪيو ۽ چيو تہ حضرت عيسيٰ خدا جو پُٽ بلڪ خود خدا وانگر خدا هو. هن جو چوڻ هو تہ حضرت عيسيٰ ۽ مقدس روح، ٻئي خدائي جُزَ مان پيدا ٿيا. ان ڪري حضرت عيسيٰ جي حيثيت خدا جهڙي آهي. هن عيسائيت بابت هيٺ ڏنل متن شهنشاه ڪانسٽنٽائين جي منظوريءَ لاءِ پيش ڪيو:

”اسان جو ايمان آهي تہ الله هڪ آهي
اهو ئي پيءُ آهي، اهو ئي عظيم آهي
زمين ۽ آسمان جو خالق
حاضر ۽ غائب، سڀَ جو خالق
اسين خداوند يسوع مسيح تي بہ ايمان رکون ٿا
جيڪو خدا جو واحد پُٽ هو
جنهن پنهنجي پيءُ کان امر زندگي حاصل ڪئي
جنهن خدا کان خدائي
روشنيءَ کان روشني حاصل ڪئي
سچ خدا مان سچو خدا
جو ناهيو نہ ويو
بلڪ پنهنجي پيءُ جي وجود مان ڦُٽي نڪتو
جنهن جي معرفت سڀ شيون وجود ۾ آيون
اسان ماڻهن لاءِ ۽ اسان کي نجات ڏيارڻ خاطر
هو بهشت مان هيٺ لهي آيو
هڪ مقدس روح جي طاقت وسيلي
هُن ڪنواري مريم جي پيٽ مان جنم ورتو ۽

ماٺھوءَ جو روپ اختيار ڪيائين
اسان خاطر
پونتيس پائليٽ جي حڪم تي
هُن کي صليب تي چاڙهيو ويو
هُن تڪليفون پوڳيون ۽ موت قبوليائين
هن کي دفن ڪيو ويو
ٽئين ڏينهن تي هو وري ظاهر ٿيو
الهامي ڪتاب کي مڪمل ڪرڻ لاءِ
هو بهشت ڏانهن موٽي ويو
۽ پنهنجي پيءُ جي پر ۾ ڪابي پاسي ويٺو
هو وري وڏي شان ۽ مان سان موٽي ايندو
تہ جيئن جيئرن ۽ مُئلن جو حال معلوم ڪري سگهي
تڏهن هن جي سلطنت لامحدود هوندي
اسان مقدس روح، مالڪ ۽ زندگي عطا ڪندڙ تي
مڪمل ايمان رکون ٿا
جيڪو پيءُ ۽ پُٽ کان جاري ٿئي ٿو
پيءُ ۽ پُٽ سان گڏوگڏ
مقدس روح بہ بندگيءَ لائق ۽ قابلِ تعظيم آهي
جنهن پيغمبرن جي معرفت گفتگو ڪئي
اسان هڪ ڪيٿولڪ ۽ اپوسٽولڪ ڪليسا
تي بہ ايمان رکون ٿا
گناهن جو ڪفارو ڏيڻ لاءِ اسين
آتشي بپتزم کي بہ مڃيون ٿا
هڪ ڏينهن اسان اکين سان ڏسنداسين
جڏهن مُرده جيئرا ٿيندا ۽

زندگي، ڪائنات ڏانهن موٽي ايندي

آمين

شهنشاه ڪانسٽنٽائين، جيڪو اڻ پڙهيل هو، تنهن اٿيني سيس جي ٽمورتي نظريہ جي منظوري ڏئي ڇڏي. ايريس ۽ ان جي سڀني حامين ۽ ساٿين کي گرفتار ڪري، ملڪ بدر ڪرڻ جو حڪم ڏنائين.

ڪانسٽنٽائين، اهو بہ حڪم ڏنو تہ انهن سڀني ماڻهن جون ملڪيتون ضبط ڪيون وڃن، جيڪي خدا جي وحدانيت تي ايمان رکن ٿا. ان موقعي تي ڪيترائي عالم هڪ ٻئي کان پُڇندا رهيا تہ عيسائيت بابت اهڙا بنيادي فيصلا ڪرڻ وارو هي شهنشاه، جيڪڏهن "ٽمورتي نظريہ" کي درست سمجهي ٿو تہ پوءِ هو پاڻ عيسائي ڇو نٿو ٿئي.

جڏهن ناسيا ڪانفرنس هلي رهي هئي تڏهن سڀني عيسائي عالمن کي اها اُميد هئي تہ ڪانستنتائين، عيسائيت بابت فيصلا ڏيڻ کان اڳ، ان مذهب کي قبول ڪندو. پر، ڪانستنتائين ائين نہ ڪيو.

درحقيقت ڪانستنتائين کي سندس سلطنت ۾ پيدا ٿيل هڪ مذهبي فساد کي روڪڻ لاءِ عيسائين جي اندروني مذهبي جهيڙي ۾ ٽپڻو پيو تہ جيئن ملڪ ۾ امن امان بحال رهي. هو عيسائيت کي قبول ڪرڻ تہ ڇڏيو، ان کي سرڪاري مذهب جو درجو ڏيڻ لاءِ بہ تيار نہ هو.

ڪانستنتائين، ذاتي طور ايران جي "مترا"، روم جي سول [Sol] ۽ يونان جي "زيوس" خدائن تي ايمان رکندو هو. هو خاص طور مترا کي سڀ کان وڌيڪ مڃيندو هو، جيڪو روشني، پاڪيزگي ۽ جنگ ۾ ڪاميابيون عطا ڪندڙ خدا سمجهيو ويندو هو. جڏهن ناسيا ڪانفرنس هلي رهي هئي، تڏهن "مترا ازم" روميّ سلطنت جو سڀ کان وڏو مذهب هو. خدا مترا جي سڀ کان گهڻا ماڻهو عبادت ڪندا هئا.

ناسيا ڪانفرنس ڪانپوءِ، هڪ سال بعد 326ع ۾ ڪانستنتائين، روم جي اڳوڻن شهنشاهن وانگر پاڻ کي "خدا" قرار ڏنو ۽ دعوا ڪئي تہ هو يوناني خدا "زيوس" آهي، جيڪو انسان ذات جا مسئلا حل ڪرڻ ۽ دنيا مان ظلم جو خاتمو آڻڻ لاءِ، ٿوري عرصي ڪاڻ، ڌرتيءَ تي لهي آيو آهي. ڪانستنتائين، پنهنجي لاءِ هڪ مرڪزي عبادتگاه بہ تعمير ڪرڻ جي هدايت ڪئي تہ جيئن ماڻهو هن جي عبادت ڪري سگهن.

ناسيا ڪانفرنس ڪانپوءِ ٻارهن سالن بعد 337ع ۾ جڏهن ڪانسٽنٽائين مَرَڻ گهڙيءَ تي پهتو تہ اُن وقت هن کي عيسائي ڪيو ويو ۽ جڏهن هن جو ساهُ نڪري ويو تڏهن ماڻهو چوڻ لڳا تہ "زيوس خدا" آسمان ڏانهن موٽي ويو آهي.

ڪانسٽنٽائين، مرڻ کان اڳ رومي سلطنت کي پنهنجي پُٽن، ڀاڻيجن ۽ ڀائٽين ۾ ورهائي ڇڏيو. سڀ کان وڏي پُٽ ڪانسٽنٽائين دوم (Constantine-II) کي يورپ ۾ گال ۽ اسپين جي حاڪميت ڏنائين. ٻي پُٽ ڪانسٽنٽيس دوم کي ايشيا ۾ شام، مصر ۽ ايشيا مائنر [هاڻوڪي ترڪي] جو شهنشاه ناهيائين. ٽين ۽ سڀ کان ننڍي پُٽ ڪانسٽنس (Constans) کي اٽلي، اليريم [جديد البانيا، سلووينيا، ڪروشيا ۽ بلغاريہ (ٿريس) جا علائقا] ڏنائين. ٻن ڀائيٽين کي آرمينيا، مقدونيا ۽ يونان جو حاڪم مقرر ڪيائين.

سلطنت جي اهڙي ورهاست تي ڪانسٽنٽائين جا پُٽ خوش نہ هئا. جڏهن ڪانسٽنٽائين گذاري ويو تہ هن جي وڏي پُٽ ڪانسٽنٽائين دوم، پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڪانسٽنس کان اقتدار ڦُرڻ لاءِ 340ع ۾ اٽليءَ مٿان ڪاهہ ڪئي. اڪيليا (Aquileia) وٽ خوفناڪ جنگ هلندي ڪانسٽنٽائين دوم پنهنجي ننڍي ڀاءُ هٿان قتل ٿي ويو. هن جون فوجون جنگ هارائي ويٺيون. ڪانسٽنٽائين دوم جا سمورا علائقا ڪانسٽنس جي قبضي هيٺ اچي ويا، جن ۾ برطانيا، گال ۽ اسپين شامل هو. اهڙيءَ ريت ڪانسٽنس يورپ ۾ هڪ وسيع سلطنت جو شهنشاه بنجي ويو.

جيئن تہ ڪانسٽنس، عيسائيت جي ٽمورتي نظريي تي ايمان رکندو هو ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ بلڪ خدا وانگر خدا سمجهندو هو، ان ڪري هن، عيسائيت جي ان فرقي کي يورپ ۾ زوري مڙهڻ لاءِ پنهنجا سڀ وسيلا استعمال ڪيا.

هوڏانهن ايشيا ۾، ڪانسٽنس جو ٻيو ڀاءُ ڪانسٽنٽيس ڪيترن ئي علائقن جو حاڪم هو، جيڪو عيسائي هئڻ سان گڏ خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندو هو. هو حضرت عيسيٰ کي خدا يا خدا جو پُٽ مڃڻ بدران فقط خدا جو پيغمبر سمجهندو هو. جيئن ته ان نظريي جو دفاع مصر جي عالم ايريس ڪيو هو، ان ڪري عيسائيت ۾ خدا جي وحدانيت تي ايمان رکڻ وارا "ايرينس" [Arians] ڪوٺائڻ لڳا.

ڪانسٽنٽيس جي سلطنت مصر کان شام ۽ ايشيا مائنر [موجوده ترڪي] تائين پکڙيل هئي. ان کان علاوه يونان ۽ مقدونيه جا علائقا به هن جي اثر هيٺ هئا. ان ڪري، چاٿايل سڀني علائقن ۾ خدا جي وحدانيت بلڪ عيسائيت جي اُيرين فرقي کي زوري مڙهيو ويو.

يورپ ۾، ڪانسٽنس کان اڳ ماڻهن جي اڪثريت مٿرا ازم ۽ قديم رومي مذهبن تي ايمان رکندي هئي. جڏهن ڪانسٽنس انهن کي زوري عيسائيت جو ٽمورتي نظريو قبول ڪرڻ جو حڪم ڏنو ته هو ٻُڏتر ۾ پئجي ويا. عام ماڻهن کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته عيسائين جو اصل ۽ حقيقي فرقو ڪهڙو آهي. ڇا خدا هڪ آهي يا هڪ کان وڌيڪ. حضرت عيسيٰ خدا جو پيغمبر هو، خدا جو پُٽ هو يا خدا وانگر خدا هو.

مذهبِ عيسائيت جي حوالي سان، عوام لاءِ اهي معاملا ڏاڍا مُنجهائيندڙ ٿي پيا. خاص طور روم جا فوجي جيڪي طاقت جو اصل سرچشمو هئا، اهي پنهنجي شهنشاهن کي شڪ جي نظر سان ڏسڻ لڳا ۽ چوندا رهيا ته روم جا شهنشاه مذهب ۾ بدعت پکيڙي رهيا آهن. هنن کي ڪجهه سمجهه ۾ نٿي آيو ته روم جو ڪهڙو شهنشاه اصل عيسائيت جي ڳالهه ڪري ٿو. ايشيا ۾ ويٺل مشرقي روم جو شهنشاه چئي رهيو هو ته خدا هڪ آهي، لاشريڪ آهي ۽ حضرت عيسيٰ خدا جو پيغمبر آهي. جڏهن ته يورپ ۾ ويٺل مغربي رومي سلطنت جي شهنشاه چاٿايو ٿي ته حضرت عيسيٰ خدا جو پُٽ بلڪ

خدا جهڙو خدا آهي، جنهن جي خدا وانگر بندگي ڪرڻ گهرجي.

اهڙن متضاد نظرين سبب: عوام سان گڏ روم جي فوجن جو بہ عيسائيت ۽ پنهنجي شهنشاهن تان اعتماد کڄندو ويو. خاص طور يورپ جا فوجي پنهنجي رومي شهنشاه ڪانستنس خلاف بغاوت تي لهي آيا.

353ع ۾ روم جي فوجن شهنشاه ڪانستنس کي قتل ڪري، پنهنجي فوجي ڪمانڊر ميگنينٽس [Magnentus] کي يورپ ۾ مغربي رومي سلطنت جو شهنشاه ناهي ڇڏيو. هي شخص قديم رومي مذهب تي ويساه رکندو هو، ان ڪري هن يورپ مان عيسائيت کي ختم ڪري پنهنجي سلطنت ۾ رومي مذهب کي زوري مڙهي ڇڏيو.

ميگنينٽس کي مغربي رومي سلطنت تي حڪومت ڪندي اجا ٽي سال ڪن مس ٿيا تہ مقتول شهنشاه ڪانستنس جو ڀاءُ ڪانستنتيس دوم، جيڪو ايشيا ۾ مشرقي رومي سلطنت جو شهنشاه هو، زبردست فوجن سان ميگنينٽس جي علائقن تي ڪاهي آيو. 351ع تائين ڪانستنتيس جو آفريڪا، اسپين ۽ ڏکڻ اٽليءَ جي علائقن ... قبضو ٿي ويو. اڳتي هلي اٽليءَ جا اُتر وارا علائقا بہ ڪانستنتيس جي قبضي هيٺ اچي ويا. شهنشاه ميگنينٽيس ... وٺي ڳال ڏانهن ڀڄو. جڏهن اُتي بہ هن کي جيئدان نہ مني سگهيو تہ هن 353ع ۾ خودڪشي ڪري شهنشاهت جي عذابن کان ... کي آجو ڪيو.

ميگنينٽيس جي مرڻ سبب، هن جا سمورا علائقا ڪانستنتيس دوم جي ور چڙهي ويا ۽ هو مشرقي توڙي مغربي رومي سلطنت جو اڪيلو شهنشاه بنجي ويو. هن اقتدار تي چڱيءَ طرح قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ يورپ ۽ آفريڪا جي عوام مٿان خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جو ايرين فرقو لاڳو ڪيو. ايشيا ۾ مشرقي رومي سلطنت جي حدن ۾ رهندڙ عوام کي ڪانستنتيس اڳ ۾ ئي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت

جي ايرين فرقي جو پوئلڳ ناهي ڇڏيو هو. اهڙيءَ ريت، ڪانسٽنٽيس جي ڏينهن ۾ هڪ ئي وقت يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جي عوام ڪي، جيڪو رومي سلطنت جي ماتحت هو، ايرين عيسائيت ۽ خدا جي وحدانيت جو پوئلڳ ڪيو ويو.

ڪانسٽنٽيس، اهو فرمان بہ رد ڪري ڇڏيو جيڪو هن جي پيءُ ڪانسٽنٽائين اول ناسيہ ڪانفرنس دوران منظور ڪري سڀني عيسائي عبادتگاهن [چَرچَ] ڏانهن ڏياري موڪليو هو، جنهن تحت عيسائيت جو ٽمورتي نظريو بحال ڪيو ويو هو ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ بلڪہ خدا جهڙو خدا قرار ڏنو ويو هو. ڪانسٽنٽيس، چرچ ڪائونسل جو اجلاس سڏائي، اتي ناسيہ ڪانفرنس جي اهڙن فيصلن کي رد ڪرڻ جو باقاعده اعلان ڪيو. ان ريت عيسائيت مان ٽمورتي تصور ختم ڪري خدا جي وحدانيت وارو نظريو بحال ڪيو ويو.

ڪانسٽنٽيس، روم جي اُنهن سڀني مذهبن تي بہ بندش وجهي ڇڏي، جن ۾ بت پرستي جائز هئي. ان حڪم جي خلاف ورزي ڪندڙن جون ملڪيتون ضبط ڪرڻ ۽ انهن کي موت جي سزا ڏيڻ جو حڪم جاري ڪيو ويو. اهڙو حڪم نامو سڀني صوبن جي گورنرن ڏانهن موڪليو ويو ۽ کين اهڙي سزا ڏيڻ جو اختيار بہ ڏنو ويو. ان حڪم نامي ۾ اهو بہ چيو ويو تہ جيڪو گورنر شهنشاه جي حڪم تي عمل ڪرائي نہ سگهندو، ان کي بہ موت جي سزا ڏني ويندي. ٻين سڀني مذهبن جي عبادتگاهن تي سرڪاري طور قبضو ڪري، انهن کي عيسائين جي حوالي ڪيو ويو. انهن عبادتگاهن ۾ بيشمار مال دولت، هيرا جواهر ۽ ٻيون قيمتي شيون موجود هيون، جيڪي عيسائين کي هٿ چڙهيون. ڪيترن ئي عبادتگاهن ۾ هٿيار جمع هئا تہ جيئن ضرورت جي وقت تي عبادتگاهن جي حفاظت ڪري سگهجي، انهن تي بہ عيسائين قبضو ڪيو.

ڪانسٽنٽيس دوم يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جي وسيع علائقن تي لڳ ڀڳ 24 سال حڪومت ڪئي. ان عرصي دوران، هن جي سلطنت ۾ آباد ماڻهن جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي جي مڪمل طور پوئلڳ ٿي ويئي.

انهن ڏينهن ۾، ڪانسٽنٽيس دوم جو ڀائيٽو "جولين" Julian Flanis Claudius روم جي صوبي گال [موجوده فرانس] جو حاڪم هو. جولين جي پيءُ ۽ ڀائرن کي، ڪانسٽنٽائين اول جي ڏينهن ۾، فقط ان ڪري قتل ڪيو ويو جو هُنن "عيسائيت" قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. جولين، پاڻ جان بچائڻ خاطر عيسائيت قبول ڪئي، پر دل ۾ هو عيسائيت کي هڪ بدعت ۽ عيسائين کي خونخوار جانور سمجهندو هو، جن هن جي پيءُ ۽ ڀائرن کي ماري ڇڏيو هو.

جولين، هڪ عالم، فلاسفر ۽ شاعر به هو ۽ ايران جي "مترا" تي ايمان رکندو هو، جيڪو سج ۽ جنگ جو خدا سمجهيو ويندو هو.

شهنشاه ڪانسٽنٽيس جي آخري ڏينهن ۾، جولين پنهنجي چاچي سان بغاوت ڪري گال ۾ پاڻ کي خودمختيار حاڪم قرار ڏئي ڇڏيو. هن "عيسائيت" کي باقاعده ڇڏڻ جو اعلان ڪيو ۽ چيائين ته هن مذهب ۾ خدا جي ذات تي حملا ڪيا وڃن ٿا. اهڙو اعلان ڪرڻ سان گڏ جولين پنهنجي سلطنت مان عيسائيت کي ختم ڪري، گال جي عوام مٿان "مترا ازم" کي زوري مڙهي ڇڏيو ۽ عيسائين کي حڪم ڏنائين ته هو عيسائيت ڇڏي هڪدم مترا ازم قبول ڪن.

جڏهن ڪانسٽنٽيس دوم کي ان ڳالهه جي خبر پيئي ته هو فوجون ساڻ ڪٽي گال ڏانهن وڌڻ لڳو. اجا ڪانسٽنٽيس رستي ۾ ئي هو ته هن جو 361ع ۾ انتقال ٿي ويو. ان واقعي جو فائدو وٺي، جولين رومي سلطنت جي دارالحڪومت قسطنطنيه ڏانهن ڪاهي ويو. زبردست جنگ ڪانپوءِ هن جو قسطنطنيه تي به قبضو ٿي ويو. اهڙيءَ ريت جولين

سچي رومي سلطنت جو شهنشاه بنجي ويو. هن جي شهنشاه ٿيڻ شرط سچي رومي سلطنت ۾ ”عيسائيت“ خطري ۾ پئجي ويئي.

اقتدار تي قبضو ڄمائڻ کانپوءِ، شهنشاه جولين عيسائيت بدران مٿرا ازم کي پنهنجي سلطنت جو سرڪاري مذهب ناهي ڇڏيو. ان فيصلي سان سچي رومي سلطنت ۾ گوڙ پئجي ويو ۽ ماڻهو پنهنجو مذهب ۽ پنهنجا عقيدا بچائڻ لاءِ ميدان ۾ لهي پيا. پر رومي فوج جي ظلم ۽ اذيتناڪ سزائن سبب، ماڻهن لاءِ ان کان علاوه ٻيو ڪو چارو نه بچيو ته هو مذهب عيسائيت کي ڇڏي مٿرا ازم قبول ڪن.

شهنشاه جولين اهو به حڪم ڏنو ته عيسائين جا گرجا گهر، مٿرا ازم جي عبادتگاهن ۾ تبديل ڪيا وڃن. انهن عيسائين کي سخت سزائون ڏنيون ويون، جن اڳئين دؤر ۾ ٻين مذهبن جي عبادتگاهن کي ڇيهو رسايو هو.

شهنشاه جولين، خدا ”مٿرا“ جون گهٽي ۾ گهٽيون عبادتگاهون ناهڻ جي هدايت ڪئي ۽ پاڻ ڪيترن ئي ڏينهن تائين خدا مٿرا جي اڳيان قربانيون ڏيندو رهيو. عوام کي به چيو ويو ته هو به قربانيون ڏين.

رومي سلطنت ۾، حڪومت جي وڏن توڙي ننڍن عهدن تي جيڪي به عيسائي ملازم هئا، انهن کي هڪدم نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. شهنشاه جولين، عام ماڻهن کي تنبيهه ڪئي ته جيڪي به عيسائيت قبول ڪري چڪا آهن، اهي وقت ضايع ڪرڻ کانسواءِ مٿرا ازم قبول ڪن. ان حڪم جي جڏهن عيسائين مخالفت ڪئي ته شهنشاه جولين عيسائين جي قتلِ عام جو حڪم ڏنو ۽ گرجا گهرن کي باهيون ڏئي ساڙائي ڇڏيائين. ڪيترن ئي پادرين کي گرفتار ڪري رومي خدائن جي قربانگاهن اڳيان ذبح ڪرايائين. ڪيترائي عيسائي صليب چاڙهيا ويا.

اُن وقت ”ولنٽينين“ رومي فوج جو سربراه هو، جيڪو قديم رومي

مذهب ڇڏي عيسائي ٿي چڪو هو. شهنشاه جولين جي حڪم مطابق، هن کي بہ عام ماڻهن سان گڏ عيسائيت ڇڏي مترا ازم کي قبول ڪرڻو هو، پر ولنتينين عيسائيت ڇڏڻ کان انڪار ڪيو. ان ڏوه هيٺ ڪيس فوج جي سامهون اُگهاڙو ڪري ڪوڙا هنيا ويا. اهو ئي ولنتينين اڳتي هلي روم جو شهنشاه ٿيو.

363ع ۾ شهنشاه جولين، ايران جي ساساني فوجن سان وڙهندي جنگ جي ميدان ۾ قتل ٿي ويو. جولين، جنهن کي جولين دي اپوسٽيٽ [Julian the Apostate] چيو ويو، ان جي قتل ٿيڻ کانپوءِ سندس هڪ بادي گارڊ جوين (Jovian) کي جنگ جي ميدان ۾ روم جو شهنشاه ناهيو ويو.

ايران جون فوجون، رومي فوجن پويان ڪاهينديون آيون، جن جي اڳواٽي ايران جو شهنشاه شاپور دوم پاڻ ڪري رهيو هو.

نئين شهنشاه جوين لاءِ ان کانسواءِ ٻي ڪابہ واٽ نہ هئي تہ هو امن لاءِ ايران جي شهنشاه جا سمورا شرط پورا ڪري. نيٺ وڏي خواريءَ کانپوءِ، هن شهنشاه شاپور دوم جا سڀ شرط قبول ڪيا ۽ دريا فرات جي اوڀر ۾ روم جا سمورا علائقا، جيڪي پنجن صوبن تي مشتمل هئا، اهي ايران جي حوالي ڪري ڇڏيا. انهن علائقن کانسواءِ نسي بس شهر Nisibis (ترڪيءَ ۾) ۽ سنگارا شهر Singara (عراق ۾) ايرانين جي حوالي ڪيو ويو. ان معاهدي هيٺ، روم جي فوجن آرمينيا تان بہ هٿ ڪنيو.

حضرت عيسيٰ کانپوءِ، آرمينيا دنيا جو پهريون ملڪ هو، جنهن ڪانسٽنٽائين اول کان گهڻو اڳ عيسائيت قبول ڪئي هئي. آرمينيا جي بادشاه ترڊنيز سوم Tridates-III (238-314ع) پنهنجي رعايا کي زوري عيسائي ناهي ڇڏيو هو. هن پنهنجي ملڪ ۾ عيسائيت کانسواءِ باقي سڀني مذهبن تي بندش وجهڻ سان گڏ، ٻين مذهبن جي عبادتگاهن

ڪي گرجا گهرن ۾ تبديل ڪرايو هو. بادشاه تردتيز جي حڪم تي باقي سيني مذهبن جي مقدس ڪتابن کي باهيون ڏئي ساڙايو ويو. اهو ڪم اينترو تہ سختيءَ سان ڪرايو ويو جو ملڪ ۾ موجود ٻين مذهبن جا سمورا مقدس ڪتاب سڙي خاڪ ٿي ويا. چون ٿا تہ فقط هڪ ڪتاب جون ويهہ ستون باهہ لڳڻ ڪان بچي ويون.

روم جو شهنشاه جوين، جنگ جو ميدان ڇڏي جڏهن پنهنجي دارالحڪومت موٽي آيو تہ هتي پهچڻ شرط هن مترا ازم تي بندش وجهي عيسائيت کي ٻيهر روم جو سرڪاري مذهب ناهي ڇڏيو. جيڪي عبادتگاهون خدا مترا سان منسوب ڪيون ويون هيون، انهن کي گرجا گهرن ۾ تبديل ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ان صورتحال سبب سڄي رومي سلطنت ۾ ڏقيڙ پئجي ويو.

شهنشاه جوين کي حڪومت ڪندي اڃا هڪ سال مس گذريو تہ 364ع ۾ رات جو ڪيس ستل حالت ۾ ڪنهن قتل ڪري ڇڏيو. جوين جي قتل ٿيڻ سبب، روم جي فوجن پنهنجي فوجي ڪماندر ولنتينين اول کي شهنشاه ناهي ڇڏيو. هي اهو ئي فوجي اڳواڻ هو، جنهن کي عيسائيت نہ ڇڏڻ سبب، شهنشاه جولين اڳهاڙو ڪري ڪوڙا هٽايا هئا.

ولنتينين اول، شهنشاه ٿيڻ ڪانپوءِ رومي سلطنت کي ٻن حصن ۾ ورهايو ۽ پنهنجي ڀاءُ ويلنس (Valens) کي مشرقي سلطنت جو شهنشاه مقرر ڪيائين ۽ پاڻ مغربي رومي سلطنت تي حڪومت ڪرڻ لڳو.

ولنتينين اڻ پڙهيل، پر ڪٽر عيسائي هو ۽ عيسائيت جي تمورتي نظريي تي ايمان رکندو هو. هن پنهنجي سلطنت ۾ عيسائيت جو اهو ئي تمورتي نظريو نافذ ڪيو، جنهن تحت حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ بلڪہ خدا جهڙو خدا سمجهيو ويندو هو. ولنتينين جي قبضي هيٺ يورپ ۾ اٽلي، اسپين، گال ۽ اليريڪم (Illyricum) جا علائقا شامل

هئا. ان ڪري، هنتي جي عوام لاءِ لازمي ٿي پيو تہ هو عيسائيت جو ٽمورتي نظريو قبول ڪن.

ٻئي طرف، ولنتينين جو ڀاءُ ويلنس، جيڪو مشرقي رومي سلطنت جو شهنشاه ٿيو هو، سو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندو هو، جنهن تحت حضرت عيسيٰ کي خدا جو پيغمبر سمجهيو ويندو هو. ان فرقي جا ماڻهو، حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ يا خدا جهڙو خدا مڃڻ لاءِ هرگز تيار نہ هئا. شهنشاه ويلنس، پنهنجي سلطنت ۾ عيسائيت جو اهو ئي فرقو نافذ ڪيو ۽ حڪم ڏنائين تہ سڀ ماڻهو عيسائي ٿي وڃن ۽ خدا واحد لاشريڪ تي ايمان آڻين. مشرقي رومي سلطنت ۾ آباد اُهي ماڻهو جيڪي اڳ ۾ ئي عيسائي ٿي چڪا هئا پر عيسائيت جي ٽمورتي نظريي تي ايمان رکندا هئا، انهن کي چيو ويو تہ هو خدا جي وحدانيت تي ايمان آڻين ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي حقيقي عيسائيت سمجهن. جن ماڻهن شهنشاه ويلنس جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو، انهن کي سخت سزائون ڏنيون ويون. ڪيترن ئي کي قتل ڪيو ويو، بيشمار ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي، مختلف محفوظ علائقن ڏانهن لڏي ويا. اهي پادري ۽ بشپ، جيڪي ٽمورتي عيسائيت تي ويساه رکندا هئا، انهن کي مُلڪ بدر ڪيو ويو. اهڙين سزائن خلاف، ڪنهن بہ عدالت کي اختيار نہ ڏنو ويو تہ اها مداخلت ڪري يا ڪنهن جو فرياد ٻُڌي سگهي.

ويلنس جي سلطنت ۾ هاڻوڪي هيٺين ملڪن جا علائقا شامل هئا:

يورپ ۾ يونان، البانيا، بوسنيا هرزيگوينيا، بلغاريا، ڪروشيا، مقدونيہ، مولدويا، رومانيا، سلووينيا ۽ يوگوسلاويا. ان کان علاوه آفريڪا ۾ مصر ۽ ايشيا ۾ شام، ايشيا مائنر [موجوده ترڪي] ۽ ايران.

متي ڇاٽايل مشرقي رومي سلطنت جي علائقن ۾ آباد سڀني ماڻهن لاءِ لازمي ٿي پيو ته هو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي قبول ڪن.

شهنشاه ولنٽينين اول، مغربي رومي سلطنت تي لڳ ڀڳ ٻارانهن [12] سال حڪومت ڪئي، جڏهن ته هن جي ڀاءُ شهنشاه ويلنس مشرقي رومي سلطنت تي چوڏانهن [14] سالن کان به وڌيڪ عرصيٰ تائين راڄ ڪيو. هنن ٻنهي ڀائرن ۽ شهنشاهن جا مذهب عيسائيت بابت، شروع کان آخر تائين واضح اختلاف رهيا. ان ڪري هنن ٻنهي جي سلطنتن ۾ آباد ماڻهو به عيسائيت بابت ٻن فرقن ۾ ورهايل رهيا. هڪڙا خدا جي وحدانيت تي ايمان رکڻ وارا ته ٻيا ثمورتي نظريه کي مڃيندڙ. مغربي يورپ جي علائقن ۾ آباد ماڻهو ثمورتي عيسائيت جا قائل ٿيا، جڏهن ته مشرقي يورپ، بلڪان جي علائقن، آفريڪا ۽ ايشيا جي عوام خدا جي وحدانيت تي ايمان آندو.

شهنشاه ويلنس، آخري ڏينهن ۾ جرمن قبيلن گوٿُ (Goths)، هُن (Huns) ۽ آلنس (Alans) جي گڏيل حملي جو شڪار ٿي ويو. هو ترڪيءَ جي ويجهو ايڊريانوپل جي جنگ Battle of Adrianople ۾ قتل ٿي ويو. چون ٿا ته دشمن هن شهنشاه کي جهلي باه جا وڏا مَچَ ٻاري، ان ۾ جيئرو ساڙي ڇڏيو. سندس فوجن جي وڏي تعداد کي گرفتار ڪري ذبح ڪيو ويو. مجموعي طور ويلنس جي فوج جو فقط هڪ چوٿائي حصو زنده بچي سگهيو، باقي سڀني فوجين کي قتل ڪيو ويو.

ويلنس جي قتل ٿيڻ سبب، روم جي فوجن 379ع ۾ پنهنجي هڪ ڪمانڊر ٿيوڊوسس اول (Theodosius-I) کي مشرقي رومي سلطنت جو شهنشاه ناهيو، جيڪو خدا جي وحدانيت بدران، عيسائيت جي ثمورتي نظريي جو ڪٽر پوئلڳ هو. هن تخت تي وهڻ شرط مشرقي

رومي سلطنت ۾ آباد ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي، عيسائيت جو تمورتي نظريو قبول ڪن. هن واضح اعلان ڪيو تہ حضرت عيسيٰ خدا جو پُٽ ۽ خدا وانگر خدا هو. ان ڪري حضرت عيسيٰ کي فقط پيغمبر سمجهڻ بدران، ان کي خدا سمجهيو وڃي ۽ ان جي خدا سان گڏ بندگي ڪئي وڃي. جيڪي ماڻهو، اهو نظريو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندا، اهي قتل ڪيا ويندا.

ٿيوڊوسس جي ان فيصلي سبب، ايشيا، آفريڪا ۽ يورپ جي اوڀر ۽ بلڪان جي علائقن ۾ ٽرٽلو پئجي ويو. ٿورو وُقت اڳ، شهنشاه ويلنس جي چوڻ تي هنن خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جو ايرين فرقو قبول ڪيو هو. هو سڀ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پيغمبر سمجهندا هئا. هاڻ نئون شهنشاه ٿيوڊوسس، انهن کي حڪم ڏيئي رهيو هو تہ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ بلڪ خدا جهڙو خدا سمجهن.

شهنشاه ٿيوڊوسس، پنهنجي ان فرمان جي تصديق لاءِ، دارالحڪومت قسطنطنيہ ۾ "بي ناسيا ڪانفرنس" طلب ڪئي، جنهن ۾ عيسائي عالمن ٿيوڊوسس جي فرمان کي درست قرار ڏنو ۽ عوام لاءِ هدايت جاري ڪيائون تہ هو شهنشاه جي حڪم تي هڪدم عمل ڪن. ان ڪانفرنس کانپوءِ، عيسائيت جي تمورتي نظريي تي يقين رکندڙ "اورٿوڊوڪس" [اصل عيسائي] ۽ هنن جا چرچ "ڪيٿولڪ چرچ" سڏجڻ لڳا. ان ئي حوالي سان اڳتي هلي اورٿوڊوڪس عيسائي "ڪيٿولڪ" سڏيا ويا.

هوڏانهن مغربي رومي سلطنت ۾، شهنشاه ولنتينين اول جي مرڻ کانپوءِ 375ع ۾، شاهي محل جي محافظن هن جي پُٽ گريتين [Gratian] کي تخت تي وهاريو، جنهن جي اُن وقت عمر فقط اٺ سال هئي. جڏهن تہ روم جي فوجن ولنتينين جي ٻيءَ زال مان پُٽ کي "ولنتينين دوم" جي لقب سان شهنشاه قرار ڏنو. ولنتينين جي اُن وقت

عمر فقط چار سال هئي. بهرحال، هنن ٻنهي ٻارن کي مغربي رومي سلطنت ورهائي ڏني ويئي. شهنشاهت جا انتظامي اختيار هنن جي مائرن جي حوالي ڪيا ويا.

رومي سلطنت تي ٻارن ۽ عورتن جي حاڪميت جو ميلان جي بِشپ امبروز [Ambrose] ڏاڍو فائدو ورتو، جنهن کي اڳتي هلي سينٽ امبروز آف ميلان سڏيو ويو. هي شخص، اقتدار تي قابض ٻارن ۽ عورتن تي مڪمل طور ڇانئجي ويو ۽ اُنهن کان اها ڳالهه مڃرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو ته شهنشاه کي چرچ کان حڪم ۽ هدايتون وٺڻ گهرجن. اهڙي اهم فيصلي ٿيڻ سبب نه فقط روم جي شهنشاه جا اصل اختيار چرچ ڏانهن منتقل ٿي ويا بلڪ روم جو شهنشاه چرچ جي تابع ٿي ويو. ان صورتحال سبب، اڳتي هلي "پاپائيت" جنم ورتو، جنهن ۾ طاقت جو سرچشمو شهنشاه يا فوج بدران چرچ بلڪ پوپ ٿي ويو.

گِريشَن کان اڳ، مذهب جي حوالي سان روم جي شهنشاهن کي "عظيم پُڄاري" (Supreme Priest) هئڻ جو لقب حاصل هو. سينٽ امبروز جي چوڻ تي شهنشاه گريشن اهو لقب به ڇڏي ڏنو ۽ سينٽ هال مان رومي مذهب جو اهو يادگار مجسمو، جيڪو "فتح" جو نشان هو، ڪٽائي ڇڏيو، جيڪو شهنشاه جولين، پنهنجي دؤرِ حڪومت ۾، ان وقت لڳرايو هو، جڏهن هن مذهب عيسائيت کي ختم ڪري مترا ازم کي رومي سلطنت جو سرڪاري مذهب ناهيو هو. دراصل، اهو "عيسائيت تي فتح" جو نشان به هو.

سينٽ امبروز جي چوڻ تي شهنشاه گريشن قديم رومي مذهبن تي ايمان رکندڙن خلاف خونريز ڪارروائيون ڪيون ته جيئن هو عيسائيت جو تموورتي نظريو قبول ڪن. گريشن جي فوجن، انهن ماڻهن کي به چونڊي چونڊي ماريو، جيڪي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندا هئا.

شهنشاهه گريتين بابت اها ڳالهه سچي سلطنت ۾ هُلي ويئي ته هو سينٽ امبروز جي اشارن تي هلي ٿو. سينٽ امبروز جي خواهش هئي ته مغربي رومي سلطنت ۾ آباد سمورا ماڻهو ٺموريتي عيسائيت کي قبول ڪن. جڏهن ته خدا جي وحدانيت تي ايمان رکڻ وارا، پنهنجا عقيدا بچائڻ لاءِ مسلسل ويڙهه ڪائيندا رهيا. انهن سان گڏ قديم رومي مذهبن تي ايمان رکڻ وارا پڻ پنهنجو مذهب بچائڻ لاءِ مزاحمت ڪندا رهيا. ان ڪشمڪش جو شڪار خود روم جا فوجي به هئا، جن جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ رومي مذهبن تي ايمان رکندي هئي. نيٺ، 383ع ۾ برطانيا تي قابض رومي فوجن روم خلاف جنگ جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجي هڪ ڪماندر ميگنس ميڪسيمس (Magnus Maximus) کي پنهنجو شهنشاهه قرار ڏنائون، جنهن هڪدم شهنشاهه گريتين جي علائقن تي ڪاهون شروع ڪري ڏنيون.

جڏهن شهنشاهه گريتين کي ان صورتحال جي خبر پيئي ته هو به فوجن سميت ميگنس جو مقابلو ڪرڻ لاءِ ميدان تي لهي آيو. گال [موجوده فرانس] جي سرحدن ۾ خونريز جنگ ڪانپوءِ گريتين جون فوجون هارائي ويٺيون. شهنشاهه گريتين جان بچائڻ خاطر ڀڄندي گرفتار ٿيو ۽ قتل ڪيو ويو. ان وقت گريتين جي عمر ذري گهٽ سورانهن [16] سال هئي.

گريتين جي قتل ٿيڻ ڪانپوءِ ميگنس، اٽليءَ ڏانهن ڪاهي ويو، جتي گريتين جو ڀاءُ ولنتينين دوم حاڪم هو. ولنتينين ۾ مقابلو ڪرڻ جي سگهه نه هئي، ان ڪري هو پنهنجو تخت ڇڏي مقدونيه جي شهر ٿيسالونيڪا (Thessalonica) ڏانهن ڀڄي ويو. اهو علائقو مشرقي رومي سلطنت جي شهنشاهه ٿيوڊوسس اول جي قبضي هيٺ هو. ميگنس، اُتي به پهچي ويو.

جڏهن ان واقعي جي ٿيوڊوسس کي خبر پيئي ته هو پنهنجي

فوجن ساڻ، ولنٽينين جي مدد لاءِ هتي پهچي ويو. 388ع دوران، ٿيوڊوسس ۽ ميگنس جي فوجن وچ ۾ به خونريز جنگيون ٿيون. نيٺ ميگنس هارائي وينو ۽ گرفتار ٿيو. ٿيوڊوسس هن کي ڦاهيءَ چاڙهي ڇڏيو. اها ڪارروائيءَ ڪرڻ کانپوءِ ٿيوڊوسس اٽليءَ جا علائقا واپس ولنٽينين جي حوالي ڪيا ۽ پاڻ پنهنجي دارالحڪومت ڏانهن موٽي ويو.

لڳ ڀڳ چئن سالن کانپوءِ 392ع ۾ رومي فوجن پنهنجي فوجي ڪمانڊر آربوگاسٽ [Arbogast] جي اڳواڻيءَ هيٺ شهنشاه ولنٽينين کي محل اندر قتل ڪري ڇڏيو. ان وقت ولنٽينين جي عمر سترانهن [17] سال هئي.

ولنٽينين کي قتل ڪرڻ کانپوءِ، فوجي ڪمانڊر آربوگاسٽ، پاڻ شهنشاه ٿيڻ بدران، پنهنجي هڪ استاد ۽ رهبر "يوگي نيس" [Eugenius] کي رومي سلطنت جو شهنشاه مقرر ڪيو.

يوگي نيس، تخت تي وهڻ شرط عيسائيت تي بندش وجهي ڇڏي ۽ قديم رومي مذهب کي پنهنجي سلطنت جو سرڪاري مذهب ناهيو. هن عوام کي حڪم ڏنو ته هو هڪدم عيسائيت ڇڏي قديم رومي مذهب کي قبول ڪن.

جڏهن، انهن حالتن جي خبر، مشرقي رومي سلطنت جي شهنشاه ٿيوڊوسس اول کي پيئي ته هو، فوجن سميت هتي ڪاهي آيو. وڏي رتوڇاڻ کانپوءِ، يوگي نيس جون فوجون هارائي وينيون. ڪمانڊر آربوگاسٽ خودڪشي ڪئي، جڏهن ته شهنشاه يوگي نيس گرفتار ٿيو. هن جو سرُ تلوار جي هڪ ئي ڌڪ سان ڌار ڪيو ويو. ان ڪارروائيءَ کانپوءِ ٿيوڊوسس اول، مشرقي توڙي مغربي رومي سلطنت جو اڪيلو شهنشاه بنجي ويو. هي شخص اڳيئي تمورتي عيسائيت جو پڪو پوئلڳ هو. مغربي رومي سلطنت تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ، هن سڀني ماڻهن کي حڪم ڏنو ته هو هڪدم تمورتي عيسائيت کي قبول ڪن ۽

جيڪو اهو حڪم نه مڃيندو، ان کي قتل ڪيو ويندو. ٿيوڊوسس، پنهنجي سلطنت ۾ باقي ٻين سيني مذهبن توڙي فرقن تي مڪمل طور بندش وجهي ڇڏي. سندس سلطنت ۾، ٻين مذهبن جون جيڪي به عبادتگاهون هيون، اهي اُنهن عيسائين جي حوالي ڪيون ويون، جيڪي ٿمورتي نظريي تي ايمان رکندا هئا. ٿيوڊوسس اهو به اعلان ڪيو ته فقط اهي ماڻهو حقيقي طور عيسائي سمجهيا ويندا جيڪي حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ ۽ خدا وانگر خدا سمجهندا. ان سان گڏ مقدس روح تي به ايمان آڻيندا.

عبادتگاهون ڦرجي وڃڻ سبب، ٻين مذهبن ۽ ايرين عيسائين لاءِ عبادت ڪرڻ جون واهون به بند ٿي ويون. ٿيوڊوسس جي ان ظالمانه ڪارروائين سبب، روُمي سلطنت ۾ هر طرف بغاوتون ٿيڻ لڳيون، جن کي فوجي ظلم، قتل ۽ اذيتناڪ سزائن وسيلي روڪيو ويو. ٿيوڊوسس جي مذهبي پاليسين خلاف يهودين به سخت مزاحمت ڪئي، نتيجي طور ٿيوڊوسس يهودين کي سخت سزائون ڏيڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهن ۾ ڏهڪاءُ وجهڻ خاطر، هڪ ئي وقت تي ست هزار يهودين کي جيئري باه ۾ ساڙيو ويو. يهودي خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندا هئا، اها ڳالهه ٿيوڊوسس کي پسند نه هئي. هو خدا جي وحدانيت واري نظريي کي بدعت سمجهندو هو.

# خدا جي وحدانيت

ڪانسٽنٽائين اعظم ڪان ٿيوڊوسس اعظم تائين ستر سالن جي عرصي ۾ [325ع ڪان 395] مشرقي توڙي مغربي رومي سلطنت ۾ رهندڙ قومون ذهني، روحاني ۽ مذهبي طور سخت اذيت، انتشار ۽ قتلام جو شڪار رهيون. هنن کي تلوار جي زور تي "تمورتي عيسائيت" قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. ماڻهن پنهنجا مذهبي عقيدا ۽ عبادتگاهون بچائڻ لاءِ مسلسل مزاحمت ڪئي. ان مزاحمت کي روڪڻ لاءِ روم جا فوجي پنهنجن ئي ماڻهن کي لڳاتار قتل ڪندا رهيا. هڪ اندازي مطابق، روم جي فوجن مٿي ڄاڻايل ستر سالن جي عرصي ۾، جنگ جي ميدانن ۾ دشمن ڪان وڌيڪ پنهنجا ئي ماڻهو مذهب جي نالي تي قتل ڪيا.

ڏک ۽ حيرانگيءَ جي ڳالهه اها آهي تہ رومي سلطنت ۾، فوجي ظلم ۽ جبر ڪان تنگ ٿي، جڏهن ماڻهن پنهنجا مذهب ڇڏي "عيسائيت" قبول ڪئي، تڏهن بہ هنن کي سلامتيءَ سان جيئڻ جو حق نہ ملي سگهيو. هنن جون زندگيون لڳاتار خطري هيٺ رهيون ۽ هي مسلسل قتل ٿيندا رهيا. روم جو هر نئون شهنشاه پنهنجي پسند جو ذاتي مذهبي عقيدو عوام مٿان ٿاڦڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. ڪن شهنشاهن تہ مورڳو عيسائيت کي رَدُ ڏيئي، روم جا قدم مذهب ٿاڦي ڇڏيا. اهڙن فيصلن سبب، رومي سلطنت جو عوام، خاص طور مذهب عيسائيت بابت ڏاڍن مونجهارن ۾ ڦاسجي پيو.

ڪانسٽنٽائين ڪان ٿيوڊوسس اول [اعظم] تائين چوڏنهن [14] فوجي ڪمانڊر روم جا شهنشاه ٿيا. ان عرصي دوران، عيسائيت کي چار پيرا ختم ڪري روم جا قديم مذهب بحال ڪيا ويا. باقي شهنشاهن "عيسائيت" کي واضح طور ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت اصل مذهب عيسائيت گم ٿيڻ لڳو. جيڪي عيسائي شهنشاه، خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندا هئا، انهن پنهنجو "ايرين فرقو" عوام تي مسلط ڪيو. باقي شهنشاهن عيسائيت جي "ٽمورتي نظريہ" کي عام ڪيو. شهنشاه ڪانسٽنٽيس دوم ۽ شهنشاه ويلنس خدا جي وحدانيت جي تبليغ ڪئي ۽ ٽمورتي نظريہ کي مڪمل طور رد ڪيو. هي ٻئي شهنشاه عوام تي دٻاءُ وجهندا رهيا تہ هو خدا جي وحدانيت تي سچي دل سان ايمان آڻين ۽ عيسائيت جي "ايرين فرقي" کي صحيح سمجهن. هي شهنشاه چوندا هئا تہ خدا واحد لاشريڪ آهي، جنهن جو ڪو ثاني ناهي. نہ هن مان ڪو پيدا ٿيو آهي ۽ نہ هو ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي. حضرت عيسيٰ عام انسانن وانگر، خدا جو خلقيل بندو هو. ان کي خدا چوڻ يا خدا جو پُٽ سمجهڻ بدعت آهي. جڏهن تہ، شهنشاه ڪانسٽنٽائين، ولنٽينين ۽ ٿيوڊوسس اول، خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي وڏي بدعت بلڪہ سخت سزا جهڙو جرم سمجهندا هئا. هنن عيسائيت جي ٽمورتي نظريہ کي زور وٺايو ۽ هڪ ڪان وڌيڪ خدائن جي ڳالهہ ڪئي. هنن جو چوڻ هو،تہ حضرت عيسيٰ نہ فقط خدا جو پُٽ بلڪہ خدا وانگر خدا هو، ڇاڪاڻ تہ حضرت عيسيٰ ساڳئي خدائي ٻُڙَ مان پيدا ٿيو هو. اهڙن متضاد نظرين سبب، رومي سلطنت جو عوام "عيسائيت" قبول ڪرڻ جي باوجود، قتل ٿيندو رهيو. ڪڏهن ٽمورتي عيسائيت جي نالي ۾ تہ ڪڏهن خدا جي وحدانيت ۽ ايرين فرقي کي مڃڻ سبب. جن ماڻهن مورڳو عيسائيت قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو، اهي تہ ٻڏي حساب سان ماريا

ويا.

روم جا شهنشاه، اختلافي نظريا ڏيڻ سبب، مذهب "عيسائيت" خلاف اڻ سڌيءَ طرح پٺ بٺجي بيهي رهيا ۽ عيسائيت جو فروغ روڪجي ويو. انهن ٺي سببن جي ڪري خاص طور يورپ جي ماڻهن عيسائيت کي هڪ نئين مذهب طور قبول ڪرڻ کان لڳاتار انڪار ڪيو. حضرت عيسيٰ جي پيدائش کانپوءِ "بُت پرست يورپ" کي "عيسائي يورپ" ناهڻ ۾ مجموعي طور هڪ هزار سال لڳي ويا. اصل مونجهارو اهو هو تہ خدا هڪ آهي يا هڪ کان وڌيڪ. ماڻهو اهو سمجهندا رهيا تہ روم جا شهنشاه اصل عيسائيت کي ختم ڪري، پنهنجا ذاتي مذهبي عقيدا هنن مٿان مڙهي رهيا آهن. اهڙي مونجهہ جو سڀ کان وڌيڪ شڪار روم جا فوجي ٿيا، جيڪي طاقت جو اصل سرچشمو هئا، جن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ سچو مذهب يا سچو مذهبي فرقو يا نظريو ڪهڙو آهي. عيسائيت جي حوالي سان هو ڪهڙي فرقي جو ساٿ ڏين ۽ ڪهڙي شهنشاه کي سڌي راهَ تي سمجهن.

ڪانسٽنٽائين اعظم کان ٿيوڊوسس اعظم جي دؤر تائين روم جي فوجن، سرحدن جي حفاظت کان وڌيڪ رومي شهنشاهن جي ذاتي مذهبي فرقن لاءِ جنگيون ڪيون. عوام پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ مسلسل مزاحمت ڪندو رهيو ۽ روم جا فوجي عوام کي مسلسل قتل ڪندا رهيا. روم جي فوجن ڪڏهن خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي خلاف ڪارروائيون ڪيون تہ ڪڏهن ٿمورتي عيسائيت تي ايمان رکندڙن کي ماريو. جيئن تہ روم جا فوجي گهٽي پاڳي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ بدران مذهبي سرحدن جي حفاظت واري ڪم سان لڳل رهيا، ان ڪري روم جون سرحدون ڏينهان ڏينهن "غير محفوظ" ٿينديون ويون.

جڏهن ٿيوڊوسس اول، خدا جي وحدانيت جو نظريو رد ڪري

عيسائيت جو ٽمورتي نظريو عوام مٿان زوري مڙهيو ته سموري رومي سلطنت ۾ هنڌين ماڳين هوءِ پئجي ويئي. چاڪاڻ ته جڏهن ٿيوڊوسس شهنشاه ٿيو ته اُن وقت رومي سلطنت ۾ عوام جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندي هئي. ٿيوڊوسس زبردستي ماڻهن کي ٽمورتي عيسائيت جو پوئلڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نه فقط ايترو بلڪه ٿيوڊوسس ٻين سڀني مذهبن ۽ ٽمورتي عيسائيت کان علاوه عيسائيت جي باقي سڀني فرقن تي بندش وجهي ڇڏي. هن ٻين سڀني مذهبن جي عبادتگاهن تي سرڪاري طور قبضو ڪري، انهن تي تالا هڻائي ڇڏيا. اهڙيءَ ريت، ٽمورتي عيسائيت کان علاوه باقي مذهبن تي ايمان رکندڙ ماڻهن لاءِ عبادت جا دروازا به بند ٿي ويا. ٽمورتي عيسائيت کي ڇڏي، باقي سڀ مذهب مڪمل طور خطري ۾ پئجي ويا. نتيجي طور 395ع ۾، جڏهن ٿيوڊوسس جو انتقال ٿيو ته پوري رومي سلطنت ۾ بغاوتون شروع ٿي ويون. عام ماڻهو پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ هڪ پيرو وري "جهاد" تي لهي آيا. ان جهاد ۾ سڀ کان اڳرا وچ ايشيا جا اهي مهاجر هئا، جن کي گوٿ، وسي گوٿ، اوسٽروگوٿ، ونڊال، فرينڪ، الاماني، برگنڊين وغيره جي نالن سان سڏبو هو. انهن مهاجرن جي اڪثريت رومي فوج ۾ ملازم هئي. ڪجهه قبيلا رومين کي ڀاڙي تي فوجي مهيا ڪندا هئا. جيئن ته هي مهاجر زور زور سان ڳالهائيندا هئا ۽ گهڻو گوڙ ڪندا هئا، ان ڪري رومين هنن جو نالو "جرمن" بمعنيٰ "گوڙ مچائڻ وارا" رکي ڇڏيو. هي مهاجر، مهذب زندگيءَ کان ناواقف ۽ ويڙهه ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا هئا، ان ڪري روم جا شهنشاه هنن کي "وحشي" (Barbarians) سڏيندا هئا ۽ کين "رومي شهريت" ڏيڻ کان هميشه لنوائيندا رهيا. هي مهاجر پهرين صدي قبل مسيح ۾، روزگار ۽ کاڌ خوراڪ جي ڳولا ۾ وچ ايشيا کان لڏي يورپ جي اسڪينڊنيويا جي علائقن ۾ اچي آباد

ٿيا. جنان آهستي آهستي هي ماڻهو هجرت ڪري رومي سلطنت جي حدن اندر داخل ٿيندا ويا. چوٿين صديءَ جي آخر تائين هي جرمن مهاجر نہ فقط سڄي مغربي رومي سلطنت تي ڇانئجي ويا بلڪ هي رومي فوج جو اصل حصو بہ بڻجي پيا. انهن ئي مهاجرن، رومي سلطنت کي بچائڻ لاءِ ڪيترائي پيرا خوفناڪ جنگين ۾ حصو ورتو ۽ پنهنجون جانيون قربان ڪيون. روم جي حاڪمن، هنن جي بهادري، همت، شجاعت ۽ وفاداريءَ سبب کين رومي فوج ۾ وڏا وڏا عهدا بہ ڏنا. هنن روم جي شهنشاهن جا مذهب ۽ مذهبي نظريا قبول ڪيا. چوٿين صديءَ جي آخر تائين، هي گهڻي ڀاڱي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جو ايرين فرقو قبول ڪري چڪا هئا.

ٿيودوسس اول ڪانپوءِ يورپ ۾ جڏهن عام ماڻهن، خاص طور خدا جي وحدانيت وارو عيسائي نظريو بچائڻ لاءِ جهاد شروع ڪيو تڏهن هي مهاجر ان مذهبي تحريڪن جا اڳواڻ بڻجي پيا ۽ هنن رومي شهنشاهن خلاف زبردست ڪارروائيون ڪيون. اڳتي هلي روم جا بيشمار فوجي بہ هنن سان شامل ٿي ويا، جنهن جي نتيجي ۾، مغربي رومي سلطنت جا علائقا هڪ ٻئي پويان جرمن مهاجر قبيلن جي ور چڙهندا ويا. جن جن علائقن تي، هنن جرمن مهاجرن جو قبضو ٿيندو ويو، اتي ٿمورتي عيسائيت کي ختم ڪري، خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي لاڳو ڪيو ويو. ايرين فرقي جون سموريون عبادتگاهون ٻيهر کوليون ويون.

جرمن مهاجرن جي، روم خلاف سڀ کان وڏي بغاوت ان وقت شروع ٿي، جڏهن روم جي شهنشاه هونورس (Honorius) 408ع ۾، جرمن قبيلي "وسي گوٿ" جي ٻارن ۽ زالن کي، فقط ان ڳالهہ تان قتل ڪرائي ڇڏيو جو هو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جو ايرين فرقو ڇڏي ٿمورتي فرقو قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿيا. اهو قبيلو شهنشاه

هونورس کان اهو بہ مطالبو ڪري رهيو هو تہ هنن کي پانونيا (Pannonia) موجوده هنگريءَ جي علائقن ۾ آباد ٿيڻ جي اجازت ڏني وڃي تہ جيئن هو پنهنجي مذهبي عقيدن مطابق زندگي گذاري سگهن. پر روم جو شهنشاه ان ڳالهہ تي اڙيو رهيو تہ وسي گوٿ قبيلو، سڀ کان اول عيسائيت جو تمورتي نظريو قبول ڪري.

وسي گوٿ قبيلي کي فقط ٽيهہ سال اڳ شهنشاه ويلنس خدا جي وحدانيت جي ايرين فرقي تي آندو هو. اُن وقت وسي گوٿ قبيلي جا ماڻهو قديم رومي مذهب جا پوئلڳ هئا. شهنشاه ويلنس زوري هنن کي عيسائي ناهيو ۽ ايرين فرقي جو پابند ڪيو. مذهب تبديل ڪرائڻ جي ان ڪشمڪش سبب، 376ع ۾ ويلنس ۽ وسي گوٿ قبيلي جي وچ ۾ زبردست جنگ لڳي، جنهن ۾ شهنشاه ويلنس جنگ جي ميدان ۾ وسي گوٿن هٿان قتل ٿي ويو. ايڏو وڏو واقعو ٿيڻ جي باوجود، رومي فوجن وسي گوٿ قبيلي جي پُٺ نہ ڇڏي ۽ هو هنن مٿان لڳاتار ظلم ڪندا رهيا. نيٺ، وسي گوٿ قبيلي آڻ مڃي ۽ قبيلي جا سڀ ماڻهو عيسائي ٿيا. هنن خدا جي وحدانيت وارو ايرين فرقو قبول ڪيو. هاڻ، 408ع ۾، روم جو هڪ ٻيو شهنشاه هونورس هنن کي حڪم ڏيئي رهيو هو تہ هو خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي، عيسائيت جو تمورتي نظريو قبول ڪن. وسي گوٿ قبيلي کي خوفزده ڪرڻ لاءِ، هنن جي ٻارن ۽ زالن جو قتلِ عام ڪرايو ويو. ان هيبتناڪ واقعي جي جڏهن وسي گوٿ قبيلي جي سردار الارڪ اول (Alaric-I) [370ع کان 410ع] کي ڄاڻ پيئي تہ هو هڪدم فوجون وٺي روم تي ڪاهي آيو ۽ شهر جو گهيرو ڪري، چؤطرف زبردست تباهي مچايائين. هي اهو دؤر هو جڏهن روم شهر ۾ ماڻهن جي اڪثريت اجا اڳوڻڪن رومي مذهبن تي ايمان رکندي هئي. روم جي سينيٽ تي بہ اهڙا ئي ماڻهو قابض هئا. عيسائيت کي فقط سرڪاري مذهب جي حيثيت حاصل

هئي. عام ماڻهو اهو سمجهندا هئا تہ روم تي هڪ ٻئي پنيان ايندڙ "آفتون" عيسائيت جي ڪري اچي رهيون آهن. ان ڪري جڏهن الارڪ جي فوجي دهشتگرديءَ سبب، روم شهر جون حالتون تمام خراب ٿيڻ لڳيون تہ روم جي سينيٽ، لاچار ٿي حڪومت ۽ عوام کي باقاعده اپيل ڪئي تہ رومي مذهب مطابق انسانن جي قرباني ڏني وڃي تہ جيئن شهر تان آفت ٽري سگهي.

سينيٽ جي ان اپيل کي، ڪيٿولڪ چرچ جي پوپ انوسينٽ اول (Innocent-I) رد نہ ڪيو. فقط ايترو چيائين تہ انسانن جي اها قرباني لڪائي مان ۾ ڪئي وڃي.

يورپ ۾ انساني قربانيءَ جو اهو رواج گذريل چار هزار سالن کان هلندو ٿي آيو. ان قربانيءَ جي شروعات 3000 قبل مسيح ۾ "آئبيرين قوم" کان ٿي. ان کانپوءِ ڪيلٽ قوم کان رومن قوم تائين انساني قربانين جو سلسلو جاري رهيو. اها قرباني خدائن جي اڳيان ڪئي ويندي هئي ۽ اُهي خدا گهڻو ڪري هنن جا بادشاه ئي هوندا هئا، جنکي زندگيءَ ۾ يا مرڻ کانپوءِ خدا جو درجو ڏنو ويندو هو. يورپ ۾ عيسائيت جي اچڻ کانپوءِ انساني قربانيون بند ٿيون. جيئن تہ يورپ ۾ عيسائيت ڏهين صدي عيسويٰ تائين فروغ حاصل ڪري سگهي، ان ڪري يورپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهين صديءَ تائين انسان قربان ٿيندا رهيا.

الارڪ، روم شهر جي چؤگرد تباهي مچائڻ کانپوءِ، فوجن سميت واپس هليو ويو. هو ٻن سالن کانپوءِ 410ع ۾ زبردست تيارين سان ٻيهر روم تي ڪاهي آيو ۽ دنيا جي هن امير ترين شهر تي قابض ٿي ويو. روم جو شهنشاه هونورس جان بچائي اڳ ئي اٽليءَ جي هڪ ٻئي شهر "روينا" (Ravenna) ڏانهن ڀڄي چڪو هو.

الارڪ، روم تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ، سڀ کان اول وسي گوٿ فوجن جي زالن ۽ ٻارن جي قتلام جو بدلو وٺڻ جو فيصلو ڪيو. هن

پنهنجي فوجن کي باقاعده حڪم ڏنو تہ هو لڳاتار ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون روم ۾ قتلِ عام ڪن. جيڪو مليو انکي ماريو وڃي. نتيجي طور روم ۾ اينترا تہ ماڻهو قتل ٿيا جو انجو مثال گذريل اٺ سؤ سالن جي تاريخ ۾ نٿو ملي. ان وقت روم جي آبادي لڳ ڀڳ ويهہ لک هئي جيڪا قتلِ عام ۽ ڀاڄ سبب گهٽجي اڍائي لک تي وڃي پهتي. روم، جيڪو عظيم رومي سلطنت جو عظيم ترين شهر هو، جتان ويهي روم جا شهنشاهہ گذريل اٺ سؤ سالن کان يورپ، ايشيا ۽ افريڪا جي وسيع علائقن تي حڪمراني ڪندا هئا، اهو تباهہ ٿي ويو. هي روميولس ۽ ريمس خدائن جو شهر هو جنهنجي حفاظت جو ڪم عظيم رومي خدا ”جوپيٽر“ جي حوالي هو، اهو برباد ٿي ويو. ان واقعي سبب، روم جو ڀرم ٽٽي پيو. هن شهر جو شان ۽ مان، قوت، حشمت ۽ جاهہ و جلال ٽٽي پيو. جنهن سال اهو واقعو ٿيو، ان ئي سال 410ع ۾ هڪ ٻئي مهاجر جرمن قبيلي ”وندالز“ روم جي اهم صوبي ”اسپين“ تي قبضو ڪري ورتو. ساڳئي قبيلي، اڳتي هلي 455ع ۾ روم تي ڪاهہ ڪئي ۽ هتي اينتري تہ تباهي مچائي جو هي عظيم شهر هڪ ڳوٺ ۾ تبديل ٿي ويو. هن شهر جي آبادي پنجاهہ هزار کان بہ گهٽ رهجي وئي.

هوڏانهن، روم جي هڪ ٻي اهم ترين وسيع صوبي ”گال“ تي جرمن مهاجر قبيلي الاماني ۽ برگنڊين قبضو ڪري ورتو. گال جا ڪجهہ علائقا ”فرينڪ“ (Franks) مهاجر قبيلن جي قبضي هيٺ آيا. [گال صوبي جي حدن ۾ هاڻوڪي فرانس، جرمني، بيلجيم ۽ نيدرلينڊ جا علائقا شامل هئا].

روم جي صوبي ”برطانيہ“ مان 406ع ۾ روم جا فوجي ٽپڙ ويڙهي هليا ويا. شهنشاهہ هونورس برطانيہ جي ماڻهن کي باقاعده ڄاڻُ ڏنو تہ هاڻ هو پنهنجي علائقن جي پاڻ حفاظت ڪن. ان واقعي ڪانپوءِ برطانيہ جي ماڻهن رومي شهنشاهن جي مذهب ”عيسائيت“ کي ڇڏي

ڏنو ۽ پنھنجا اڳوڻڪا مذھب قبول ڪيائون. برطانيہ جي ماڻھن کي پيھر عيسائي ڪرڻ لاءِ، نون فاتحن کي گھٽ ۾ گھٽ ٻيا پنج سؤ سال لڳي ويا.

نيٺ 476ع ۾، مغربي رومي سلطنت جو خاتمو ٿي ويو. روم جو آخري شھنشاھ روميولس آگسٽولس (Romulus Augustulus) جيڪو اجا ٻار ھو، قتل ڪيو ويو يا وڃائجي ويو.

روم جو خاتمو ٿيڻ ڪانپوءِ 493ع ۾ جرمن مھاجر قبيلي اوسٽروگوٿ اٽليءَ تي قبضو ڪري ورتو. ان قبيلي جي اڳواڻي ٿيوڊورڪ اول (Theodoric-I) ڪري رھيو ھو، جيڪو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي مڃيندو ھو.

جڏھن اوسٽروگوٿ قبيلي اٽليءَ تي قبضو ڪيو تڏھن ھتي وسي گوٿ مھاجر قبيلي جي حاڪميت ھئي. وسي گوٿن ھتان پڇي وڃي اسپين تي قبضو ڪيو، جتي مھاجر قبيلو ونڊالز اڳ ۾ ئي حاڪم ھو.

ونڊالز قبيلي اسپين مان پڇي وڃي اُتر افريڪا جي علائقن تي قبضو ڪيو. ان وقت اُتر افريڪا تي مشرقي رومي سلطنت جو قبضو ھو، جنھنجي گاديءَ جو ھنڌ ترڪيءَ جو شھر قسطنطنيہ ھو. اُن وقت اتر افريڪا جا ماڻھو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندا ھئا. جڏھن تہ مشرقي رومي سلطنت جا شھنشاھ ٽمورتي عيسائيت جا پوئلڳ ھئا ۽ اُھي افريڪا جي عوام مٿان لڳاتار دٻاءُ وجھي رھيا ھئا تہ ھو خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي ٽمورتي عيسائيت قبول ڪن. اجا اھا ڇڪتاڻ جاري ھئي تہ اسپين کان ونڊالز ھتي ڪاھي آيا، جيڪي پڻ خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي جا پوئلڳ ھئا. چون ٿا تہ جڏھن ونڊالز قبيلي اُتر افريڪا تي ڪاھ ڪئي تڏھن، ھتي جي ماڻھن ونڊالز جو سات ڏنو تہ جيئن ھنن جي مشرقي رومي شھنشاھن ۽ ٽمورتي عيسائيت کان جان ڇُٽي

سگهي. مهاجر قبيلي وندالز، اتر افريڪا تي قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ ٿمورتي عيسائيت کي ختم ڪري، هتي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جو ايرين فرقو عام ڪيو.

هوڏانهن اٽليءَ ۾، اوستروگوٿ حاڪم ٿيوڊورڪ اول حڪم ڏنو ته ڪوبه ”رومي“ هٿيار کڻي نه هلي. جيڪو به رومي هٿيار کڻي هلندو، انکي سخت سزا ڏني ويندي. روم جي ٻولي ”لئٽن“ جي جاءِ تي ”گوٿڪ ٻوليءَ“ کي روم جي سرڪاري ٻولي ٺاهيو ويو.

ٿيوڊورڪ، لڳاتار 33 سال 526ع تائين اٽليءَ تي حڪومت ڪندو رهيو. ان ڊگهي عرصي دوران، رومي ماڻهو ڏاڍي ذلت ۽ خواريءَ واري زندگي گذاريندا رهيا. ڪڏهن اهو به وقت هو جڏهن رومي ٿيڻ وڏي اعزاز برابر هو. دنيا ۾ عزت، عظمت، شان ۽ مانُ فقط رومين لاءِ مخصوص هو. هاڻ رومي ٿيڻ ذلت ۽ خواري جو ٻيو نالو بڻجي پيو.

554ع ۾ اوستروگوٿ قبيلي کان، هڪ ٻئي مهاجر جرمن قبيلي ”لومبارڊز“ اقتدار ڦري ورتو. هي قبيلو به خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندو هو. لومبارڊز قبيلي اٽليءَ تي لڳاتار به سؤ سال 774ع تائين حڪومت ڪئي. اهڙيءَ ريت وسي گوٿ، اوستروگوٿ کان لومبارڊز تائين، مسلسل ٽي سؤ سال اٽلي، خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي جو مرڪز رهيو.

حيرانگي ان ڳالهه تي ٿئي ٿي ته يورپ جو عوام روم جي غلاميءَ مان نڪري، آزاد ٿيڻ بدران، جرمن مهاجر قبيلن جي غلاميءَ ۾ ڦاسجي پيو. اها غلامي مسلسل پندرهن سؤ سال، اوڻهين صديءَ تائين جاري رهي.

جرمن مهاجر قبيلن، اقتدار کي بچائڻ ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ مجموعي طور اهي ساڳيا طريقا استعمال ڪيا، جن تي رومي شهنشاه عمل ڪندا هئا. جرمن قبيلي، يورپ جي جن به علائقن تي قبضا ڪيا،

اتي هنن پنهنجون ذاتي بلڪ شخصي بادشاهتون قائم ڪيون. ان عمل سبب، يورپ ۾ رومي سلطنت جي جاگرافيائي حدن مان ڪيترائي نوان نوان آزاد ۽ خودمختيار ملڪ پيدا ٿي پيا، جيڪي رياستون سڏجڻ لڳا. انهن رياستن تي قابض جرمن مهاجرن پنهنجون قبائلي ۽ غير اهم ٻوليون زوري مڙهي ڇڏيون. نتيجي طور اڳتي هلي يورپ ۾ ڪيتريون ئي نيون نيون ٻوليون ۽ قومون پيدا ٿيون، جن جو ان کان اڳ ڪٿي بہ نالو نشان نہ هو. انهن نئين ٻولين ۽ قومن کي اڄ انگلش (English)، جرمن (German)، فرينچ (French)، اٽيلين (Italian)، اسپئنش (Spanish)، پورچوگيز (Portuguese)، ڊئنش (Danish)، پولش (Polish)، فنش (Finish)، سئڊش (Swedish)، رومينين (Romanian) ۽ ناروين (Norwegian) وغيره چئجي ٿو.

ٿيڻ ايئن گهربو هو تہ روم جي غلاميءَ مان نڪرڻ کانپوءِ، يورپ جي سڀ کان وڏي ٻولي ڪيلٽڪ يا گئلڪ کي ترقي ڏني وڃي ها، جيڪا هاڻوڪي فرانس، برطانيہ، جرمني، اٽلي، اسپين، نيدرلينڊ، بيلجيم ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن جي ٻولي هئي. گئلڪ سان گڏ يوناني ۽ آئبيرين کي بہ يورپ جي عوامي ٻولين هئڻ جو درجو حاصل هو. انهن سڀني اهم ٻولين کي يورپ جي نون فاتحن نظرانداز ڪري ڇڏيو.

جڏهن روم جو زوال ٿيو، ان وقت يورپ ۾ آباديءَ جي حساب سان، "ڪيلٽ" هتي جي سڀ کان وڏي قوم هئي، جيڪا گئلڪ ٻولي ڳالهائيندي هئي. جرمن مهاجر قبيلن طرفان يورپ جي مختلف حصن تي قبضو ڪرڻ سبب "ڪيلٽ قوم" مختلف جاگرافيائي حدن ۾ ورهائجي وڃڻ سبب پنهنجي قومي سڃاڻپ وڃائي ويٺي. مهاجر جرمن فاتحن هن قوم کي پنهنجي قبائلي نالن جي نسبت سان مختلف نين قومن ۾ بدلائي ڇڏيو. اڄ جيڪي قومون انگلش، فرينچ ۽ جرمن وغيره سڏائين ٿيون، اهي دراصل "ڪيلٽ" هيون. انهن جا موجوده نالا فقط

اينتري شاهدي ڏين ٿا تہ هي قومون جرمن مهاجرن جي غلاميءَ هيٺ رهيون، جن هنن جو تشخص بدلائي ڇڏيو. يورپ ۾ جرمن مهاجر قبيلن جو تعداد تمام ٿورو هو. خود جرمنيءَ ۾ هي ماڻهو اٽي ۾ لوڻ برابر هئا. اڄ جيڪي ماڻهو پاڻکي جرمن سڏائين ٿا ۽ جرمن ٻولي ڳالهائين ٿا، اهي حقيقي طور ڪيلٽ هئا ۽ ڪئلڪ ٻولي ڳالهائيندا هئا. جيئن اٽليءَ تي، هڪ شهر "روم" جي معمولي اقليت حاڪم هئي تيئن جرمن مهاجرن جي اقليت جرمنيءَ تي حڪومت ڪندي هئي. ان اقليت جي قبائلي ٻولي جرمنيءَ جي عوام مٿان مڙهي ويئي، جنهن کي جرمن سڏيو ويو ۽ اها ٻولي اڄ بہ اتي ڳالهائي وڃي ٿي.

روم جي زوال کان پوءِ، هڪ ننڍڙو واقعو وڏي اهميت اختيار ڪري ويو، جنهن سبب اڳتي هلي يورپ ۾ ماڻهن جا مذهب ۽ ٻوليون هڪ ٻيرو وري خطري ۾ پئجي ويون. روم جي صوبي "گال" تي الامانين ۽ برگنڊين جو قبضو هو، جيڪي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندا هئا. گال جي ڪجهہ حصن تي جرمن مهاجر قبيلي "سيلين فرينڪ" (Salian Franks) قبضو ڄمايو. انهن جي حڪومت هاڻوڪي بيلجيم جي علائقن تائين محدود هئي ۽ بيلجيم جا اهي علائقا گال صوبي جو حصو هئا. سيلين فرينڪ، تورنائي (Tournai) شهر کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ناهيو. ان مهاجر قبيلي جو سردار چلڊريڪ اول (Childeric-I) هو. هي مهاجر، روم جي حاڪمن کي ڀاڙي تي پنهنجا فوجي ڏيندا هئا. جڏهن روم جو زوال ٿيو تہ چلڊريڪ اول، ٻين جرمن مهاجر قبيلن وانگر روم جي علائقن تي قبضا شروع ڪري ڏنا ۽ هو دريا سومي (Somme) تائين، پنهنجي سلطنت ناهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جڏهن 481ع ۾ چلڊريڪ اول جو انتقال ٿيو تہ هنجي پُٽ "ڪلاوس اول" (Clovis-I) کي سيلين فرينڪ قبيلي جو سردار ناهيو ويو، جنهنجي ان وقت عمر

فقط سورانهن سال هئي.

ڪلاوس، سردار ٿيڻ شرط فتوحات جا سلسلا شروع ڪري ڏنا. 486ع ۾ هن سايوسنس (Soissons) ويجهو، گال ۾ روم جي آخري گورنر سائگريس (Syagrius) کي شڪست ڏئي هن جي سيني علائقن تي قبضو ڪري ورتو. ان جنگ ۾ ڪاميابي سبب ڪلاوس جو نه فقط سيني (Seine) کان لواري (Loire) تائين، وسيع علائقن تي قبضو ٿي ويو بلڪ هتان هن کي تمام گهڻو مال، دولت ۽ هٿيار هٿ آيا.

493ع ۾ ڪلاوس جي برگنڊي جي شهزاديءَ ڪلوٽلڊا (Clotilda) سان شادي ٿي جيڪا ثمورتي عيسائيت تي ايمان رکندي هئي. جڏهن ته ڪلاوس ۽ هن جو قبيلو قديم رومي مذهب جو پوئلڳ هو.

494ع ۾ ڪلاوس جو پيرس تي قبضو ٿي ويو. لڳاتار مختلف علائقن تي قبضا ڪرڻ سبب، ڪلاوس ايترو ته طاقتور ٿي ويو جو هن الامانين کان گال جا باقي وڏا علائقا ڦُرڻ جون تياريون شروع ڪري ڏنيون. ان وقت گال ۾ "الاماني" سڀ کان طاقتور وڏي قوت سمجهيا ويندا هئا. هنن جي سرحدن ۾ هاڻوڪي فرانس، جرمني ۽ سئزرلينڊ جا گهڻي ڀاڱي سمورا علائقا شامل هئا.

ڪلاوس جي شاديءَ کي اجا هڪ سال مس ٿيو هو ته هو الامانين خلاف جنگ جي ميدان تي لهي آيو. جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ، ڪلاوس پنهنجي عيسائي زال کي چيو ته هوءَ پنهنجي خدا کان دعا گهري ته جيئن هي جنگ کٽي سگهي. جواب ۾ سندس زال چيو ته تون پاڻ منهنجي خدا کان دعا گُهر، هو تنهنجي مدد ضرور ڪندو. 496ع ۾ جڏهن جنگ زورن تي هئي ۽ جنگ جي ميدان ۾ تمام گهڻو رتوڇاڻ ٿي رهيو هو، ان وقت ڪلاوس وچن ڪيو ته جيڪڏهن هو جنگ کٽي ويو ته سندس زال واري مذهب ۽ خدا يسوع مسيح تي ايمان آڻيندو. بهرحال،

ڪلاوس جنگ کٽي ويو ۽ وچن مطابق هن پنهنجو اباڻو مذهب ڇڏي سندس زال وارو مذهب "تمورتي عيسائيت" قبول ڪيو. عيسائي ٿيڻ کانپوءِ، ڪلاوس پنهنجي فوجن کي بہ حڪم ڏنو تہ هو بہ هڪدم عيسائي ٿي وڃن. ان ريت ڪلاوس جا ٽي هزار فوجي هڪ ئي وقت عيسائي ٿيا.

ڪلاوس، فتوحات جو سلسلو جاري رکيو ۽ هو 506ع تائين الامانين جي باقي سيني علائقن تي قابض ٿي ويو. 507ع ۾ هن اسپين جي وسي گوٿ بادشاه "الارڪ دوم" کي، "وائلي" وٽ زبردست شڪست ڏني ۽ پنهنجن ئي هٿن سان هن بادشاه جو ڪنڌ ڪپيو. ان جنگ جي نتيجي ۾ پائرينيز (Pyrenes) جو اهم علائقو ڪلاوس جي ور چڙهي ويو. اڳتي هلي ڪلاوس، ڪمبرائي (Cambrai) ۽ ڪولون (Cologne) جي فرينڪ بادشاهن کي قتل ڪري، انهن جي علائقن جو بہ مالڪ ٿي ويو. اهڙيءَ ريت ڪلاوس، پاڻ کي سيني فرينڪ قبيلن جو واحد بادشاه سڏائڻ لڳو. ڪلاوس، پنهنجي سلطنت جي دارالحڪومت کي ريمس (Reims) کان پئرس ڏانهن ڪٽائي ويو.

فتوحات جي عمل سبب، ڪلاوس لڳ ڀڳ سموري گال جو بادشاه بلڪ مالڪ بڻجي ويو. هنجي حدن ۾ جرمني، فرانس، بيلجيم ۽ نيدرليند جا هاڻوڪا علائقا شامل ٿي ويا. انهن علائقن ۾ رهندڙ ماڻهن جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندي هئي. ان سان گڏ ڪيترائي ماڻهو قديم رومي مذهبن جا پوئلڳ بہ هئا. ڪلاوس، سيني ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو ٻيا سڀ مذهب ۽ مذهبي فرقا ڇڏي، تمورتي عيسائيت قبول ڪن. جيڪو بہ ان حڪم جي پابندي نہ ڪندو، انکي موت جي سزا ڏني ويندي. گال جو عوام، پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ ميدان تي لهي آيو. نتيجي ۾ هر طرف خونريزي شروع ٿي ويئي. ڪلاوس جي فوجن رين (Rein) جي

پسگردائيءَ ۾ رهندڙ فرينڪ قبيلن جون وسنديون قبرستانن ۾ بدلائي ڇڏيون. ماڻهن جو قتلِ عام ڪري، انهن کي دفن ڪيو ويو. هنن ماڻهن ڪلاوس جي مذهب کي مڃڻ کان انڪار ڪيو هو.

ٿمورتي عيسائيت کي فروغ ڏيڻ لاءِ، ڪلاوس اينترو تہ ظلم، جبر ۽ قتل ڪيو جو ماڻهو هنکي "وحشي" (Barbarian) ڪوٺڻ لڳا. ٻئي طرف ٿمورتي عيسائيت کي مڃيندڙن هنکي "آگسٽس" جو خطاب ڏنو. بازنطيني حاڪمن، جيڪي ٿمورتي عيسائيت جا پوئلڳ هئا، انهن ڪلاوس جي ڪارنامن تي خوش ٿي سون ۽ چانديءَ مان ٺهيل ڪيترائي قيمتي تحفا هن ڏانهن موڪليا. جيڪي ڪلاوس ٿمورتي يا اورٿوڊوڪس عيسائين ۾ ورهائي ڇڏيا.

511ع ۾ ڪلاوس جو 45 سالن جي عمر ۾ انتقال ٿي ويو. هن جي مرڻ کانپوءِ ڪلاوس جي تخت جي وارثن يورپ جي ماڻهن مٿان ٿمورتي عيسائيت کي زوري مڙهڻ لاءِ لڳاتار ظلم، جبر ۽ قتل جاري رکيو. گال جو عوام، آهستي آهستي خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي ٿمورتي يا اورٿوڊوڪس عيسائيت قبول ڪندو ويو.

ڪلاوس، گال تي جيڪا ذاتي سلطنت قائم ڪئي، اها فرينڪ قبيلي جي نالي پٺيان "فرانسيا" (Francia) سڏائڻ لڳي. ان سلطنت کي، اڳتي هلي جاگرافيائي ردوبدل کانپوءِ "فرانس" چيو ويو. جيئن تہ گال جي عوام مٿان فرينڪ قبيلي جي غلامي اوٺهين صديءَ تائين جاري رهي ان ڪري، فرانس جو نالو بہ مسلسل باقي رهيو جيڪو اڄ بہ ان غلاميءَ جي شاهدي ڏي ٿو، جيڪا فرانس يا گال جي عوام مٿان فرينڪ قبيلي مڙهي هئي. فرينڪ قبيلي جي لڳاتار قبضي سبب، نہ فقط گال جو علائقو پنهنجي سڃاڻپ وڃائي وينو، بلڪ هتي آباد "ڪيلٽ قوم" پنهنجو تشخص وڃائي فاتحن جي نالي پٺيان "فرينچ" ڪوٺائڻ لڳي. حالانڪ هتي فرينچ فقط اُهي ٿورا ماڻهو هئا، جيڪي

فرانس يا گال جا فاتح ۽ حاڪم ٿيا، جن جو تعلق فرينڪ قبيلي سان هو. حيرانگيءَ جهڙي ڳالهه اها آهي تہ ان فرينڪ قبيلي جي معمولي قبائلي ٻولي فرانسيا، هتي جي عوام مٿان زوري مڙهي ويئي جيڪا اڳتي هلي "فرينچ" ٻولي سڏائڻ لڳي.

ڪلاوس ڪانپوءِ، جيڪي بہ هنجي تخت جا وارث ٿيا، انهن عيسائيت جي تمورتي نظريہ جي پرچار جاري رکي. 531ع ۾ اسپين جي بادشاه "امالارڪ" (Amalaric) جي زال ڪلاٽد (Clothid)، جيڪا ڪلاوس جي ڌيءَ هئي، تنهن پنهنجي ڀاءُ چائلڊ برٽ اول (Childbert-I) ڏانهن شڪايت لکي موڪلي تہ هنجو مڙس ڪيس زوري خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري رهيو آهي. ان وقت چائلڊ برٽ پئرس جو بادشاه هو. ڪلاوس، ذاتي ملڪيت وانگر، پنهنجي سلطنت کي سندس چئن پُٽن ۾ ورهايو هو. ان ورهاست مطابق، چائلڊ برٽ پئرس جو بادشاه ٿيو هو. جڏهن هنکي ڀيڻ جو مٿيون پيغام مليو تہ هو فوجون وٺي اسپين ڏانهن ڪاهي ويو. نيٺ چائلڊ برٽ ۽ اسپين جي بادشاه امالارڪ جي وچ ۾ زبردست جنگ لڳي جنهن ۾ امالارڪ قتل ٿي ويو، جيڪو چائلڊ برٽ جو ڀيڻوئيو بہ هو. اهڙيءَ ريت چائلڊ برٽ پنهنجي ڀيڻ کي خدا جي وحدانيت واري نظريہ کان بچائي ورتو.

هوڏانهن، اُتر افريڪا تي وندالز قبيلو قابض هو، جيڪو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندو هو. اتر افريڪا تي وندالز کان اڳ قسطنطنيہ ۾ ويٺل بازنطينين جو قبضو هو. اهي هن علائقي تي ٻيهر قبضو ڪرڻ لاءِ لڳاتار ڪوششون ڪندا رهيا تہ جيئن هتي تمورتي عيسائيت کي وري نافذ ڪري سگهجي. 534ع ۾ بازنطيني يا مشرقي رومي سلطنت جي فوج اتر افريڪا تي وڏي ڪاه ڪئي ۽ هتي زبردست تباهي مچائي. وندالز جون فوجون اقتدار بچائڻ

لاءِ وڙهنديون رهيون ۽ قتل ٿينديون رهيون. نيٺ هنن هارايو. افريڪا تي بازنطينين جو قبضو ٿي ويو. بازنطيني فوجي، اتر افريڪا جي بادشاه گيلمر (Gelimer) کي گرفتار ڪري قسطنطنيه ڏانهن ڪٺي ويا، جتي هنجو مُنهن ڪارو ڪري، هنجا ڪپڙا لهرائي، فقط ڪڇي ۾، ڪيس سڄي شهر ۾ گهمائي ذليل ۽ خوار ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ هن بادشاه کي بيدرديءَ سان آهستي آهستي ماريو ويو. اتر افريڪا جو اهو بادشاه عيسائي هو. هنجو فقط ايترو ڏوه هو جو هو خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندو هو. ٻئي طرف، بازنطيني فوجن اتر افريڪا مان ونڊالز قبيلي جي سڀني ماڻهن کي گهر گهر مان ڳولي قتل ڪيو. ونڊالز جو ان حد تائين قتلِ عام ڪيو ويو، جو هيءَ قوم هميشہ لاءِ پنهنجو وجود وڃائي ويٺي. فقط تاريخ ۾ هن قوم جو نالو وڃي بچيو.

بازنطينين يا مشرقي رومي سلطنت جي حاڪمن اتر افريڪا تي قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ سڀني ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ هو خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي، هڪدم ٿمورتي عيسائيت قبول ڪن. جيڪي ماڻهو ان حڪم جي پيروي نہ ڪندا، اهي قتل ڪيا ويندا. افريڪا جا بيشمار ماڻهو، پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ خاطر ميدان ۾ لهي آيا ۽ جانيون وڃائي ويٺا. افريڪا جي ماڻهن وٽ ٿمورتي عيسائيت قبول ڪرڻ ڪانسواءِ، جيئرو رهڻ لاءِ ٻي ڪا واٽ نہ هئي.

ان وقت، مشرقي رومي سلطنت جي قبضي هيٺ يورپ ۾ بلقان جا ملڪ، افريڪا ۾ موجوده تيونس، الجزائر، لبيا، ماريطانيہ، مراڪش، مصر ۽ ايشيا ۾ موجوده ترڪي، شام ۽ فلسطين جا گهڻي ڀاڱي علائقا شامل هئا. جاٽايل سڀني ملڪن ۾ ماڻهن جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندي هئي. جڏهن تہ بازنطيني يا مشرقي رومي سلطنت جا شهنشاه عوام کي "ٿمورتي عيسائيت" قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري رهيا هئا. اجا اها مذهبي

چڪناڻ جاري هئي ۽ ماڻهو پنهنجا عقيدا بچائڻ لاءِ جانيون ڏيئي رهيا هئا تہ 634ع ۾ مڪي جي عرب مسلمانن فتوحات جا نوان سلسلا شروع ڪري ڏنا ۽ هنن هڪ نئون دين "اسلام" متعارف ڪرايو. مڪي جا هي عرب خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندا هئا ۽ هنن عيسائيت جي ثمورتي نظريہ کي مڪمل طور رد ڪري، اعلان ڪيو تہ حضرت عيسيٰ نہ خدا جو پُٽ آهي ۽ نہ ئي خدا جهڙو خدا آهي. هو فقط پيغمبر هو، جنهنکي خداوند تعاليٰ صليب تي چڙهڻ کان اڳ جيئري آسمان ڏانهن کڻائي ورتو تہ جيئن هن کي لغارَ برابر بہ تڪليف نہ ٿئي.

عرب مسلمانن اهو بہ چيو تہ خدا واحد لاشريڪ آهي. ان جو ڪو ثاني ناهي ۽ نہ ٿي سگهي ٿو. خدا هميشہ کان آهي ۽ هميشہ باقي رهندو. نہ اهو ڪنهن مان پيدا ٿير آهي ۽ نہ هن مان ڪو پيدا ٿيو آهي. هيءَ سڄي ڪائنات خداوند تعاليٰ فقط هڪ لفظ ڪُن [ٿي پؤ] چئي جوڙي. هو هر هنڌ ۽ هر وقت موجود آهي. هو رحيم آهي، ڪريم آهي، انصاف ڪرڻ وارو ۽ مسبب الاسباب آهي. خداوند تعاليٰ نہ فقط سموري ڪائنات جو رَبُ آهي بلڪہ هر شخص جو بہ رَبُ آهي. هو هر هڪ لاءِ هنجي اکين کان بہ اوڏو آهي تہ جيئن هنکي ڪنهن بہ ڏکئي وقت سڏي سگهجي يا ياد ڪري سگهجي. الله کي شرڪ نٿو وڻي. شرڪ کان وڏو ڪو گناہ ناهي، جيڪو ناقابلِ معافي آهي.

مسلمانن اهو بہ ٻڌايو تہ خداوند تعاليٰ، حضرت عيسيٰ کان علاوہ حضرت موسيٰ، حضرت دائود ۽ ٻين ڪيترن ئي پيغمبرن تي ڪتاب نازل ڪيا، جن ۾ زبور، توريت ۽ انجيل شامل آهن. جيئن تہ اهي الهامي ڪتاب، وقت گذرڻ سان گڏ اصل حالت ۾ نہ رهيا، انهن ۾ گهڻي ردوبدل ڪئي ويئي، ان ڪري خداوند تعاليٰ پنهنجن انهن ڪتابن کي رد ڪري "قرآن شريف" کي حضرت محمد صلعم تي نازل ڪيو ۽ پنهنجو دين، اسلام جي صورت ۾ مڪمل ڪيو. الله جي ان فيصلي

سان، اسلام کان سواءِ، باقي سڀ مذهب منسوخ ٿي وڃن ٿا. ان ڪري دنيا جي سڀني ماڻهن کي اسلام قبول ڪرڻ گهرجي. اهو الله جو حڪم هو، جنهنجي پيروي ڪرائڻ لاءِ اسلام جي مختصر فوجن ”جهاد“ شروع ڪري ڏنو. سڀ کان اڳ، دنيا جون ٻہ وڏيون ۽ طاقتور سلطنتون، هنن جي آڏو آيون. هڪ بازنطيني يا مشرقي رومي سلطنت، جنهنجون سرحدون ايشيا، يورپ ۽ اتر افريڪا تائين پکڙيل هيون ۽ ٻي قوت ايران جا ساساني شهنشاه هئا، جن جي ڏاڍَ ۽ ڏهڪاءَ کان خود روم جا شهنشاه ڪنبندا هئا. ايرانين نہ فقط روم جي فوجن کي ڪيترن ئي جنگين ۾ شڪستون ڏنيون بلڪ روم جا شهنشاه ۽ فوجي جنرل هنن جي هٿان گرفتار بہ ٿيا. اهڙن طاقتور شهنشاهن سان عرب مسلمانن جو هڪ ننڍڙو ٽولو وېڙه ڪائڻ لاءِ ميدان تي لهي آيو، جن وٽ نہ مناسب هٿيار هئا ۽ نہ ئي فوجي رسد لاءِ مالي وسيلا. هنن جي گهرن ۾ اڪثر فاقا رهندا هئا. ٻہ ٻہ ڏينهن مانِي نہ پچندي هئي. بهرحال، انهن ماڻهن اوڙي پاڙي مان عام ماڻهن کي گڏ ڪري فتوحات شروع ڪيون. هنن پهريون حملو مشرقي رومي سلطنت [بازنطين] تي ڪيو.

جڏهن مسلمانن حملا شروع ڪيا، اُن وقت مشرقي رومي سلطنت مڪمل طور مذهبي جهيڙن ۾ ڦاٿل هئي. خدا هڪ آهي يا هڪ کان وڌيڪ؟ حضرت عيسيٰ خدا جو پُٽ هو يا پيغمبر؟ طلاق ڏيئي سگهجي ٿي يا نہ؟ انهن مسئلن ۽ جهيڙن ۾ رومي سلطنت مڪمل طور جڪڙيل هئي. هتي جي عوام جي اڪثريت خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي يقين رکندي هئي. هنن جو ايمان هو تہ خدا واحد لاشريڪ آهي ۽ حضرت عيسيٰ خدا جو پيغمبر هو. جڏهن تہ هتي جا حاڪم، مشرقي رومي سلطنت جا شهنشاه ”تمورتي عيسائيت“ نافذ ڪرڻ لاءِ نُنهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيا هئا، جيڪي حضرت عيسيٰ کي خدا

جو پُٽ ۽ خدا جهڙو خدا سمجهندا هئا. رومي سلطنت جي فوج، جيڪا طاقت جو اصل سرچشمو هئي، اها اهڙن مذهبي اختلافن سبب سخت انتشار جو شڪار هئي.

جڏهن مسلمانن خدا جي وحدانيت جي ڳالهه ڪئي ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ مڃڻ بدران فقط پيغمبر قرار ڏنو تہ ايئن محسوس ٿيڻ لڳو جڻ تہ مذهبِ عيسائيت جي ايرين فرقي جي تائيد ٿيندي هجي. نتيجي طور، رومي سلطنت ۾ آباد ايرين عيسائين کي مسلمانن سان عقيدت ٿيڻ لڳي. 635ع ۾ خالد بن وليد جي اڳواڻيءَ هيٺ مسلمانن شام تي ڪاه ڪئي. هي ملڪ رومي سلطنت جو صوبو هو ۽ هتي جي گهڻي ڀاڱي آبادي خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندي هئي.

مسلمانن جي ڪاه کي روڪڻ لاءِ رومي سلطنت جي حاڪمن پنهنجا ٻہ لک چاليهہ هزار فوجي مقابلي لاءِ ميدان ۾ لاٿا. حوران جبلن کان نڪرندڙ دريا يرموڪ (Yarmuk) جي ساڄي ڪناري تي ٻنهي فوجن جو ٻوبدو مقابلو ٿيو. جيئن تہ رومي حاڪمن کي پنهنجي فوج تي اعتماد نہ هو ۽ هنن کي ڊپ هو تہ متان سندن فوجون مذهب بابت ساڳيا نظريا رکڻ سبب مسلمانن سان وڃي ملي نہ وڃن، ان ڪري هنن پنهنجي فوجن کي لوه جون زنجيرون ۽ ٻيڙيون هڻڻ ڪانپوءِ ميدان ۾ لاٿو تہ جيئن هو جنگ ڪٽن يا مري وڃن پر ڪنهن بہ حالت ۾ ميدانِ جنگ مان ڀڄي نہ سگهن. مسلمانن جي چاليهہ هزار غيرتربيت يافتہ فوجن رومي سلطنت جي ٻہ لک چاليهہ هزار فوجن مان اڏواڏ هڪ لک ويهہ هزار فوجين کي ميدانِ جنگ ۾ قتل ڪري ڇڏيو. زنجيرن ۽ لوهي ٻيڙين ۾ ڦاٿل فوجي قتل ٿي ٿيٽا هئا. ان ريت رومي فوجن جنگ هارائي ۽ عرب مسلمانن جو شام تي قبضو ٿي ويو، جتان تمام گهڻو سون، چاندي، هيرا جواهر ۽ ٻيو قيمتي سامان مسلمانن کي

هٿ آيو. ان سان گڏ هٿيارن جا وڏا وڏا انبار بہ هنن جي قبضي هيٺ آيا.

جيئن ئي مسلمانن جو شام تي قبضو ٿيو تہ هتي جون رومي فوجون وفاداريون بدلائي، مسلمانن جون فرمانبردار بڻجي پيون، جن کي مسلم فوج جو حصو قرار ڏنو ويو.

شام تي قبضو ڄمائڻ شرط، مسلمانن هن ملڪ مان "عيسائيت" کي ختم ڪري هتي جي عوام مٿان "اسلام" مڙهي ڇڏيو. ان وقت "يوناني" ٻوليءَ کي شام جي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو حاصل هو. مسلمانن يوناني ٻوليءَ جي جاءِ تي "عربيءَ" کي شام جي سرڪاري ٻولي ٺاهي ڇڏيو. عربي ٻوليءَ کي نافذ ڪرڻ لاءِ اينترو تہ زور ۽ زبردستيءَ کان ڪم ورتو ويو جو اها ٻولي تمام تڪڙو شام جي ماڻهن جي مادري ٻولي بڻجي پيئي ۽ شام جا ماڻهو عربي ٻولي ڳالهائڻ سبب پاڻکي "عرب" سڏائڻ لڳا.

مسلمانن فتوحات جا سلسلا جاري رکيا ۽ هو هڪ ئي سال اندر 636ع ۾ فلسطين تي بہ قابض ٿي ويا. عيسائين ۽ يهودين جو مقدس شهر جيروسلم بہ هنن جي قبضي هيٺ اچي ويو. مسلمانن، فلسطين جي عوام مٿان مذهب اسلام ۽ عربي ٻولي مڙهي ڇڏي. فلسطين جون فوجون، جيڪي رومي سلطنت جون وفادار هيون، اهي وفاداريون مٽائي مسلمان فوج جو حصو بڻجي ويون.

637ع تائين، مسلمان فوجن ايران جي ساساني شهنشاهن جي دارالحڪومت "تختِ جمشيد" (Ctesiphon) تي قبضو ڪري ورتو، جنهن جي نتيجي ۾ ساساني شهنشاهن جي تمام گهڻي دولت، هيرا جواهر، سون چاندي ۽ هٿيارن جا وڏا وڏا ذخيرا مسلمانن کي هٿ آيا.

تختِ جمشيد تي قبضو ڪرڻ کان اڳ، مسلمانن جو ايرانين جي هڪ ٻئي اهم شهر "مدائن" تي قبضو ٿيو هو جتان ٽي هزار ڳئون جون

ڪلون سون سان ڀريل هٿن ڪي هٿ آيون. ان ڪان علاوه هتان ٻيو ڪيترو ئي قيمتي سامان، هيرا جواهر، موتي ۽ شاهي ويس وڳا به مسلمانن کي مليا.

639ع ۾ عراق تي به مسلمانن جو قبضو ٿي ويو جيڪو ايراني سلطنت جو صوبو هو. 651ع تائين ساسانين جو آخري شهنشاه يزدگر سوم قتل ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت ساسانين جي سلطنت مڪمل طور مسلمانن جي قبضي هيٺ اچي ويئي، جنهن جي سرحدن ۾ موجوده ايران، عراق، افغانستان، آذربائيجان، آرمينيا، سيستان، مڪران، خراسان، طخارستان (Tukharistan) ۽ ٻيا ڪئين علائقا شامل هئا. ساساني سلطنت جي فوجن شڪست کائڻ ڪانپوءِ، وفاداريون بدلائي عرب مسلمانن جو وفادار ۽ فرمانبردار رهڻ جو اعلان ڪيو. اهڙيءَ ريت انهن کي مسلم فوج جو حصو ٺاهيو ويو. ايراني شهنشاهن طرفان سندن سلطنت ۾ زرتشتي مذهب ۽ فارسي زبان نافذ هئي. مسلمانن، زرتشتي مذهب کي ختم ڪري، ان جي جاءِ تي اسلام لاڳو ڪيو ۽ فارسيءَ بدران عربي ٻوليءَ کي هن پَٽَ جي سرڪاري ٻولي ٺاهي ڇڏيو.

664ع تائين مسلمانن جو مصر تي به قبضو ٿي ويو، جيڪو اُن وقت عيسائيت جو وڏو مرڪز هو. مسلمانن مصر تي قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ، هتي جي عيسائي آباديءَ کي مسلمان ڪري ڇڏيو ۽ عربيءَ کي مصر جي سرڪاري ٻولي ٺاهيو. مصر جون فوجون، جيڪي ان ڪان اڳ مشرقي رومي سلطنت جون وفادار هيون، اهي وفاداريون ڦيرائي مسلمانن جون جانثار بڻجي ويون.

مصر ڪان علاوه مسلمانن جو الجزائر، تيونس، لبيا، مراڪش، ماريطانيا تي به قبضو ٿيو. انهن سڀني ملڪن جي آبادي گهڻي ڀاڱي "عيسائي" هئي، انهن کي مسلمان ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته سڀني ملڪن جون فوجون شڪست کائڻ ڪانپوءِ، مسلمانن جون وفادار بنجي ويون.

افريڪا جي انهن ملڪن ۾ رومي سلطنت طرفان ”يوناني ٻولي“ نافذ ڪيل هئي جيڪا ختم ڪري، انجي جاءِ تي عربي ٻوليءَ کي مڙهيو ويو. ڊگهي عرصي تائين عرب مسلمانن جي حاڪميت رهڻ سبب، عربي ٻولي هتي جي عوام جي مادري ٻولي بنجي ويئي. عربي زبان جي نسبت سان مصر، الجزائر، لبيا ۽ مراڪش جا ماڻهو پاڻکي عرب سڏائڻ لڳا.

مسلمان فوجن فتوحات جا سلسلا جاري رکيا. اهي قبرص ۽ ڪريٽ کانپوءِ 711ع تائين موجوده اسپين ۽ پورچوگال جي علائقن تي بہ قابض ٿي ويون ۽ انهن ملڪن مان عيسائيت کي ختم ڪري، هتي اسلام کي زوري مڙهيو ويو.

ان وقت اسپين ۾ ”لئٽن“ کان علاوه ”گوٿڪ“ ٻوليءَ کي بہ تمام گهڻي اهميت حاصل هئي، جيڪا سرڪاري ٻوليءَ جو درجو رکندي هئي. انهن ٻولين جي جاءِ تي ”عربيءَ“ کي اسپين جي سرڪاري ٻولي ٺاهيو ويو. اسپين جون فوجون جنگ هارائڻ کانپوءِ وفاداريون بدلائي مسلمانن جون فوجون بنجي ويون. مسلمانن فرانس تي بہ قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نہ ٿيا.

712ع ۾ عرب مسلمانن محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ تي قبضو ڪيو، جنهن جي سرحدن ۾ موجوده پاڪستان جا سمورا علائقا شامل هئا. محمد بن قاسم جون فوجون ملتان تائين قابض ٿي سگهيون. ان وقت سنڌ ۾ ماڻهن جي اڪثريت ٻڌمت تي ايمان رکندي هئي. ڪيترائي ماڻهو هندومت تي بہ يقين رکندا هئا. مسلمانن سنڌ جي عوام مٿان مذهب اسلام لاڳو ڪرڻ سان گڏ، عربيءَ کي هتي جي سرڪاري ٻولي ٺاهي ڇڏيو.

# خداوند يسوع مسيح جو دؤر

هوڏانهن يورپ ۾، 753ع ڌاري هڪ وڏو واقعو پيش آيو. پوپ اسٽيفن دوم [يا سوم] روم کان پئرس هلي آيو، جتي چلڊيرڪ سوم Childeric-III [51-741ع] جي بادشاهت هئي. ان وقت پيپن دي شارٽ (Pepin The Short) [68-714ع] فرينڪ سلطنت جو ميئر هو. اهو عهدو وزيراعظم جي عهدي جي برابر هو. پيپن، چارلس مارٽل جو پوٽو هو، جنهن 732ع ۾ مسلمانن کي فرانس تي قبضو ڪرڻ نه ڏنو. ان واقعي کانپوءِ مسلمان يورپ ۾ وڌيڪ فتوحات ڪري نه سگهيا. پوپ اسٽيفن، پيپن دي شارٽ کي پڙڪايو ته هو چلڊيرڪ سوم جي بادشاهت تي قبضو ڪري، نتيجي طور پيپن ايئن ئي ڪيو.

اسٽيفن، پيپن دي شارٽ کي سينٽ ڊينس (Saint Denis) جي گرجا گهر ۾ وني ويو، جتي نه فقط هنکي فرينڪن جو بادشاهه قرار ڏنائين بلڪ هنکي روم جو به بادشاهه ناهي چڙيائين.

ان وقت تائين بازنطيني حاڪم پاڻکي روم جا بادشاهه بلڪ شهنشاهه سڏائيندا هئا، جنجي گاديءَ جو هنڌ موجوده ترڪيءَ جي شهر قسطنطنيه ۾ هو. جيئن ته مسلمانن بازنطينين کان ڪئين اهم علائقا ڦري ورتا هئا، نتيجي طور هنن جي سلطنت تمام ڪمزور ٿي چڪي هئي. اهڙي حالت هوندي به بازنطيني ان ڳالهه تي بضد هئا ۽ لڳاتار اها دعوا ڪندا رهيا ته يورپ ۾ سابقه مغربي رومي سلطنت جي علائقن تي هنن جو ئي حق ٿئي ٿو. ان دعوا سبب، هو ڪونه ڪو بهانو

گهڙي يورپ تي ڪاهي ايندا هئا. بهرحال اسٽيفن، نه فقط بازنطينين بدران فرينڪ بادشاه کي يورپ جو نئون وارث ناهي ڇڏيو بلڪ روم جي چرچ کي قسطنطنيه جي بالادستيءَ کان به آجو ڪرائي ورتو.

اهڙا ڪم سرانجام ڏيڻ ڪانپوءِ پوپ اسٽيفن، پيپن دي شارٽ کي اٽليءَ تي ڪاه ڪرڻ جي هدايت ڪئي ته جيئن اتي ٿمورتي يا ڪيٿولڪ عيسائيت نافذ ڪري سگهجي. ان وقت اٽليءَ جا ماڻهو خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندا هئا ۽ هتي جرمن قبيلي "لومباردز" جي حڪومت هئي.

پوپ اسٽيفن جي چوڻ تي، پيپن دي شارٽ 756ع ۾ اٽليءَ ڏانهن ڪاهي ويو. هنجي فوجن سان پوپ اسٽيفن به گڏ هليو. پيپن کي هڪ ٻئي پنيان ٻه جنگيون ڪرڻيون پيون جن سبب، لومباردز جي فوجي قوت گهٽجي پاڳي ڪمزور ٿي ويئي. جيتوڻيڪ پيپن جو اٽليءَ تي مڪمل طور قبضو نه ٿي سگهيو ته به وچ اٽليءَ جا ڪيترائي علائقا هن جي قبضي هيٺ آيا. انهن علائقن کي پيپن دي شارٽ، نذراني طور پوپ اسٽيفن جي حوالي ڪري ڪيس اتي جو حاڪم ناهي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت اسٽيفن، پوپ هئڻ سان گڏ، هڪ سلطنت جو سربراه به ٿي ويو. هنجي سلطنت جي حدن ۾ روم ڪان روئيا، استريا ۽ وسنيا جا ضلعا شامل هئا. اهڙيءَ طرح مذهب جي نالي ۾ دنيا جي پهرين "عيسائي رياست" [Papal States] وجود ۾ آئي جيڪا اوڻهين صديءَ تائين جاري رهي. ان مذهبي رياست جي نهڻ سبب، اڳتي هلي "پاپائيت" هڪ خوفناڪ قوت بڻجي ويئي جيڪا نه فقط روم جي شهنشاهن جو بدل بلڪ طاقت جو اصل سرچشمو ٿي پيئي، جنهن ڪان يورپ جا شهنشاه وڏي عرصي تائين ڪنبدا رهيا.

پيپن دي شارٽ 768ع ۾ انتقال ڪري ويو. هنجي سلطنت، ذاتي ملڪيت وانگر هنجي ٻن پُٽن چارلس [شا رليمن] ۽ ڪارلومن

[Carloman] کي ورهائي ڏني ويئي.

اقتدار حاصل ڪرڻ کانپوءِ، چارلس ۽ ڪارلومن جي وچ ۾ سرحدن تان جهيڙو شروع ٿي پيو ۽ هو هڪ ٻئي کان علائقا ڦرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. اوچتو 771ع ۾ ڪارلومن جو انتقال ٿي ويو. هنجي زال، پنهنجا ٻارَ ساڻ ڪري، پناه حاصل ڪرڻ لاءِ اٽليءَ ڏانهن هلي ويئي. ان ريت ڪارلومن جا علائقا چارلس جي ورَ چڙهي ويا ۽ هو اڪيلي سرِ فرينڪ سلطنت جو بادشاه بنجي ويو.

چارلس، تمورتي يا ڪيٿولڪ عيسائيت جو ڪٽر پوئلڳ هو ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ بلڪ خداوند يسوع مسيح سمجهندو هو. هن اقتدار تي چڱيءَ ريت قبضو ڄمائڻ کانپوءِ فتوحات جا باقاعده سلسلا جاري ڪري ڏنا. 772ع ۾ هن، سئڪسني [Saxony] تي ڪاه ڪري، انتي قبضو ڪري ورتو ۽ هتي جي ماڻهن کي حڪم ڏنو ته هو پنهنجا مذهب ڇڏي هڪدم تمورتي عيسائيت کي قبول ڪن ۽ ڪَيٿولڪ ٿي وڃن. سئڪسني جي عوام، چارلس جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ ميدانن تي لهي آيا. نتيجي ۾، سڄو سئڪسني لاشن ۽ رَتَ سان رڱجي ويو.

سئڪسني کانپوءِ چارلس 773ع ۾ اٽليءَ تي حلان ڪئي جتي گذريل ٻن سؤ سالن کان "لومباردز" حڪومت ڪري رهيا هئا. انهن جو دارالحڪومت "پاويہ" (Pavia) ۾ هو، جنهنجو چارلس جي فوجن گهيرو ڪري ورتو. اهو گهيرو لڳاتار هڪ سال تائين جاري رهيو. نيٺ، جڏهن ماڻهو ڏڪار سبب مرڻ لڳا تڏهن پاويہ جا دروازا کوليا ويا. لومباردز جو بادشاه ڊيسي ڊيريس [Desiderius] گرفتار ڪيو ويو. اهو چارلس جو سهرو پڻ هو. چارلس، پاويہ شهر مان لومباردز بادشاهن جي گڏ ڪيل سموري ملڪيت پئرس ڏانهن ڪٽائي ويو.

پاويہ تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ، چارلس جو تمام تڪڙو اٽليءَ جي

سمورن علائقن تي قبضو ٿي ويو. اٽليءَ جو عوام گذريل ٽن سؤ سالن کان خدا جي وحدانيت ۽ عيسائيت جي ايرين فرقي تي ايمان رکندو هو. انهن کي چارلس حڪم ڏنو ته هو پنهنجا مذهب ۽ مذهبي فرقا ڇڏي فقط تمورتي عيسائيت کي قبول ڪن ۽ ڪيٿولڪ ٿي وڃن. ان حڪم سان گڏ ماڻهن کي تنبيهه ڪئي ويئي ته هو حضرت عيسيٰ کي خدا جو پيغمبر سمجهڻ بدران، خدا جو پُٽ بلڪ خدا جهڙو خدا سمجهن.

ايرين عيسائيت جي عالمن ۽ بشپس (Bishops) کي ٻارن ٻچن سميت گرفتار ڪيو ويو. خاص طور لومباردز خلاف اينترين ته خونريز ڪارروائيون ڪيون ويون، جو اها قوم پنهنجو وجود وڃائي ويٺي. لومباردز قوم جي هر فرد کي ڳولهي چونڊي چونڊي ماريو ويو.

هوڏانهن سئڪسني ۾ هڪ ڀيرو وري ماڻهن پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ چارلس جي فوجن خلاف مزاحمت شروع ڪئي. جڏهن چارلس کي ان ڳالهه جي خبر پيئي ته هن ڏهڪاءُ وجهڻ خاطر 782ع ۾ چار هزار پنج سؤ [4500] سئڪسن کي صليب تي چاڙهي ڇڏيو. هزارين سئڪسن کي ملڪ بدر ڪيو ويو. اهڙين ڪارروائين سبب سئڪسني جا ماڻهو دهلجي ويا ۽ هنن وٽ سلامتيءَ سان جيئرو رهڻ لاءِ ان کان علاوه ٻيو ڪو چارو نه بچيو ته هو سڀ تمورتي عيسائيت کي قبول ڪري ڪيٿولڪ ٿي وڃن.

نيٺ، سئڪسنيءَ جي حاڪم وده ڪائند [Widukind] به چارلس اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا. هنڪي ماڻهن جي وڏي ميڙ اڳيان ڪيٿولڪ عيسائي ناهيو ويو. ان واقعي بابت، سڄي سلطنت ۾ پڙهو گهمائي عام ماڻهن کي ٻه ڄاڻُ ڏنو ويو. روم جي پوپ لئو سوم (Leo-III) [750ع کان 816ع] کي جڏهن ان ڳالهه جي خبر پيئي ته هُن ان واقعي کي چارلس جو "وڏو ڪارنامو" قرار ڏنو ۽ سڀني ڪيٿولڪ عيسائين کي ٽن ڏينهن تائين جشن ملهائڻ ۽ "چارلس جا ٿورا

مڃڻ" [Thanks Giving] جي هدايت ڪئي. [ٿورا مڃڻ جي رسم اڄ تائين جاري آهي.] پوپ لئو، چارلس کي "رهبرِ اعظم" God Father جو لقب به ڏنو.

اُنهن ئي ڏينهن ۾، پوپ لئو تي زنا ۽ ننگيءَ جو الزام لڳو. ان معاملي جي تحقيق ڪرڻ لاءِ چارلس پاڻ روم پهچي ويو. 800ع ۾، ڪرسمس جي موقعي تي جڏهن چارلس سينٽ پيٽر جي عبادتگاه St. Peter Basilica پهتو ته پوپ لئو اڳتي وڌي هنڪي تاج پارايو ۽ کيس رومي سلطنت جو شهنشاه قرار ڏنائين. چارلس کي پوپ جي اها ڳالهه ڏاڍي پسند آئي ۽ هنکي سڀني الزامن کان آجو ڪري ڇڏيائين.

چارلس، جنهن کي چارلس اعظم به سڏجي ٿو، تنهن موجوده جرمنيءَ جي شهر آڪين (Achean) کي پنهنجي سلطنت جو دارالحڪومت ناهيو. هي اهو ئي شهر هو جتي 742ع ۾ چارلس ڄائو ۽ 814ع ۾ انتقال ڪيائين.

چارلس، لڳ ڀڳ سنتيتاليهه [47] سال حڪومت ڪئي. ان عرصي ۾ هن پنجاه کان وڌيڪ جنگيون ڪيون، جن مان ٽيهه جنگين ۾ هن پاڻ حصو ورتو ۽ پنهنجي فوجن جي اڳواڻي ڪئي.

چارلس کي سئڪسن سان گهٽ ۾ گهٽ ارڙنهن [18] ڀيرا جنگيون ڪرڻيون پيون. اهڙيءَ ريت سئڪسن، پنهنجا مذهبي عقيدا بچائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ارڙنهن ڀيرا مزاحمت ڪئي. نيٺ هو هارائي ويا يا هنن جو وڏو تعداد مزاحمت ڪندي قتل ٿي ويو. جيڪي سئڪسن جيئرا بچيا، انهن لاءِ ڪيٿولڪ عيسائيت قبول ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪو چارو نه هو.

چارلس، پنهنجي دؤر حڪومت ۾ سخت ۽ اذيتناڪ سزائن جو نظام جاري ڪيو، جنهن تحت ڦاسي، صليب، قتل، قتل عام، وسندين کي باهيون ڏيڻ، آباد علائقن کي مٽيءَ جي ڍيرن ۾ بدلڻ، ماڻهن کي

پاڻيءَ جي جهازن ۾ پري وچ سمنڊ ۾ ٻوڙڻ، خودڪشي، بلڪ اجتماعي خودڪشيون ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ، لڳاتار بُکيو ۽ اُڃيو رکي ماڻهن کي مارڻ، اذيتون ڏئي ڦٿڪائي ڦٿڪائي آهستي آهستي مارڻ ۽ ٻيون ڪئين سزائون هيون، جن تي چارلس عمل ڪرايو. انهن سزائن جا سڀ کان گهڻا اهي ماڻهو شڪار ٿيا، جيڪي خدا جي وحدانيت تي ايمان رکندا هئا ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ يا خدا جهڙو خدا مڃڻ لاءِ تيار نه ٿيا. چارلس، فوجي قوت سان پنهنجي سلطنت ۾ آباد ماڻهن کي مجبور ڪيو ته هو حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ ۽ خدا جهڙو خدا سمجهن. هن عيسائيت جو ايرين فرقو ختم ڪري ڪيٿولڪ نظريه کي عام ڪيو. جيئن ته چارلس جو موجوده فرانس، جرمني، اٽلي، آسٽريا، بيلجيم، ليگزمبرگ، نيدرلينڊ ۽ سئزرلينڊ جي علائقن تي قبضو ٿيو، ان ڪري انهن سڀني ملڪن جي ماڻهن کي ڪيٿولڪ عيسائيت قبول ڪرڻي پيئي. چارلس جي انهن ڪارروائين جا، مجموعي طور يورپ تي ڏاڍا اثر ٿيا ۽ يورپ جا ماڻهو خدا جي وحدانيت وارو نظريو ڇڏي ڪيٿولڪ عيسائي ٿيندا ويا. چارلس، مشرقي يورپ ۽ بلقان جي علائقن تي به ڪاهون ڪيون ۽ اوارز (Avars)، سرب (Serbs) ۽ ڪروٽ (Croats) قومن کي بيدرديءَ سان ماريو ۽ انهن مٿان ڪيٿولڪ عيسائيت مڙهڻ لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪيون.

ڪيٿولڪ عيسائيت کي تمام گهڻو فروغ ڏيڻ سبب، چارلس کي اڳتي هلي "شارليمن" جو خطاب ڏنو ويو ۽ هنکي زمين تي خدا جو نائب [Vice Regent of God] هئڻ جو درجو پڻ ڏنو ويو.

شارليمن ڪانپوءِ، يورپ ۾ ڪيٿولڪ عيسائيت ڇانئجي ويئي ۽ ماڻهو حضرت عيسيٰ کي خداوندِ يسوع مسيح سمجهڻ لڳا ۽ هنجي خدا سان گڏ عبادت ۾ مشغول ٿي ويا. مغربي يورپ ۾ اسپين کي ڇڏي [جتي مسلمانن جي حڪومت هئي] باقي سمورا ملڪ ڪئٿولڪ

عيسائي ٿي ويا.

عيسائيت جي ڪئٿولڪ فرقي جو مرڪز روم ۾ هو، جنهنجي حفاظت ۽ سرپرستي چارلس يا شارليمن جا جانشين "فرينڪ بادشاه" ڪرڻ لڳا. عيسائيت جي ٻئي فرقي "آرٿوڊوڪس" جو مرڪز موجوده ترڪيءَ جي شهر قسطنطنيه [استنبول] ۾ هو. ان فرقي جي حفاظت ۽ سرپرستي بازنطيني يا مشرقي رومي سلطنت جا شهنشاه ڪري رهيا هئا.

نائين صديءَ جي وچ ڌاري، بلغاريا جي بادشاه بورس اول (Boris-I) بازنطيني شهنشاه جي دٻاءَ ۾ اچي پنهنجي ملڪ ۾ آرٿوڊوڪس عيسائيت نافذ ڪئي. هو پاڻ به عيسائي ٿيو. بورس باقاعده حڪم جاري ڪيو ته سندس سلطنت ۾ رهندڙ هر شخص کي خداوند يسوع مسيح تي ايمان آڻي هڪدم عيسائي ٿي وڃڻ گهرجي. ان حڪم کي جيڪو نه مڃيندو انکي موت جي سزا ڏني ويندي. ان وقت بلغاريا ۾ مسلمان اڪثريت ۾ هئا بلڪ اسپين کانپوءِ بلغاريا يورپ جو ٻيو مسلم ملڪ هو. بادشاه بورس جي حڪم خلاف مسلمانن ۽ ٻين قومن سخت مزاحمت ڪئي ۽ پنهنجا مذهبي عقيدا ڇڏڻ کان انڪار ڪيو. نتيجي ۾ ماڻهن جو تمام وڏو تعداد قتل ڪيو ويو. مسلمانن مزاحمت جاري رکي ۽ هو بورس جي فوجن خلاف لڳاتار "جهاد" ڪندا رهيا. نيٺ 922ع ۾ بلغاريا تي مسلمانن جو قبضو ٿي ويو.

986ع ۾، روس جي بادشاه "ولادمير اول" (Vladimir-I) [حاڪميت 980ع کان 1015ع] پنهنجو اباڻو مذهب ڇڏي ڪو نئون مذهب قبول ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته جيئن انکي روسي عوام مٿان به مڙهي سگهجي.

ولادمير "رورڪ" (Rurik) جي اولاد مان هو جيڪو اسڪينڊنيويا جو ساموندي ڌاڙيل هو. رورڪ 862ع ۾ روس جي

علائقي نووگورد (Novgorod) تي قبضو ڪري، هتي بادشاهت قائم ڪئي، جيڪا صدين تائين جاري رهي. رورڪ جي نالي پنيان هن ملڪ جو نالو ”روس“ رکيو ويو ۽ هتي جا ماڻهو ”روسي“ سڏجڻ لڳا. رورڪ کانپوءِ هنجي اولاد روسي سلطنت کي تمام گهڻي وسعت ڏني. ولادمير جي دؤر تائين روس هڪ وڏي قوت بڻجي چڪو هو. بازنطيني سلطنت جا شهنشاه به روس کان خوف کائڻ لڳا.

ولادمير، ڪو نئون مذهب قبول ڪرڻ کان اڳ دنيا جي سڀني وڏن مذهبن جي عالمن کي دعوت ڏئي پاڻ وٽ گهرايو. اسلام جي نمائندگي بلغاريا جي مسلمان عالمن ڪئي. قسطنطنيه کان اورٿوڊوڪس ۽ روم کان ڪئٿولڪ عيسائيت جا مبلغ ولادمير وٽ پهچي ويا. ان کان علاوه يهودي عالمن کي به سڏيو ويو.

ولادمير، ڪيترن ئي ڏينهن تائين مختلف مذهبن جي عالمن سان بحث مباحثه ڪري، انهن جي مذهبن بابت ڄاڻ حاصل ڪندو رهيو. نيٺ، هو اسلام قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ان سلسلي ۾ باقاعده اعلان ٿيڻ کان اڳ ڪنهن ولادمير کي ٻڌايو ته اسلام ۾ شراب پيئڻ جي اجازت ناهي بلڪ اسلام ۾ شراب کي حرام سمجهيو وڃي ٿو. ولادمير، ان معاملي بابت ڪيتريون ئي وضاحتون طلب ڪيون. اڃا اهو معاملو زيرِ بحث هو ته قسطنطنيه کان هنکي پيغام مليو ته جيڪڏهن هو اورٿوڊوڪس عيسائيت قبول ڪندو ته بازنطيني شهنشاه ”باسل ٻيو“ (Basil-II) پنهنجي ڀيڻ هنکي پرڻائي ڏيندو. ولادمير کي اهو سودو ڏاڍو وڻيو ۽ هڪدم اورٿوڊوڪس عيسائي ٿي ويو ۽ اقرار ڪيائين ته حضرت عيسيٰ خُدا جو پُٽ ۽ خدا جهڙو خدا آهي.

ان وقت ولادمير جون اڳ ۾ ئي ست زالون ۽ اٺ سؤ [800] ڪنيزون هيون. انهن سڀني کي ڇڏي ولادمير، بازنطيني [مشرقي رومي سلطنت] جي شهنشاه جي ڀيڻ ”اينِي“ سان شادي ڪئي.

ولاڊمير، اورٿوڊوڪس عيسائيت قبول ڪرڻ ڪانپوءِ، باقاعده حڪم نامو جاري ڪيو تہ روس جا سڀ ماڻهو هڪدم اورٿوڊوڪس عيسائي ٿي وڃن. حڪم جي خلاف ورزي ڪندڙن کي موت جي سزا ڏني ويندي. جن ماڻهن پنهنجا مذهبي عقيدا ڇڏڻ ڪان انڪار ڪيو، اهي بيدرديءَ سان قتل ڪيا ويا. [اڄ بہ روس جا ماڻهو اورٿوڊوڪس عيسائي آهن].

ڏهين صديءَ ۾، موجوده پولينڊ، ڊينمارڪ، فنلنڊ، ناروي ۽ آئس لينڊ جي بادشاهن پنهنجي پنهنجي رعايا کي زوري، فوجي قوت وسيلي "عيسائي" ناهي ڇڏيو.

برطانيہ جو عوام پڻ ڏهين صدي عيسويءَ جي آخر تائين پيهر عيسائي ٿي چڪو هو. برطانيہ جي ماڻهن پنجين صديءَ ۾ عيسائيت کي ان وقت ڇڏي ڏنو هو، جڏهن روم جو زوال ٿيو. روم جي شهنشاهن برطانيہ جي عوام مٿان عيسائيت کي زوري مڙهيو هو.

يارهين صديءَ ۾ سُئڊن جي بادشاه اسڪات ننگ [Skotkonung] حڪم جاري ڪري پنهنجي رعايا کي عيسائي ناهي ڇڏيو.

تيرهين صدي عيسويءَ ۾ هڪ ٻيو وڏو واقعو ٿيو. موجوده ترڪيءَ جي هڪ ننڍڙي علائقي "بٿي نيا" (Bithynia) کان "عثمان" نالي هڪ شخص، جيڪو ترڪ هو تنهن [1259ع کان 1326ع] فتوحات جي غرض سان هڪ تمام وڏو ۽ خوفناڪ اڏو قائم ڪري ورتو. هو آهستي آهستي اوسي پاسي جي علائقن تي قابض ٿيندو ويو. عثمان کانپوءِ هنجي اولاد فتوحات جو سلسلو جاري رکيو ۽ يورپ ۾ بلقان جي ڪيترن ئي علائقن تي قابض ٿي ويو. 1346ع تائين بلغاريا، ٿريس، ميسيڊونيا ۽ سربيا جا علائقا ترڪن جي قبضي هيٺ اچي ويا. فتوحات جي ان اڏي جو نالو عثمان جي نالي پٺيان "سلطنتِ عثمانيه" رکيو ويو. سلطنت عثمانيه جو 1389ع تائين لڳ ڀڳ بلقان جي سمورن ملڪن تي قبضو ٿي ويو. انهن ملڪن جا جديد نالا هي آهن:

البانيا، بوسنيا ۽ هرزيگوينا، بلغاريا، ڪروشيا، يونان، ميسيڊونيا، مولڊويا، رومانيه، سلووينيا ۽ يوگوسلاويه [سربيا ۽ مونٽي نيگرو].

عثماني ترڪن جو 1453ع ۾ بازنطيني سلطنت جي دارالحڪومت "قسطنطنيه" تي به قبضو ٿي ويو، جيڪو ناقابلِ شڪست سمجهيو ويندو هو. اهڙيءَ ريت بازنطينين جي هڪ هزار سال پراڻي سلطنت هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي ويئي، جنهنکي مشرقي رومي سلطنت به چئبو هو. جيئن ته بازنطيني شهنشاهه اورٿوڊوڪس عيسائيت جا پوئلڳ هئا، ان ڪري گذريل هڪ هزار سالن کان ترڪيءَ جا ماڻهو به اورٿوڊوڪس عيسائي هئا، انهن سڀني کي مسلمان ڪيو ويو.

قسطنطنيہ، جيڪو استنبول سڏائڻ لڳو، اهو عيسائيت بدران اسلام جو مرڪز ٿي پيو. ترڪيءَ ۾ بازنطيني شهنشاهن جي ٻولي ”يوناني“ نافذ هئي، ان جي جاءِ تي ترڪي ٻوليءَ کي عام ڪيو ويو.

ترڪ مسلمانن فتوحات جا سلسلا جاري رکيا ۽ هو ايشيا ۾ شام، فلسطين، عراق، سعودي عرب، ايران ۽ آذربائيجان جي موجوده علائقن تي قابض ٿي ويا. افريڪا ۾ هنن مصر، الجزائر، لبيا ۽ تيونس تي قبضو ڪيو. انهن ملڪن تي ترڪ حاڪم ”عثمان“ جو اولاد لڳاتار پنج سؤ سالن تائين حڪومت ڪندو رهيو.

ترڪ مسلمانن، يورپ ۾ بلقان جي ملڪن تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ، انهن سيني ملڪن ۾ اسلام پکيڙي ڇڏيو. انهن ملڪن تي بہ لڳاتار پنج سؤ سال حڪومت ڪرڻ سبب، بلقان جا سمورا ملڪ مجموعي طور مسلمان بڻجي ويا. اوڻهين صديءَ تائين هيٺ ڄاڻايل يورپ جا ملڪ مسلمان هئا:

البانيا، بوسنيا ۽ هرزيگوينا، بلغاريا، يونان، ميسيڊونيا، مولوديا، ولاچيا، يوگوسلاويہ [سربيا ۽ مونٽي نيگرو].

عثماني ترڪ مسلمانن، بلقان کان علاوه يورپ ۾ روس، پولينڊ، آسٽريا ۽ هنگريءَ جي اهم علائقن تي پڻ قبضا ڪيا. روس ۾ ”يوڪرين“ تي ترڪن قبضو ڪيو. آسٽريا ۾ هو ويانا تائين پهچي ويا. هنگريءَ جا گهڻي ڀاڱي علائقا هنن جي قبضي هيٺ آيا. طارق بن زياد، جنهن اٺين صدي عيسويءَ جي ابتدا ۾ يورپ تي ڪاهہ ڪري اسپين فتح ڪيو، ان واقعي ڪانپوءِ هي ٻيو وڏو واقعو هو جنهن تحت يورپ جا تمام گهڻا ۽ اهم علائقا مسلمان فوجن جي قبضي هيٺ آيا.

عثماني ترڪ مسلمانن جي فتوحات کي روڪڻ ۾ روس ۽ آسٽريا جي شهنشاهن سڀ کان گهڻو زور لڳايو ۽ ترڪن کي خاص طور يورپ ۾ بلقان جي ملڪن تائين محدود ڪري ڇڏيو.

پندرهين صديءَ جي آخر ۾، جڏهن "عثمانيہ خاندان" يورپ ۾ بلقان جي ماٿهن کي زوري مسلمان ڪري رهيو هو، اُن وقت اسپين ۾ مسلمانن کي پيهر عيسائي ٿاهيو پئي ويو. ڪيسٽائيل ۽ اراگان (Castile and Aragon) جي ڪيٿولڪ عيسائي حاڪمن فرڊيننڊ دوم ۽ ازابيل اول Ferdinand-II & Isabel-I جي گڏيل فوجن 1492ع ۾ "غرناطہ" تي قبضو ڪري ورتو، جيڪا اسپين ۾ مسلمانن جي آخري رياست هئي. ان ريت مسلمانن جو اٺ سؤ سالن وارو دؤر اسپين تان ختم ٿي ويو، جنهن جي شروعات 711ع ۾ ٿي جڏهن مسلمانن اسپين، پورچوگال ۽ سسليءَ جي موجوده علائقن تي قبضو ڪري هتي دين اسلام ۽ عربي ٻولي نافذ ڪئي هئي. وقت گذرڻ سان اسپين کي يورپ ۾ هڪ "مسلم رياست" جي حيثيت حاصل ٿي وئي. اڳتي هلي مسلمانن جا پاڻ ۾ اقتدار تان جهيڙا ٿيا جنهنجي نتيجي ۾ اسپين جو علائقو مختلف حصن ۾ ورهائجي ويو ۽ هتي مسلمانن جون ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون خودمختيار رياستون قائم ٿي ويون. جڏهن مسلمانن جو پاڻ ۾ اتحاد نہ رهيو تڏهن هن پَٽَ مان عيسائي رياستون بہ ڦُٽڻ لڳيون، جيڪي اڳتي هلي ايتريون تہ طاقتور ٿي ويون جو انهن ڇڙوڇڙ ٿيل مسلم رياستن تي قبضو ڪري ورتو. غرناطہ مسلمانن جي آخري رياست هئي جنهنجو آخري امير ابو عبدالله هو.

اسپين تي مڪمل طور قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ هتي جي عيسائي حاڪمن حڪم جاري ڪيو تہ هر اهو شخص جيڪو مسلمان آهي، اهو هڪدم ڪيٿولڪ عيسائي ٿي وڃي ۽ حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ ۽ خدا جهڙو خدا سمجهي، ٻي حالت ۾ قتل ڪيو ويندو. اهڙيءَ ريت مسلمانن جو قتلِ عام شروع ٿي ويو. اسپين جي عيسائي حاڪمن "مذهبي عدالتون" بہ قائم ڪيون، جتي هر روز هزارين مسلمانن کي موت جي سزا ڏني ويندي هئي. هزارين مسلمانن کي باه جا وڏا مَچَ

باري انهن ۾ جيئري ساڙيو ويو. جڏهن اسپين جو پَٽُ مسلمانن جي رت سان رڱجي ويو تڏهن ڪيسٽائيل جي حاڪمن باقي بچيل مسلمانن کي اسپين مان لڏي وڃڻ جي قانوني طور اجازت ڏني. جن مسلمانن وٽ اسپين ڇڏڻ لاءِ خرچ پکو نہ هو، انهن لاءِ حڪومت طرفان جهازن جو بندوبست ڪيو ويو. گهڻ ۾ گهٽ ٽيهہ لک مسلمان اسپين ڇڏي، خاص طور افريڪا جي مسلم ملڪن ڏانهن هجرتون ڪري ويا. چون ٿا تہ انهن هجرتن دوران مسلمانن سان ڀريل ڪيترائي سامونڊي جهاز وچ سمنڊ ۾ ٻوڙيا ويا. ان ريت مسلم اسپين، عيسائي اسپين ۾ تبديل ٿي ويو. ڪيسٽائيل جي راڻي ازابيل اول پاڻ کي اسپين جي راڻي سڏائڻ لڳي، جنهنکي ڪئٿولڪ عيسائيت کي فروغ ڏيڻ سبب "ازابيل دي ڪئٿولڪ" جو لقب ڏنو ويو. ازابيل، اسپين مان عربي ٻوليءَ کي ختم ڪري، انجي جاءِ تي ڪيسٽائيل رياست جي ٻولي "ڪيسٽي لين" کي هتي جي سرڪاري ٻولي ٺاهي ڇڏيو. ڪيسٽائيل جي اها معمولي درجو رکندڙ ٻولي اڳتي هلي "اسپينش ٻولي" (Spanish Language) سڏجڻ لڳي. راڻي ازابيل، ان ٻوليءَ لاءِ 1492ع ۾ پهريون پيرو گرامر تيار ڪرايو. انهن ئي ڏينهن ۾ مشهور سياح ڪرسٽوفر ڪولمبس (Christopher Colombus) راڻي ازابيل جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ "نئين دنيا" هٿ ڪرڻ لاءِ مدد جي درخواست ڪيائين تہ جيئن ڪيٿولڪ عيسائيت کي پري پري ڏورانهين ملڪن تائين پهچائي سگهجي. ازابيل، ان شرط تي ڪولمبس کي مدد ڏني تہ هو جيڪا بہ نئين دنيا ڳولي لهندو اها رياست "ڪيسٽائيل" جي ملڪيت تصور ڪئي ويندي.

ڪولمبس، امريڪا ڪنڊ ڳولي لڌو ۽ اتان ثبوت طور ڪيترائي مڪاني ماڻهو "ريڊ انڊين" جهلي پاڻ سان گڏ اسپين ڪٺي آيو، جن کي ازابيل جي اڳيان پيش ڪيو ويو. ان واقعي ڪانپوءِ ازابيل، پنهنجي

فوجن ڪي امريڪا کنڊ تي قبضو ڪرڻ جو حڪم ڏنو. 1504ع ۾ جڏهن ازابيل جو لاڏاڻو ٿيو، ان وقت تائين امريڪي کنڊ جا هيٺيان اٺ ملڪ ڪيسٽائيل رياست جي ملڪيت ۾ تعبيداريءَ هيٺ اچي چڪا هئا.

1. باهاماز (1492)
2. ڪوسٽاريڪا (1502)
3. ڪيوبا (1492)
4. ڊومينيڪن ريپبلڪ (1496)
5. هٽي (1492)
6. نڪاراگوا (1502)
7. پاناما (1501)
8. وينزويلا (1498)

ڪيسٽائيل يا اسپين جي فوجن فتوحات جو سلسلو جاري رکيو ۽ هو امريڪي کنڊ جي هيٺ ڏنل وڏيڪ يارانهن ملڪن تي قابض ٿي ويون:

1. ارجنٽائين (1516)
2. چلي (1541)
3. ڪولمبيا (1514)
4. اڪي ڊور (1534)
5. السلواڊور (1525)
6. گوئٽي مالا (1502)
7. هونڊورس (1519)
8. ميڪسيڪو (1519)
9. پئراگوئي (1524)
10. پيرو (1535)
11. يوروگوئي (1515)

1534ع تائين فتوحات جي نتيجي ۾، كيستائيل جي حاكمن مجموعي طور امريكي كنڊ جي اوڀيھ [19] ملكن تي قبضو كري ورتو، جنھن جي نتيجي ۾، انھن ملكن جا مذهب، ٻوليون ۽ خاص طور هتي جي "مايا تهذيب" وڏي خطري هيٺ اچي ويئي.

جيئن تہ كيستائيل جا حاكم كيٿولك عيسائي هئا ۽ كيسٽي لين ٻولي ڳالهائيندا هئا، ان كري امريكي كنڊ جي انھن اوڀيھ ملكن جي عوام مٿان كيٿولك عيسائيت ۽ كيسٽي لين ٻولي زوري مڙهي ويئي. اهو مذهب ۽ ٻولي اڄ تائين هتي جاري آهي.

1521ع ۾ كيستائيل جي حاكمن فلپائين جي موجوده علائقن تي قبضو كيو ۽ ان ملك جو نالو اسپين جي بادشاه فلپ دوم جي نالي پٺيان "فلپائين" ركيو. غلاميءَ جي يادگار اهو نالو اڄا تائين هلندو اچي. جڏهن كيستائيل يا اسپين جي حاكمن جو فلپائين تي قبضو ٿيو، ان وقت هتي جي آباديءَ ۾ اكثريت مسلمانن جي هئي، انھن كي زور ۽ زبردستيءَ سان كيٿولك عيسائي ٺاهيو ويو. هن ملك جي عوام مٿان كيسٽي لين ٻوليءَ بہ مڙهي ويئي جيكا اڄ تائين هلندي اچي، جنھن كي اسپئنش ٻولي چئجي ٿو.

كيستائيل يا اسپين جون وڏيون فتوحات ڏسندي، يورپ جي كيترن ٻي قومن سورهين صديءَ ۾ "فتوحات" جا كيترائي وڏا اڏا قائم كري ورتا. روس، آسٽريا ۽ روس كان علاوه برطانيہ، پورچوگال ۽ نيدرلينڊ جا حاكم بہ فتوحات جي ڏنڌي سان لڳي ويا. انھن حاكمن، ڌاڙيلن، چورن، وڏن ڌوهارين، قاتلن، داداگيرن، غنڊن، پاڙيتو فوجن ۽ ريگيولر فوجن كي گڏ كري دنيا تي [illegible]ا كرڻ لاءِ كاهون شروع كري ڏنيون، جنھنجي [illegible] ۽ انسان ذات، تباهي، بربادي، قتل، اغوا ۽ هجرتن ۾ ڦاسجي پيئي. ايڏي وڏي پيماني تي فتوحات جا سلسلا هلڻ سبب، دنيا لاءِ كئين نوان مسئلا، نوان خطرا،

نوان ڏک، تباهيون ۽ تڪليفون پيدا ٿي پيون. عام ماڻهن جون زندگيون، عزت ۽ سرحدون وڏي خطري هيٺ اچي ويون. فاتحن، فوجي ڪارروائين سان گڏ ڪوڙ، ٺڳي ۽ ڪاروبار کي فتوحات جو وسيلو بڻايو.

سورهين صدي عيسوي، انساني تاريخ جي بدترين صدي هئي، جنهن ۾ هڪ ئي وقت تي يورپ جي ڪيترن ئي محاذن تان انسان ذات جو گهيرو ڪيو ويو. انسان کي غلام ڻاهڻ، انجي دولت، پيداواري وسيلن ۽ سرحدن کي ڦرڻ لاءِ يورپ جي فاتحن ايتري تہ تباهي مچائي جو دنيا جو هر هڪ شخص هنن جي گندي ۽ ناپاڪ عمل جو شڪار ٿيو.

برطانيہ جو خاندان "وليم فاتح"، سورهين کان ويهين صديءَ جي وچ تائين مختلف طريقن سان دنيا جي پنجاه کان وڌيڪ ملڪن تي قابض ٿي ويو. انهن سڀني ملڪن ۾ انگريزي ٻوليءَ کي مڙهيو ويو، جنهنجي نتيجي ۾ "انگريزي" دنيا جي بين الاقوامي ٻولي بڻجي [illegible]. ڪنهن زماني ۾، اينترو عروج سميرين، اڪادين، يوناني ۽ لئٽن ٻولين کي حاصل ٿيو، جيڪي پنهنجي وقت جون وڏيون بين الاقوامي ٻوليون هيون. اڄ يوناني ٻوليءَ کي ڇڏي باقي ٽي چاٽايل ٻوليون مرده ٻولين ۾ شامل آهن.

برطانيہ جي حاڪمن، پنهنجي مذهب عيسائيت کي مشنريز ذريعي، فوجي تحفظ هيٺ، سڀني مقبوضہ ملڪن ۾ پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾، عيسائيت انهن علائقن تائين بہ پکڙجي وئي، جتي اڳ ۾ هڪ بہ عيسائي نہ هو. صرف هندستان ۾ عيسائين جو تعداد وڌي بہ ڪروڙ ٿي ويو.

فتوحات جي عمل ۾ برطانيہ کان علاوه پورچوگال جي بادشاهن بہ وڏا ڪرتب ڏيکاريا. هنن ڏکڻ امريڪا جي تمام وسيع ملڪ "برازيل"

تي قبضو ڪيو، جتي ڪئٿولڪ عيسائيت ۽ پورچوگيزي ٻوليءَ کي زوري مڙهيو ويو. پورچوگال جو افريڪا جي ٽن ملڪن انگولا، گني بسائو ۽ مزمبيق تي پڻ قبضو ٿيو. انهن سڀني ملڪن سان پورچوگيزي ٻولي ۽ ڪئٿولڪ عيسائيت لاڳو ڪئي ويئي.

پورچوگيزن، سورهين صديءَ ۾ جاپان تي به قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن جاپان ۾ پير رکڻ لاءِ شروعات ۾ مذهب جي آڙ ورتي ۽ هنتي لکين جاپانين کي ڪئٿولڪ عيسائي ناهي ڇڏيو. جڏهن جاپان جي حاڪمن کي پورچوگيزن جي اصل سازش جي خبر پيئي ته هنن نه فقط پورچوگيزن کي جاپان مان ڪڍي ڇڏيو بلڪه انهن جاپانين کي به قتل ڪيو، جيڪي پنهنجو مذهب ڇڏي ڪئٿولڪ عيسائي ٿي چڪا هئا. قتل ٿيل جاپانين جو تعداد تي لک کان وڌيڪ ڄاڻايو وڃي ٿو.

1828-29ع ۾ روس ۽ سلطنت عثمانيه جي وچ ۾ زبردست جنگيون ٿيون. نتيجي ۾، سلطنت عثمانيه کان "يونان" جو ملڪ ڦرجي ويو، جنهن تي گذريل پنج سؤ سالن کان هنن جو قبضو هو ۽ ان عرصي دوران يونان جا ماڻهو گهڻي ڀاڱي مسلمان ٿي چڪا هئا.

1877-78ع ۾ روس ۽ سلطنت عثمانيه جي وچ ۾ ٻي، خوفناڪ جنگ لڳي، جنهنجي نتيجي ۾ سلطنت عثمانيه کي رومانيا، سربيا ۽ بلغاريا تان هٿ ڪڍڻو پيو. انهن ملڪن جا ماڻهو به گهڻي ڀاڱي مسلمان ٿي چڪا هئا. جيئن ته اهي ملڪ سلطنت عثمانيه جي مسلمان حاڪمن کانپوءِ آرٿوڊوڪس عيسائي حاڪمن جي ور چڙهي ويا، ان ڪري هنتي اسلام بدران آرٿوڊوڪس عيسائيت فروغ حاصل ڪرڻ لڳي. ساڳي حالت يونان ۾ به ٿي. انهن ملڪن ۾ آباد مسلمانن لاءِ، عيسائي ٿيڻ کانسواءِ ٻي ڪا واهه نه هئي، سواءِ انجي ته هو هتان هجرتون ڪري ٻين محفوظ ملڪن ڏانهن هليا وڃن. نتيجي ۾، اوڀين

صديءَ جي آخر تائين بلقان جا سمورا ملڪ وڏين هجرتن ۾ ڦاسجي پيا. هر طرف لڏپلاڻ ٿيڻ لڳي. نيٺ، سلطنت عثمانيہ جو اقتدار تيزيءَ سان ختم ٿيڻ لڳو. خاص طور يورپ جي ٻن وڏين طاقتن ”برطانيہ ۽ فرانس“ سلطنت عثمانيہ کي مڪمل طور ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجا سمورا وسيلا ۽ طاقت استعمال ڪئي. آخر، 1922ع ۾ سلطنت عثمانيہ جو خاتمو ٿيو. سلطنت عثمانيہ جي ترڪ مسلمانن جو زوال، يورپ ۾ اسلام جو زوال بڻجي پيو. بلقان جا ملڪ، جتي مسلمان اڪثريت ۾ هئا، اتي ويهين صديءَ جي شروع تائين، مسلمان اقليت ۾ تبديل ٿي چڪا هئا.

خاندان عثمانيہ يا سلطنت عثمانيہ ختم ٿيڻ سان، اهي سمورا ملڪ آزاد ٿي ويا، جيڪي هن خاندان جي قبضي هيٺ هئا. انهن غلام ملڪن ۾، خود ترڪيءَ جو ملڪ بہ شامل هو، جنهن تي عثمانيہ خاندان پندرهين صدي عيسويءَ دوران فوجي قوت سان قبضو ڪيو هو. جيئن ئي ترڪيءَ جو ملڪ آزاد ٿيو، تيئن عثمانيہ خاندان جي ماڻهن کي هن ملڪ مان زوري ڌڪا ڏيئي ڪڍيو ويو. بهرحال، ترڪيءَ کي مجموعي طور پنج هزار سالن کانپوءِ پهريون ڀيرو هڪ آزاد، خودمختيار ۽ سيڪيولر ملڪ جو درجو حاصل ٿيو. پهريون ڀيرو هن ملڪ ۾، ڪنهن بادشاهہ يا خليفي بدران عوام کي طاقت جو سرچشمو سمجهيو ويو.

# سڄي دنيا تي قابض

# يارانهن ماڻهو

ارڙهين صدي عيسويءَ ۾، انساني تاريخ جو هڪ پيو وڏو واقعو پيش آيو. 1776ع ۾، اتر امريڪا جي تيرانهن [13] رياستن گڏجي برطانيه جي ”خاندان وليم فاتح“ کان آزادي حاصل ڪري هڪ نئون، آزاد، خودمختيار ۽ جمهوري ملڪ ”يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا“ (United States of America) وجود ۾ آندو. جڏهن اهو واقعو پيش آيو تڏهن، دنيا ۾ ڪوبه ملڪ، ڪابه قوم آزاد نه هئي. دنيا جون سموريون قومون ”فاتحن“ جي، قبضي ۽ غلاميءَ هيٺ هيون. انهن فاتحن کي بادشاه يا شهنشاه سڏيو ويندو هو. فاتحن طرفان چوري ڪيل يا زوري ڦريل علائقن کي ”سلطنت“ چيو ويندو هو ۽ انهن سلطنتن جون حدون يا سرحدون ڪڏهن به مقرر نه ٿي سگهيون، بلڪ فتوحات جي عمل ۽ فوجي ڪارروائين سبب گهٽ وڌ ٿينديون رهنديون هيون. جڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا هڪ ملڪ يا مملڪت جي حيثيت سان وجود ۾ آيو تڏهن دنيا ۾ آزاد ملڪ، وطن يا مملڪت جو ڪو تصور به نه هو. گذريل پنج هزار سال جي تاريخ ۾ ”يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا“ دنيا جو پهريون ملڪ هو جيڪو ڪنهن بادشاه يا شهنشاه جي ذاتي ملڪيت هئڻ بدران عوام جي ملڪيت قرار ڏنو ويو. ان ملڪ ۾ بادشاه يا شهنشاه بدران ”عوام“ کي پهريون ڀيرو ”طاقت جو سرچشمو“ مڃيو ويو. ان ملڪ جي حاڪمن کي، عوام جو آقا يا مالڪ هئڻ بدران، عوام جو خادم بلڪ نوڪر قرار ڏنو ويو ۽ حاڪمن

کي سندن هر عمل بابت عوام آڏو جوابدار ڪيو ويو. عوام کي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اهو به اختيار ڏنو ويو ته هو "ناپسند حڪومت" کي پنهنجي راءِ يا ووٽ ذريعي بدلائي سگهن ٿا. ان کان اڳ حڪومت جون تبديليون فوجي قوت يا خوني انقلابن کانسواءِ ممڪن نه هيون. گهڻي ڀاڱي عوام کي "ناپسند حڪومتون" صدين تائين برداشت ڪرڻيون پونديون هيون.

يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي قائم ٿيڻ کان اڳ دنيا ۾ "عوام" جهڙي غير اهم شئي ٻي ڪا نه هئي. عوام کي فاتحن جي سلطنتن ۾ ڪيڙن ماڪوڙن وانگر فقط رينگڻ جو حق حاصل هو. فاتح، بادشاه يا شهنشاه "عوام" کي پنهنجو "غلام"، "رعايا" بلڪه ذاتي ملڪيت سمجهندا هئا ۽ انهن کي ذاتي ملڪيت وانگر ئي استعمال ڪندا هئا.

جڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا هڪ آزاد ۽ خودمختيار ملڪ جي حيثيت سان قائم ٿيو تڏهن دنيا جا باقي سمورا ملڪ فقط ٻارانهن [11] ماڻهن جي ملڪيت ۽ قبضي هيٺ هئا، جيڪي بادشاه يا شهنشاه سڏائيندا هئا. انهن ٻارانهن ماڻهن ۾ هڪ شخص "هنگ دوم" [1735ع کان 1796ع] (Hung-II) هو، جنهنجو چين، ڪوريا، منگوليا، تائيوان، منچوريا، سن ڪيانگ (Sin Kiang)، نيپال، تبت، برما، ويتنام ۽ ٻين ڪيترن ئي علائقن تي قبضو هو. انهن سڀني ملڪن تي فقط هڪ شخص هنگ دوم جو حڪم هلندو هو، جنهنجي دربار ۾ اچڻ کان اڳ سڀني کي هن شخص اڳيان سجدو ڪرڻو پوندو هو. هنگ دوم جو تعلق "منچو قبيلي" سان هو، جنهن "فولن" (Fu-Lin) جي اڳواڻيءَ هيٺ 1644ع ۾ چين تي قبضو ڪيو هو. چين جو عوام منچو قبيلي کي "اوڀر جا وحشي" (Eastern Barbarians) سڏيندا هئا جڏهن ته منچو قبيلو، چينين کي انتهائي نيچ ماڻهو سمجهندو هو ۽ هو

چيني چوڪرين سان شاديون ڪرڻ کان هميشہ لنوائيندا هو تہ جيئن هنن جو اُتم نسل خراب نہ ٿئي.

منچو بادشاه، وارن ۾ چوٽي ٻَڌندا هئا. هنن پنهنجي رعايا: چيني عوام کي حڪم ڏنو تہ هو بہ وفاداري ثابت ڪرڻ لاءِ وارن ۾ چوٽيون ٻَڌن.

جڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا 1776ع ۾ وجود ۾ آيو تڏهن دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان، ٻيو شخص عبدالحميد اول هو، جيڪو 1774ع ۾ سلطنت عثمانيہ جو "سلطان" ٿيو هو. هنڪي سندس پيءُ جي مرڻ کانپوءِ ايشيا، افريڪا ۽ يورپ جا گهڻ ۾ گهڻ ارڙانهن ملڪ ذاتي ملڪيت يا ذاتي دڪان يا گهر وانگر ورثي ۾ مليا. انهن ملڪن جا هاڻوڪا نالا هي آهن:

ايشيا ۾: ترڪي، شام، عراق، فلسطين، اردن، لبنان، سعودي عرب ۽ يمن.

افريڪا ۾: مصر، الجزائر ۽ تيونس.

يورپ ۾: البانيا، بلغاريا، قبرص، يونان، رومانيا ۽ يوگوسلاويا.

مٿي ڄاڻايل سڀني ملڪن تي فقط هڪ شخص عبدالحميد اول جو حڪم هلندو هو. "سلطنت عثمانيہ" جو بنياد "عثمان" [1259ع کان 1326ع] نالي هڪ ترڪ وڌو. عثمان جي مرڻ کانپوءِ، هنجي سلطنت، ذاتي ملڪيت وانگر سندس پُٽ اُرخان (Or Khan) [1326ع کانِ 1360ع] جي حوالي ڪئي ويئي. اهو سلسلو عبدالحميد اول ۽ ان کانپوءِ 1922ع تائين جاري رهيو، جڏهن سلطنت عثمانيہ ختم ٿي ويئي.

يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي وجود ۾ اچڻ وقت، دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان ٽيون شخص "لوئي سورهون" (Louis-XVI) [1774-93ع] هو، جنهنڪي هائوس آف بوربون

House of Bourbon طرفان دنيا جا هيٺيان ڀاڱا [22] ملڪ ورثي ۾ مليا:

يورپ ۾: فرانس ۽ اسپين.

ايشيا ۾: فلپائين.

امريڪي کنڊ ۾: ارجنٽائين، بوليويا، چلي، ڪلومبيا، ڪوستاريڪا، ڪيوبا، اڪيوڊور، السلواڊور، گوئٽي مالا، هونڊورس، هٽي، ميڪسيڪو، نڪاراگوا، پاراگوئي، پيرو، پوروگوئي ۽ وينزولا.

دنيا تي قابض ٻارنهن ماڻهن مان چوٿون شخص "جارج سوم" (George-III) [1760ع کان 1820ع] هو، جنهنجو تعلق برطانيه جي خاندان ولیم فاتح سان هو. ان شخص کي سندس ڏاڏي جارج دوم جي مرڻ کانپوءِ هيٺ ڏنل ملڪ تيرنهن ڪرسيءَ وانگر ورثي طور مليا:

يورپ ۾: انگلنڊ، اسڪاٽلنڊ، ويلز، آئرلينڊ.

آسٽريليا کنڊ ۾: سڄو آسٽريليا.

امريڪي کنڊ ۾: امريڪا جون اهي تيرانهن رياستون، جن جارج سوم جي ڏينهن ۾ آزادي حاصل ڪري يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا جي نالي سان نئون ملڪ قائم ڪيو. ان کان علاوه باهاماز، باربادوس ڪينادا، گريناڊا ۽ گيانا.

ايشيا ۾: بنگال، بهار، اوڙيسا ان کان علاوه موجوده بنگلاديش ۽ ڀارت جي اوڀر ۽ اولهه ۾ ساموندي ڪنارن وارا علائقا، جن ۾ مدراس ۽ بمبئي شامل هو.

جارج سوم جو خانداني تعلق اسڪينڊنيويا جي ڏاڙيل ۽ قاتل

”وليم فاتح“ "William the Conqueror" سان هو، جنهن 1066ع ۾ فوجي ڪاه ذريعي برطانيہ تي قبضو ڪيو ۽ هتي جي عوام کي پنهنجو غلام بڻايو. ڪجهہ عرصي بعد خاندان وليم فاتح جي وارثن برطانيہ جي ماڻهن مٿان فرينچ ٻولي مڙهي ڇڏي، جيڪا لڳاتار ٽن سؤ سالن تائين جاري رهي. برطانيہ جا ماڻهو فرينچ ٻولي ڳالهائيندا رهيا. بعد ۾، وليم فاتح جي اولاد پنهنجي هم نسل قبيلي ”اينگلز“ مهاجرن جي ٻوليءَ کي برطانيہ جي ٻولي ٺاهي ڇڏيو جيڪا اڳتي هلي ”انگريزي ٻولي“ سڏجڻ لڳي. انهن ائنگلز مهاجرن، برطانيہ جو نالو بدلائي ”ائنگلز جي ڌرتي“ Land of Angles رکيو جيڪو بعد ۾ ائنگلنڊ (Angland) مان (England) ڪيو ويو. بهرحال، 1066ع کان برطانيہ جو عوام اسڪينڊنيويا جي وليم فاتح ۽ انجي اولاد جي غلاميءَ هيٺ آهي. هي ملڪ وليم فاتح جي اولاد کي باقاعدگيءَ سان اولاد در اولاد منتقل ٿيندو رهي ٿو. برطانيہ جو ڪوبہ ماڻهو برطانيہ جو بادشاه نٿو ٿي سگهي.

دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان پنجون شخص ”جوزف دوم“ (Joseph-II) [1765ع کان 1790ع] هو، جنهنجو تعلق سئزرلينڊ جي هئبس برگ خاندان سان هو. ان شخص کي يورپ جا ڇهہ ملڪ ورثي ۾ مليا. انهن جا نالا هي آهن:

آسٽريا

هنگري

بيلجيم

نيدرلينڊ

چيڪوسلاويڪيا (Present-day Czech Republic and Slovakia)

۽ اٽليءَ جا ڪيترائي علائقا.

هئبس برگ خاندان کي فتوحات کان وڌيڪ شاديون ڪرڻ سبب،

ڪئين ملڪ ڏاڄ ۾ مليا. سئزرلينڊ جي هڪ ننڍڙي علائقي سان تعلق رکندڙ هي خاندان سورهين صديءَ ۾ يورپ جي هڪ وڏي طاقت بڻجي ويو.

دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان، ڇهون شخص ”جوزف ايمانئول“ (Joseph Emanuel) [1750ع کان 1777ع] هو، جيڪو پورچوگال جو بادشاهه هو. هن شخص جي قبضي هيٺ پورچوگال کان علاوه امريڪي کنڊ جو هڪ وڏو ملڪ ”برازيل“ ۽ افريڪا جا تي ملڪ انگولا، گني بسائو ۽ موزمبق هئا، جتي فقط هن هڪ شخص جو حڪم هلندو هو.

دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان ستين نمبر تي روس جي حاڪم راڻي ”ڪئٿرائين دوم“ هئي جنهنکي ڪئٿرائين دي گريٽ [1762ع کان 1796ع] به چون ٿا. هنجي ڏينهن ۾ روس ڪيترن ئي علائقن تي قابض ٿيڻ سبب هڪ وڏي طاقت بڻجي چڪو هو. انهن علائقن تي فقط راڻي ڪئٿرائين جو حڪم هلندو هو.

دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان انون شخص شاهه عالم ثاني [1759ع کان 1806ع] هو جيڪو هندستان ۾ ”مغل سلطنت“ جو شهنشاهه ٿيو. هنکي هندستان جي حڪومت ورثي طور ملي. مغل سلطنت جو بنياد وچ ايشيا جي ظهيرالدين بابر رکيو جيڪو دنيا جي ظالم ترين حاڪمن چنگيز خان ۽ تيمورلنگ جي اولاد مان هو. بابر 1526ع ۾ هندستان جي مسلمان بادشاهه ابراهيم لوڌيءَ کي جنگ جي ميدان ۾ قتل ڪري، انجي سلطنت تي قابض ٿيو. اهڙيءَ ريت مغل سلطنت جي ابتدا ٿي جيڪا ٽن سؤ سالن کان به وڌيڪ عرصي تائين جاري رهي. بابر کانپوءِ مغل سلطنت يا بابر جي خاندان جي سلطنت، برصغير ڏکڻ ايشيا جي هڪ تمام وڏي قوت بڻجي وئي. جنهنجي سرحدن ۾ موجوده افغانستان، پاڪستان، هندستان، بنگلاديش ۽

ڪشمير جا علائقا شامل هئا. ظهيرالدين بابر جي اها سلطنت، هنجي اولاد کي ذاتي ملڪيت وانگر باقاعدگيءَ سان منتقل ٿيندي رهي. هندستان جو ڪوبہ شهري، مغل سلطنت جو بادشاه نٿي ٿي سگهيو.

دنيا تي قابض يارانهن ماڻهن مان باقي ٽن شخصن جو تعلق جاپان، ڊينمارڪ ۽ ٿائلنڊ سان هو. اهي ٽئي ملڪ، انهن ٽن شخصن جي ذاتي ملڪيت هئا، جيڪي اتي جا بادشاه سڏائيندا هئا.

1776ع ۾ جڏهن دنيا جو پهريون ملڪ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا وجود ۾ آيو، تڏهن فرانس جي عوام 1789ع ۾ امريڪي عوام وانگر پنهنجي ملڪ کي بادشاه جي ذاتي ملڪيت کان آجو ڪرائڻ لاءِ زبردست جدوجهد شروع ڪري ڏني. فرانس جي عوام ڏهہ نڪتن وارو "حقن جو اعلان" (Declaration of Rights) پڌرو ڪيو، جنهن تحت ملڪ ۾ بادشاه بدران عوام کي طاقت جو سرچشمو قرار ڏنو ويو. اهڙيءَ ريت فرانس مان بادشاهت کي ختم ڪرڻ جي تياري ڪئي ويئي. ان وقت "لوئي سورهون" (Louis-XVI) فرانس جو بادشاه هو. انکي جڏهن ان ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هن اقتدار بچائڻ خاطر فرانسسي عوام خلاف ٻين ملڪن کان مدد طلب ڪئي. اها مدد پهچڻ کان اڳ فرانس جي عوام بادشاه لوئي سورهين کي موت جي سزا ڏني، هنجو ڪنڌ گلوٽين ذريعي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. ان ريت هي ملڪ بادشاه جي ذاتي ملڪيت مان آزاد ٿي، عوام جي ملڪيت بڻجي ويو.

فرانس جي عوام "مذهب" بابت، نئين سر غور ويچار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيستائين مذهب بابت دليلن سان اصل حقيقتون ظاهر ٿين، تيستائين فرانس مان "مذهبن" کي ختم ڪيو ويو. هنن جو چوڻ هو تہ دليلن سان حقيقتن کي سمجهي سگهجي ٿو ۽ حَقَ جي ويجهو اچي سگهجي ٿو. هنن وڌيڪ چيو تہ مذهب ۾ دليل ڏيڻ جي گنجائش ناهي ۽ مذهب ۾ سمورا فيصلا ۽ حڪم جابرانہ ۽ آمرانہ انداز ۾

مڙهيا وڃن ٿا. اهو طريقو انتهائي غير منصفانہ آهي. هن اهو بہ چيو تہ مذهب، بادشاهت جي اداري کي نہ فقط تحفظ ڏي ٿو بلڪ عوام کي بادشاهن جو تابع ۽ فرمانبردار رهڻ جي تلقين بہ ڪري ٿو.

فرانس جي عوام اها ڳالهہ بہ واضح ڪئي تہ خدا ۽ انسان جي وچ ۾ لاڳاپن لاءِ مذهب جو هئڻ ضروري ناهي بلڪ مذهب انسان کي خدا کان پري ڪري ٿو. ان ڪري هن مذهبي اداري کي مڪمل طور رَدُ ڏيئي پنهنجي مذهب "عيسائيت" کي بہ ختم ڪرڻ جو باقاعده اعلان ڪيو.

فرانس جي عوام انساني حقن بابت هڪ نڪتو هي بيان ڪيو تہ: "سڀ انسان آزاد پيدا ٿيا آهن، ان ڪري آزاديءَ سان جيئرو رهڻ دنيا جي هر انسان جو پيدائشي حق آهي. ڪنهن بہ شخص کان سندس آزادي ڪسي نٿي سگهجي ۽ نہ ڪنهن کي غلام ناهي سگهجي ٿو." ان وقت يورپ ۾ "فتوحات" جا ڪيترائي اڏا قائم هئا، جن ذريعي دنيا جي ماڻهن کي "غلام" بڻايو پئي ويو. فرانس جي عوام "شخصي آزاديءَ" بابت جيڪو تصور ڏنو ان سان نہ فقط بادشاهہ، فتوحات جو عمل جاري نٿي رکي سگهيا بلڪ بادشاهت جو ادارو بہ ڪلعدم ٿيو ٿي. ان صورتحال سبب، خاص طور يورپ جي بادشاهن ۾ وڏي ڦڙڦوٽ پئجي ويئي. اهي بادشاهہ اڳ ۾ ئي نشي وانگر يورپ جي عوام تي ڇانيل هئا. شخصي آزاديءَ جي ان تصور سبب، اهو امڪان ڏاڍو تيزيءَ سان پيدا ٿيڻ لڳو تہ گهٽ ۾ گهٽ يورپ مان تمام تڪڙو بادشاهتون ختم ٿي وينديون.

اڃا دنيا جو اهو عظيم فڪري انقلاب ابتدائي مرحلن ۾ هو تہ فرانس جي هڪ فوجي جنرل نيپولين بونا پارٽ 1799ع ۾ پنهنجي عوام ۽ عظيم عوامي انقلاب سان غداري ڪري، هن ملڪ جي اقتدار اعليٰ تي قبضو ڪري ورتو. جنرل نيپولين 1804ع ۾ پاڻ کي فرانس جو بادشاهہ

بلڪ شهنشاه بہ قرار ڏني ڇڏيو. اهڙيءَ ريت هي ملڪ عوام جي ملڪيت بدران، هڪ ڀيرو وري بادشاه يا شهنشاه جي ملڪيت بڻجي ويو. فرانس جي فوجن عوام سان غداري ڪري شهنشاه نيپولين جو ساٿ ڏنو. ان ريت دنيا جو هڪ عظيم انقلاب ناڪام ٿي ويو. بيشمار ماڻهن نيپولين جي انهن ڪارروائين خلاف مزاحمت ڪئي، جيڪي قتل ڪيا ويا.

جنرل نيپولين، اقتدار تي قبضو ڄمائڻ ڪانپوءِ "فتوحات" جا سلسلا جاري رکيا، جيڪي روايت مطابق هر شهنشاه لاءِ بيحد ضروري ڪمَ سمجهيا ويندا آهن. نيپولين جون فوجون ڏاڍو تيزيءَ سان يورپ جي تمام گهڻي حصي تي قابض ٿي ويون. اسپين، پورچوگال، اٽلي، آسٽريا، نيدرليند [هالند] ۽ موجوده جرمنيءَ جا علائقا نيپولين جي قبضي هيٺ اچي ويا. جيئن تہ انهن ملڪن جون دنيا ۾ ڪيترين ئي "ڪالونيون" هيون، اهي پڻ نيپولين جي ورَ چڙهي ويون. اهڙيءَ ريت نيپولين دنيا جو هڪ وڏو "فاتح" بڻجي ويو. نيپولين، روس ڏانهن بہ ڪاهي ويو، جتي هنکي ڏاڍي ذلت آميز شڪست ڏني ويئي. نيٺ، نيپولين گرفتار ٿيو. هنکي "سينٽ هيلينا" ٻيٽ ۾ قيد ڪري، هنجا فتح ڪيل سمورا ملڪ اصل مالڪن کي موٽائي ڏنا ويا. فرانس کي ٻيهر "بوربون خاندان" جي حوالي ڪيو ويو، جيڪو گذريل ڪيترن ئي صدين کان ان ملڪ تي قابض هو.

بوربون خاندان جي "لوئي ارڙهين" (Louis-XVIII) کي فرانس جو بادشاه ناهيو ويو، جنهن اقتدار حاصل ڪرڻ شرط فتوحات جا سلسلا شروع ڪري ڏنا. فرانس جي ماڻهن نيپولين جي تباهين کان اڃا ساه بہ نہ پٽيو هو تہ هتي جون فوجون ٻيهر فتوحات جي ڏنڌي سان لڳي ويون. اهو سلسلو ويهين صديءَ تائين جاري رهيو، جنهنجي نتيجي ۾ هيٺ ڏنل ويهہ [20] ملڪ فرانس جي قبضي ۾ اچي ويا:

1. الجزائر (1848)
2. بينن (1851)
3. ڪوموروس (1912)
4. فرينچ ڪمرون (1918)
5. ڪمبوڊيا (1863)
6. گني (1814)
7. گئبن (1885)
8. لاؤس (1893)
9. آيوري ڪوسٽ (1842)
10. ماريطانيه (1920)
11. مالي (1881)
12. نائجر (1922)
13. مراڪش (1912)
14. تيونس (1883)
15. ٽوگو (1922)
16. چاڊ (1900)
17. وچ افريڪا (1894)
18. فرينچ سومالي لينڊ (1862)
19. ڪانگو (1885)
20. ويٽنام (1893)

مٿي ڄاڻايل سڀني ملڪن ۾ فرانس جي ٻولي ”فرينچ“ زوري مڙهي ويئي. ان ڪان علاوه هتي ”ڪيٿولڪ عيسائيت“ کي فروغ ڏيڻ لاءِ مختلف طريقا استعمال ڪيا ويا. فقط ويٽنام ۾ اوڻهين صديءَ دوران، ويهه لک ويٽنامين کي عيسائي ڪيو ويو.

فتوحات جي عمل سبب، روس جو ”زار خاندان“ به دنيا جي

ڏيئرن ئي ملڪن تي قابض ٿي ويو. ويهين صديءَ جي ابتدا تائين زار خاندان روس کان علاوه هيٺ ڏنل پندرانهن [15] ملڪن تي قابض ٿي چڪو هو:

1. آرمينيا (28-1813ع)
2. آذربائيجان (28-1813ع)
3. بيلارس (95-1772ع)
4. فن لينڊ (1809ع)
5. جارجيا (78-1801ع)
6. قازقستان (1848-1822ع)
7. قرغستان (1850ع)
8. لٿئويا (21-1701ع)
9. لٿونيا (1795ع)
10. مولداويا (1812ع)
11. پولنڊ (1667ع)
12. تاجڪستان (68-1860ع)
13. ترڪمينستان (1881-1869ع)
14. يوڪرين (1793ع)
15. ازبڪستان (73-1868ع)

مٿي ڄاڻايل سڀني ملڪن ۾ روسي ٻوليءَ کي زوري مڙهيو ويو، جيڪا اڄا تائين اتي جاري آهي.

1453ع ۾ جڏهن موجوده ترڪيءَ تي مسلمانن جو قبضو ٿيو تڏهن هتي قائم "بازنطيني سلطنت" هميشه هميشه لاءِ ختم ٿي ويئي، جيڪا آرٿوڊوڪس عيسائيت جي علمبردار هئي. ان وقت ترڪيءَ جا ماڻهو عيسائي هئا، جن کي مسلمان ڪيو ويو. بازنطيني سلطنت جي ختم ٿيڻ سبب، روس جي حاڪمن کي آرٿوڊوڪس عيسائيت جو

وارث قرار ڏنو ويو. روم ۽ قسطنطنيه [استنبول] کانپوءِ "ماسڪو" کي عيسائيت جو مرڪز بلڪ دنيا جو ٽيون "روم" قرار ڏنو ويو. ان نسبت سبب، روس جا شهنشاه پاڻکي سيزر يا زار سڏائڻ لڳا.

# مذهب ۽ سرمائيداريءَ کان
# نجات لاءِ ڪوششون

آڪٽوبر 1917ع ۾، دنيا جي تاريخ جو هڪ ٻيو اهم واقعو ٿيو. روس جي عوام پنهنجي ملڪ کي "زار خاندان" کان آزاد ڪرائي ورتو جيڪو گذريل ٽن سؤ سالن کان هن ملڪ تي قابض هو ۽ هتي بادشاهت ڪري رهيو هو. زار خاندان جي آخري بادشاه نڪولاس دوم کي ٻارن ٻچن سميت قتل ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح لڳ ڀڳ ٻارانهن سؤ سالن کانپوءِ روس، بادشاهن جي ملڪيت مان نڪري، ڀرپور ڀيرو عوام جي ملڪيت بڻيو. هن ملڪ جي عوام کي تاريخ ۾ ڀرپور ڀيرو "طاقت جو سرچشمو" قرار ڏنو ويو. جڏهن ته ان کان اڳ فقط هتي جا بادشاه يا شهنشاه طاقت جو سرچشمو سمجهيا ويندا هئا. روس جي ان عظيم انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ ۾ روس جي فوجن به اهم ڪردار ادا ڪيو، جن بادشاه بدران عوام جو ساٿ ڏنو ۽ فيبروري 1917ع ۾، ان وقت عوام مٿان گولي هلائڻ کان انڪار ڪيو جڏهن ڪين روس جي شهنشاه زار اهڙو حڪم ڏنو هو. نتيجي ۾، روس جو انقلاب، فرانس جي انقلاب وانگر ناڪام ٿيڻ کان بچي ويو. ان عظيم انقلاب جي اڳواڻي وي آئي ليٽن ڪري رهيو هو، جنهن زار خاندان جي گهٽ ۾ گهٽ چوڏانهن رياستن کي پاڻ ۾ ملائي هڪ نئين مملڪت قائم ڪئي جنهنکي سوويٽ يونين يا "يونين آف سوويٽ سوشلسٽ ريپبلڪس" چيو ويو. ان سوويٽ يونين ۾ شامل سڀني رياستن کي آئيني حق ڏنو ويو ته

جڏهن بہ هو چاهين تہ علحدگي اختيار ڪري سگهن. ان ريت، انهن رياستن لاءِ مستقبل ۾ پُرامن طريقي سان آزاد ٿيڻ جو بندوبست ڪيو ويو. روسي انقلاب جي اڳواڻن ڪميونسٽ مفڪر ڪارل مارڪس جي تعليم تي عمل ڪندي پنهنجي مملڪت کي ”ڪميونسٽ اسٽيٽ“ قرار ڏنو ۽ اعلان ڪيائون تہ مذهب ۽ سرمائيداري دنيا جون بہ وڏيون بدعتون آهن، جن کي ختم ٿيڻ گهرجي. مذهب آفيم وانگر انسان کي مفلوج ۽ ناڪاره ڪري ٿو، جڏهن تہ سرمائيداري معاشري ۾ سڀني برائين کي جنم ڏي ٿي، جنهن سان طبقاتي ڪشمڪش ۽ ناانصافيون وڌن ٿيون. روسي انقلاب جي اڳواڻن، اعلان ڪرڻ ڪانسواءِ سوويٽ يونين مان مذهبن کي ختم ڪري، عبادتگاهن تي تالا هڻائي ڇڏيا. ان فيصلي سان گڏ سوويٽ يونين مان سرمايہ داريءَ کي بہ ختم ڪيو ويو. زرعي زمينون زميندارن کان ڦري، هارين ۾ ورهايون ويون. ملڪ ۾ هلندڙ ڪارخانا، ملون ۽ ٻيا پيداواري وسيلا سرمائيدارن کان کسي مزدورن جي حوالي ڪيا ويا. اهو بہ اعلان ڪيو ويو تہ ملڪ جي سڀني پيداواري وسيلن تي سڀني ماڻهن جو برابر جيترو حق آهي. ان ڪري هر شهريءَ کي ضرورت مطابق، ضرورتون مهيا ڪيون وينديون.

ڪارل مارڪس، انسان جي مستقبل تي بحث ڪندي، اها اُميد ظاهر ڪئي هئي تہ تمام جلد دنيا جا سڀ انسان متحد ٿي ويندا ۽ دنيا جون سرحدون، جيڪي انسان کي انسان کان ڌار ڪرڻ جو سبب آهن، اهي سڀ ختم ٿي وينديون. دنيا جون مملڪتون بہ ڊهي پونديون ۽ هيءَ دنيا هڪ ٿي ويندي، جنهن تي بادشاهن، سرمائيدارن ۽ فوجن بدران، پورهيو ڪندڙ مزدورن جي حاڪميت قائم ٿيندي.

سوويٽ يونين جي انقلابي اڳواڻن، ڪارل مارڪس جي ان خواب کي پورو ڪرڻ جو عهد ڪيو تہ جيئن دنيا ۽ انسان ذات جي وحدت ممڪن ٿي سگهي. هنن اهو بہ عهد ڪيو تہ هو استحصالي قوتن جو

خاتمو ڪرڻ لاءِ، سويت يونين کان ٻاهر، سڄي دنيا جي انسانن جو ساٿ ڏيندا. ان فيصلي سان روسي اڳواڻن سويت يونين کان ٻاهر دنيا جي معاملن ۾ سياسي توڙي فوجي ”مداخلت“ شروع ڪري ڏني، جنهنجي نتيجي ۾ اڳتي هلي سويت يونين البانيا، بلغاريا، رومانيا، هنگري، يوگوسلاويا، اوڀر جرمني، پولنڊ، اتر ڪوريا ۽ اتر ويتنام کي ”سوشلسٽ ملڪ“ ناهي ڇڏيو ۽ هنن ملڪن مان خاموشيءَ سان مذهب ختم ڪري، هتي عبادتگاهون بند ڪرايون ويون.

سويت يونين جي پيروي ڪندي ”چين“ جي حاڪمن پڻ پنهنجي ملڪ ۾ ڪميونزم نافذ ڪيو ۽ هتان عملي طور مذهبن کي ختم ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت مجموعي طور دنيا جي اڌ آباديءَ کي ”لامذهب“ ڪيو ويو.

1918ع ۾، پهرين عالمي جنگ ڪانپوءِ دنيا مان ”فتوحات“ جا ٻه وڏا اڏا ختم ٿي ويا، جيڪي گذريل اٺ سؤ سالن کان ڪم ڪري رهيا هئا، انهن کي ”سلطنت عثمانيه“ ۽ ”هئبس برگ خاندان“ سڏبو هو. فتوحات جي انهن اڏن جي ختم ٿيڻ سبب، اهي سمورا ملڪ گهڻي ڀاڱي آزاد ٿي ويا، جيڪي هنن جي قبضي هيٺ هئا. ان وقت برطانيه جو ”خاندان وليم فاتح“ فتوحات جي عمل ۾ سڀني کان زور هو. دنيا جا پنجاه کان وڌيڪ ملڪ هن خاندان جي قبضي هيٺ هئا. ڏکڻ ايشيا جا چار ملڪ هندستان، پاڪستان، بنگلاديش ۽ برما جي هاڻوڪي علائقن تي پڻ خاندان وليم فاتح جو قبضو هو. انهن ملڪن جا ماڻهو ڏاڍو تيزيءَ سان انگريزي سکي رهيا هئا. انگريزي ڪلچر جي حالت اها هئي جو ماڻهو جون جولاءِ جي سخت گرم مهينن ۾ گرم سوٽ ڪوٽ پائڻ کي ترجيح ڏيندا هئا. انگريزي لباس پائڻ، انگريزن وانگر اُٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ ۽ انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ کي فخر جهڙا ڪم سمجهيو ويندو هو. وڏا ۽ امير خاندان پنهنجن گهرن ۾ ٻارن ٻچن سان

پنهنجي مادري ٻوليءَ بدران انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ لڳا. جن کي انگريزي نٿي آئي، انهن کي جاهل ۽ چٽ سمجهيو ويو.

فتوحات جي عمل سبب، فاتح قومن کي فتح ٿيل علائقن مان تمام گهڻي دولت حاصل ٿي. نتيجي ۾ اهڙيون فاتح قومون، دنيا جون امير ترين قومون بڻجي پيون. هونئن به شروعات کان "فتوحات جو عمل" آمدنيءَ جو سڀ کان وڏو وسيلو رهيو آهي. ويهين صديءَ ۾، برطانيه ۽ فرانس کي امير ٿيندو ڏسندي جرمنيءَ جي حاڪمن به پنهنجي قسمت آزمائڻ جو فيصلو ڪيو، بلڪ هتن "فاتح عالم" ٿيڻ جون تياريون شروع ڪري ڏنيون. جنهن سبب اڳتي هلي ٻي عالمي جنگ لڳي ۽ سموري انسان ذات جنگ جي تباهيءَ ۾ ويڙهجي ويئي.

اهڙين ئي حالتن ۾، منهنجو 3-اپريل 1939ع تي ضلع حيدرآباد جي هڪ ننڍڙي شهر نصرپور ۾ جنم ٿيو. ان وقت، دنيا ۾ فيصلا مڙهڻ جو عام رواج هو بلڪ اهو عمل اسانجي ثقافت جو حصو بڻجي چڪو هو. منهنجي ڏاڏي، منهنجي ڪَنَ ۾ ٻانگ ڏئي مونکي مسلمان ڪري ڇڏيو. اصول مطابق مونکي اهو حق ملڻ گهربو هو ته بالغ ٿيڻ ڪانپوءِ، پنهنجي سمجهه ۽ مرضيءَ سان آئون ڪو اهڙو مذهب قبول ڪيان ها، جيڪو منهنجي نظر ۾ صحيح هجي ها. پوءِ ڀلي ته اهو مذهب اسلام ئي ڇو نه هجي ها. منهنجي ڏاڏي، پنهنجي مذهب کي جهڙيءَ ريت مون تي مڙهيو، اهو طريقو ڏاڍو اعتراض جوڳو، غير جمهوري ۽ آمرانه هو.

افسوس اهو آهي ته اڄ سڄي دنيا جا سمورا ماڻهو اهڙي آمرانه ۽ غير جمهوري عمل جو شڪار آهن. عيسائيءَ جي گهر پيدا ٿيندڙ کي عيسائي ڪيو وڃي ٿو، هندوءَ جي گهر پيدا ٿيندڙ کي هندو ناهيو وڃي ٿو. اها ئي حالت يهوديت، ٻڌمت ۽ ٻين مذهبن سان آهي. افسوس جهڙي ڳالهه اها آهي ته ڪوبه شخص مڙهيل مذهب کي ڇڏي نٿو

سگهي. لڳ ڀڳ سمورا مذهب انکي ڏوه قرار ڏين ٿا. سڀني مذهبن ۾ ان عمل جي سزا "سزاءِ موت" رکي ويئي آهي. جيئن تہ مذهب ۾ هر ڳالهہ "حرف آخر" ٿئي ٿي، ان ڪري مذهب تي تنقيد بہ نٿي ڪري سگهجي ۽ نہ ئي مذهب ۾ اصلاحات جي ڪا ڳالهہ ڪري سگهجي ٿي.

مذهب ڇڏڻ يا بدلڻ جي اجازت نہ هئڻ سبب، ڪوڙا مذهب ختم نٿا ٿي سگهن. گذريل پنج هزار سالن ۾ فقط "فاتحن" کي اهو حق حاصل رهيو آهي جو هنن تلوار جي زور تي ماڻهن جا مذهب بدلائي ڇڏيا. اسين پاڻ ان مسئلي بابت ڪو جمهوري طريقو اختيار ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون ۽ نہ ئي جمهوريت کي "سقراط" جي دؤر کان اڳتي وڌڻ ڏيون ٿا.

399 قبل مسيح ۾ سقراط کي زهر ڏيئي ماريو ويو. هن تي نوجوانن جا ذهن خراب ڪرڻ جو الزام لڳايو ويو. سقراط پاڻ ڪوبہ ڪتاب نہ لکيو ۽ نہ ئي ڪا سياسي يا مذهبي تحريڪ هلائي. هو ماٺيٺو، صوفي منش انسان، فقط عام ميڙن يا محفلن ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندو هو. هن "يوناني مذهب" کي ڪڏهن بہ رد نہ ڪيو، جيڪو هاڻ "ڏندڪٿا" ثابت ٿي چڪو آهي. سقراط پاڻ يوناني خدائن جي نہ فقط عبادت ڪئي بلڪ انهن جي اڳيان قربانيون بہ ڏنيون، جنکي يوناني مذهب جو اهم فرض سمجهيو ويندو هو. ٿي سگهي ٿو تہ هن شخص يوناني مذهب ۾ اصلاحات آڻڻ لاءِ تبليغ ڪئي هجي. ايتري ننڍڙي ڳالهہ تان هن عظيم مفڪر کي ايڏي وڏي موت جي سزا ڏني ويئي. جڏهن اهو واقعو پيش آيو تڏهن يونان ۾ "جمهوريت" نافذ هئي. ان جمهوريت جو ڪهڙو معيار هو، انجو آسانيءَ سان اندازو ڪري سگهجي ٿو. بهرحال، ماڻهن کي جيڪڏهن اهو حق ڏنو وڃي تہ هو رضا خوشيءَ سان پنهنجا مذهب بدلائي سگهن تہ دنيا جي حالت

ڪافي مختلف ٿي سگهي ٿي. گهٽ ۾ گهٽ ڪوڙا مذهب تڪڙو ختم ٿي سگهن ٿا. جڏهن ڳالهه ڪوڙن ۽ سچن مذهبن جي ڪئي وڃي ته پوءِ اهو معاملو سخت مونجهارن ۾ وجهيو ڇڏي ته ڪهڙو مذهب سچو آهي ۽ ڪهڙو ڪوڙو؟ سڀ ماڻهو پنهنجن مذهبن کي سچو سمجهن ٿا. ان حالت ۾، ڪوڙن ۽ سچن مذهبن جي ڳالهه ڪرڻ اجائي لڳي ٿي. ان مرحلي تي فقط هڪ ڳالهه ناقابل ترديد ملي ٿي ته هن وقت جيڪي به مذهب موجود آهن، اهي سڀ جا سڀ انسان ذات تي "فاتحن" طرفان زوري، تلوار جي زور تي مڙهيا ويا. اسانجي ابن ڏاڏن، راضي خوشيءَ سان "فاتحن جا مذهب" قبول نه ڪيا. ان ڪري جيڪي فيصلا زوري، جبر ۽ تلوار جي زور تي ڪرايا ويا اهي، سڀ ڪلعدم ٿين ٿا. دنيا جو ڪوبه قانون زبردستي، جبر سان ڪرايل فيصلن کي نٿو مڃي. هي دؤر فاتحن جو نه بلڪه عوام جو دؤر آهي. هي علم، سائنس، تحقيق ۽ مهارت جو دؤر آهي. اسان کي ماضيءَ جي سڀني معاملن بابت نئين سر ڇنڊڇاڻ ڪرڻ گهرجي.

1947ع ۾، جڏهن آئون اٺن سالن جو ٿيس ته منهنجي وطن هندستان مان انگريز اقتدار ڇڏي هليا ويا. وڃڻ کان اڳ هنن هندستان کي ورهائي به ملڪ پاڪستان ۽ هندستان ناهيا. پوءِ مونکي چيو ويو ته هاڻ هندستان بدران پاڪستان منهنجو وطن آهي.

برطانيه جي خاندان "وليم فاتح" جي وارثن هندستان ۽ پاڪستان کي آزاد ڪرڻ کان علاوه، دنيا جا چاليهن کان وڌيڪ ٻيا ملڪ پڻ آزاد ڪيا، جن تي هنن جو قبضو هو. افسوس اهو آهي ته ان خاندان، برطانيه جي عوام کي اجا تائين آزادي نه ڏني آهي جن تي هي خاندان 1066ع کان قابض آهي. انگلنڊ، ويلز، اسڪاٽ لينڊ ۽ اتر آئرلينڊ جو عوام يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا ۽ روس جي عوام وانگر خبر ناهي ته ڪڏهن آزادي ماڻيندو.

خاندان وليم فاتح جو برطانيہ کان علاوه ڪئناڊا، آسٽريليا، نيوزي لينڊ، هانگ ڪانگ ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ئي علائقن تي اڄا تائين قبضو آهي. انهن ملڪن تي هن وقت خاندان وليم فاتح جي وارث ”ايليزابيٿ دوم“ راڻي ۽ سربراه مملڪت جو درجو رکي ٿي. پهرين ۽ ٻي عالمي جنگين کانپوءِ ناڪام ٿيل ۽ شڪست کاڌل ”فاتحن“ جي سرحدن مان لڳ ڀڳ هڪ سؤ کان وڌيڪ ملڪ وجود ۾ آندا ويا. انهن سڀني ملڪن جون سرحدون ”نَون فاتحن“ طئہ ڪيون. جڏهن تہ اهي سرحدون مقرر ڪرڻ کان اڳ واسطيدار ملڪن جي عوام کان ”راءِ“ وٺڻ گهربي هئي. اهڙي راءِ وٺڻ کان اڳ اهو بہ ضروري هو تہ ”آزاديءَ“ کي جمهوري حق طور تسليم ڪيو وڃي. جمهوريت کي ابراهيم لنڪن جي دؤر کان اڳتي وڌائڻ گهرجي، جنهن 1861ع ۾ ڏکڻ امريڪا جي ڇهہ لک ويهہ هزار ماڻهن کي فقط ان ڪري قتل ڪرائي ڇڏيو جو هو يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف امريڪا کان آزادي گُهري رهيا هئا.

1991ع ۾ جڏهن آئون ٻاونجاه سالن جو ٿيس تہ ڪميونسٽ رياست ”سويٽ يونين“ ٽٽي پيئي. ان جي سرحدن مان گهٽ ۾ گهٽ چوڏانهن [14] نوان ملڪ پيدا ٿيا بلڪہ آزاد ڪيا ويا جيڪي سويٽ يونين جي وڏي جاگرافيائي قيد ۾ قائل هئا. انهن سڀني نون آزاد ٿيل ملڪن جي عوام کي هاڻ چيو وڃي ٿو تہ پنهنجن سابقہ مذهبن ڏانهن موٽي وڃن. انهن ملڪن ۾ ”روسي ٻوليءَ“ کي زوري مڙهيو ويو هو. هاڻ هنني جي عوام کي چيو وڃي ٿو تہ هو روسي ٻوليءَ سان گڏ پنهنجون مادري ٻوليون بہ ڪم آڻي سگهن ٿا. هن وقت ڇاٽايل سڀني ملڪن ۾ روسي ٻولي وڏي پيماني تي استعمال ٿي رهي آهي.

سويٽ يونين جي ٽٽڻ کانپوءِ دنيا جا اهي ملڪ جن تي ٻي عالمي جنگ کانپوءِ ڪميونزم يا سوشلزم نافذ ڪيو ويو هو، انهن کي بہ پنهنجن سابقہ مذهبن ۽ ٻولين ڏانهن موٽي وڃڻ جي اجازت ڏني ويئي

آهي. انهن ملڪن ۾ هاڻ مذهبي عبادتگاهون ٻيهر کوليون ويون آهن. فقط روس، چين، اتر ڪوريا ۽ ويتنام اهڙا ملڪ آهن، جتي اج ب مذهبن کي وڌڻ ويجهڻ جي اجازت نٿي ڏني وڃي.

بهرحال، جيستائين دنيا ۾ بادشاهتون ۽ فوجي ادارا قائم آهن، تيستائين انسان ذات تي آمرانه ۽ جابرانه فيصلا زوري مسلط ٿيندا رهندا. ماڻهن جا عقيدا، مذهب، ٻوليون، تهذيبون ۽ سرحدون لڳاتار خطري هيٺ رهنديون.

اڄ 6 جون 1996ع خميس جو ڏينهن آهي. جون مهيني جو نالو روم جي سڀ کان وڏي خدا "جوپيٽر" جي گرم مزاج زال "جونو" جي نالي پٺيان رکيو ويو. اڄ آئون پنهنجي هن ڪتاب جون آخري سٽون لکي رهيو آهيان. مذهب جي حوالي سان، دنيا جي صورتحال ڪجهه هن ريت ملي ٿي:

دنيا ۾ هن وقت سڀ کان گهڻو تعداد "عيسائين" جو آهي. جڏهن اڌ دنيا تي ڪميونزم نافذ ڪيو ويو هو، تڏهن عيسائين جو تعداد گهٽجي ويو هو، جيڪو هاڻ سوويت يونين جي ٽٽڻ کانپوءِ وڌي هڪ ارب نوي ڪروڙ تي پهچي چڪو آهي. اڄ جا عيسائي گهڻي ڀاڱي حضرت عيسيٰ کي خدا جو پُٽ ۽ خدا جهڙو خدا سمجهن ٿا ۽ انجي خدا سان گڏ عبادت به ڪن ٿا.

عيسائيت کانپوءِ، سڀ کان گهڻو تعداد انهن ماڻهن جو آهي، جيڪي ڪنهن به مذهب کي نٿا مڃين يا "لامذهب" آهن. ڪميونزم نافذ ٿيڻ کانپوءِ، اڌ دنيا جي ماڻهن کان مذهب زوري ڇڏايا ويا هئا. هاڻ اهي ماڻهو گهڻي ڀاڱي وري ڪوبه مذهب قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. اهڙن لامذهب ماڻهن جو تعداد اڄ دنيا ۾ هڪ ارب ويهه ڪروڙن کان وڌيڪ آهي.

دنيا ۾ ٽيون وڏو تعداد مسلمانن جو آهي، جيڪي فقط هڪ خدا

تي يقين رکن ٿا. انهن جو تعداد هن وقت هڪ ارب پنج ڪروڙ کان ڪجهه مٿي ٿئي ٿو. اسلام جي تعليم مطابق دنيا جي سڀني ماڻهن کي، عيسائين ۽ يهودين سميت، اسلام قبول ڪرڻ گهرجي، جيڪو سچو، آخري ۽ مڪمل دين آهي.

اسلام کانپوءِ، هندو مذهب اڄ ڏاڍو زورن تي آهي. هندستان، سري لنڪا، بنگلاديش، ڀوٽان، فيجي، نيپال، سوري نام (Suriname) ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ مجموعي طور چاهتر [76] ڪروڙ هندو رهن ٿا جنجو برهما، شو ۽ وشنو خدائن جي ثمورتيءَ تي ايمان آهي. وشنو خدا، انسان جي صورت ۾ ڏهه ڀيرا هن دنيا ۾ اچي چڪو آهي. ستون ڀيرو هن "رام" جي صورت ۾ ايوڌيا ۾ جنم ورتو. هن وقت هندو، پنهنجن ٻين خدائن جي مقابلي ۾ رام جي سڀ کان گهڻي پرستش ڪن ٿا. سيتا، رام جي زال هئي، جنهنکي سري لنڪا جو راجا راوڻ اغوا ڪري ويو. لڳاتار ٻن سالن تائين خونريز جنگ ڪرڻ کانپوءِ، رام خدا جي زال واپس آندي ويئي. ان خوشيءَ جي موقعي تي هندو "ڏياري" ملهائيندا آهن.

راوڻ سان جنگ ڪرڻ مهل هنومان [مقدس پولڙي] رام خدا جو ڀرپور ساٿ ڏنو. ان ڪري هندو، هنومان جي به وڏي پيماني تي پوڄا پاٺ ڪندا آهن. وشنو خدا، انون ڀيرو "ڪرشن ڀڳوان" جي روپ ۾ جنم ورتو. هو موجوده گجرات جي شهر دوارڪا ۾ پنهنجي دربار لڳائيندو هو. جڏهن ڪورو ۽ پانڊو جي جنگ تي تڏهن ڪرشن ڀڳوان، ڪنهن هڪ ڌر جو ساٿ ڏيڻ بدران ٻنهي ڌرين جي مدد ڪئي. هڪ ڌر کي ڪرشن ڀڳوان پنهنجي فوج ڏني ته ٻي ڌر جو هو پاڻ جنگ دوران صلاحڪار بنيو. پانڊو پاڻ ۾ پنج ڀائر هئا. انهن سڀني ڀائرن جي فقط هڪ زال "دروپدي" هئي، جنهنکي هو ڪورو جي هٿان جوا ۾ هارائي چڪا هئا. ڪورو پاڻ ۾ سؤ ڀائر هئا. اها جنگ 18 ڏينهن هلندي رهي.

جنگ دوران ارجن ۽ ڪرشن ڀڳوان جي وچ ۾ جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي، انکي قلمبند ڪيو ويو، جنهنکي "گيتا" چئجي ٿو. گيتا اڄ هندن جو مقدس ترين ڪتاب آهي.

هندومت ڪانپوءِ، ٻڌمت کي ٻه اڄ جي دنيا ۾ تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. چين، جاپان، ڪمبوڊيا، ڪوريا، ڀوٽان، لائوس، منگوليا، برما [Mynmar]، سري لنڪا، ٿائلنڊ، ويٽنام ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ ٻڌمت کي مڃڻ وارن جو تعداد ٽيٽيهه [33] ڪروڙ کان وڌيڪ آهي. ٻڌمت تي ايمان رکڻ وارا اڄ گوتم ٻڌ کي "خدا" سمجهن ٿا ۽ انجي عبادت ڪندا آهن.

مٿي ڄاڻايل مذهبن کان علاوه جين مت، سک مذهب، شنٽو ۽ يهوديت کي مڃڻ وارن جو دنيا ۾ چڱو خاصو تعداد موجود آهي.

يهودين جو چوڻ آهي ته "خدا يحوا" هنن کي دنيا جي سڀني قومن مان "چونڊيل قوم" قرار ڏنو. ان ڪري هو ٻين کي پنهنجو مذهب "يهوديت" قبول ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندا آهن ته جيئن هنن جي چونڊيل ۽ برتر حيثيت برقرار رهي ۽ هنن جي قومي تشخص ۾ ڪا ملاوت نه ٿئي. حضرت موسيٰ جا هي پوئلڳ، پاڻکي حضرت يوسف ۽ انجي يارنهن ڀائرن جو اولاد ڄاڻائين ٿا. انهن جو تعداد هاڻ وڌي هڪ ڪروڙ چوڏهه لک تي پهچي چڪو آهي.

بهرحال، اڄ جو انسان مختلف مذهبن ۾ تقسيم در تقسيم آهي. مذهبن جي نالي ۾ انسانن جي وچ ۾ مستقل نفرتون، اختلاف ۽ دشمنيون قائم آهن. آئون انسان جي وحدت جو اڃا تصور به نٿو ڪري سگهان. آئون پاڻ ڪيترن ئي متضاد خدائن ۽ مذهبي نظرين جي گهيري ۾ آهيان. رجعت پرستي، ڏاڍَ ۽ جبر خلاف منهنجي جنگ جاري آهي. ماضيءَ جو بارُ ڪٽي هلندو رهان ٿو. خبر ناهي ته ڪڏهن اسان سڀ ماضيءَ جي قيد مان آزاد ٿينداسين.

# BIBLIOGRAPHY


توریت، بائبل، قرآن، گیتا، گرنت، رامائن مہابھارت

The Invisible Religion — *Luckmann, Thomas.*

The Idea of the Holy — *Otto, Rudolf.*

The Meaning and End of Religion — *Smith, Wilfred Cantwell.*

The Dawn of Conscience — *Breasted, James Henry.*

Egyptian Religion — *Morenz, Siegfried. tr*

The Mythical Origin of the Egyptian Temple — *Raymond, E.A.E.*

Religions of the Ancient Near East — *Mendelsohn, Issac. trans.*

The Greeks and Their Gods — *Guthrie, William K.*

The Homeric Gods — *Otto, Walter F.*

Roman Spirit in Religion, Thought and Art — *Grenier, Albert. tr*

The Romans and Their Gods in the Age of Augustus — *Ogilvie, R.M.*

Persian Mythology — *Hinnells, John R.*

The Dawn and Twilight of Zoroastrianism — *Zaehner, R.C.*

Philisophy Of The Upanishads — *Deussen, Paul.*

An Outline of the Religious Literature of India — *Farquhar, John Nicol.*

Visnuism and Sivaism — *Gonda, Jan.*

The Indus Civilisation — *Wheeler, Sir Mortimer.*

Hinduism — *Zaehner, Richard C.*

Beyond the Gods: Buddhist And Taoist Mysticism — *Blofeld, Joh*n.

Confucius—The Secular as Sacred — *Fingarette, Herbert.*

The Way of the Gods — *Aston, W.G. Shinto.*

A Concise History of the Catholic Church — *Bokenkotter, Thomas.*

A History of Christianity — *Latourette, Kenneth Scott.*

A Short History of the Interpretation of the Bible — *Grant, Robert M.*

The Rise of Christianity — *Frend, W.H.C.*

Reconstruction of Religious Thought in Islam — *Iqbal, Muhammad.*

Islam — *Rahman, Fazlur.*

Aspects of Islamic Civilisation — *Arberry, A.J.*

Sufism — *Arberry, A.J.*

Islam from Within — *Cragg, Kenneth and R. Marston Speight.*

The Cambridge History of Islam — *Holt, P.M.; Lambton, Ann, K.S.; and Lewis, Bernard, eds.*

Muhammad, Prophet and Statesman.— *Watt, W.M.*

Muntakhabut Tavarikh — *Abdul Qadir Badaoni.*

Afif, Tarikh-i-Firoz Shahi — *Shams Siraj.*

Khulasatul Tavarikh — *Bhandari, Sujan Rai.*

Tarikh-i-Firoz Shahi — *Barani, Ziyauddin.*

Tarikh-i-Ferishta — *Ali, Fida. (tr)*

Safarnama — *Husain, Muhammad. (tr)*

India — *Alberuni. (tr)*

The Pathans — *Caroe, Sir Olaf.*

History of India As Told By Its Own Historians — *Eliot and Dowson.*

Encyclopaedia of Islam — *Different authors.*

A History of the Mongols of Central Asia — *Elias and Ross.*

Decline and Fall of the Roman Empire — *Gibbon, Edward.*

Cambridge History of India — *Haig, Sir Wolseley.*

The Mongol Empire, Its Rise and Legacy — *Prawdin,*

*Michael.*

Indian Islam — *Titus, M.T.*

Christianity and Classical Culture — *Cochrane, C. N.*

The Idea of History — *Collingwood, R. G.*

Zoroaster: Politician or Witch-Doctor? — *Henning, W.B.*

"History and the Word of God in the Old Testament" — *Noth, M.*

Greek Myths — *Burn, Lucilla.*

Mesopotamian Myths — *McCall, Henrietta.*

The Legacy of Rome — *Jenkyn, Richard (Ed).*

The Age of Chivalry and Legends of Charlemagne or Romance of Middle ages — *Bulfinch, Thomas.*

Ancient Iraq — *Roux, Georges.*

The Story of Civilization — *Durant, Will and Ariel.*

The World's Religions — *Sutherland, Stewart, Houlden, Leslie; Clarke, Peter; Hardy, Friedhelm.*

The Encyclopaedia of Middle Eastern Mythology and Religion — *Knappert, Jan.*

Pagans and Christians — *Fox, Robin Lane .*

Bulfinch's Mythology — *Bulfinch, Thomas.*

CELTIC: Myths and Legends — *Rolleston, T.W.*

Roman Britain — *Richmond, Ian.*

Sexual Life in Ancient Rome — *Kiefer, Otto.*

Celtic: A Century With Honour — *Wilson, Brian.*

Classical Anatolia — *Brewster, Harry.*

Mysteries of the Past — *Thorndike Jr, Joseph J.*

Early Mesopotamia and Iran — *Curtis, John.*

Pears Encyclopaedia of Myths and Legends — *Savill, Sheila*

*Roman Myths* — *Gardner, Jae F.*

Persian Myths — *Curtis, Vesta Sarkhosh.*

The Portugese Empire in Asia — *Subrahmaniam, Sanjay.*

The Rise And Rule of Tamerlane — *Manz, Beatrice Forbes.*

The Spirit of Ancient Egypt — *Ward, William A.*

Gods, Heroes and Men of Ancient Greece — *Rouse, W.H.D.*

Myths of the Greeks and Romans — *Grant, Michael.*

Plains Indian Mythology — *Marriot, Alice; Rachlin, Carol K.*

Who's Who in Classical Mythology — *Grant, M. Hazel. J.*

The Greek Myths — *Graves, Robert.*

Mythology — *Hamilton, Edith.*

Shrimad Bhagawat Gita — *Budhiraja, S.D.*

The Hindu View of Life — *Radhakrishnan, Sir Sarvepalli.*

Speaking of Siva — *Ramanjuan, A.K.*

Great Ages of Man — *Timelife Books, Amsterdam.*

History of the World — Time-Life Books, Amsterdam.

The World of Buddhisim — *Bechert, Heinz Gombrich, Richard.*

The Penguin Encylopaedia of Classical Civilisations — *Cotterel, Arthur.*

The Medieval and Renaissance World — *Wright, Esmond.*

Dawn and Devolution of Indus Civilization— *Rao, S.R.*

Harappan Civilization — *Possehl, Gregory L.*

The World's Major Languages — *Comrie, Bernard.*

The Linguistics Encylopaedia — *Malmkjaer, Kristen.*

International Encyclopaedia of Linguistics — *Bright, William.*

A Study of History — *Toynbee, Arnold.*

Dictionary of Wars — *Kohn, George C.*

The Civilization of China — *Li, Dun J.*

Religions of India — *Barth, A.*